جيڪي آهي اڄ، سيان ناهي "صديق" چئي،
واڄي وانگر وڄ، متي ڪي مرلي ڪري.

سنڌ جي عظيم ڪلاسيڪل صوفي شاعر

# حضرت صوفي صديق فقير المعروف صادق شاهه جي زندگي ۽ شاعري




تحقيق ۽ تاليف:

اڪبر علي چانڊيو



صوفي شاهه عنايت شهيد اڪيڊمي، جهوڪ شريف، ٺٽو

سنڌ جي عظيم ڪلاسيڪل / صوفي شاعر

# حضرت صوفي صديق فقير المعروف

# صادق شاهه رح

# جي زندگي ۽ شاعري

تحقيق ۽ تاليف:

اڪبر علي چانڊيو

21 DEC 2017

صوفي شاهه عنايت شهيد اڪيڊمي جهوڪ شريف ٺٽو

| | | |
|---|---|---|
| ڪتاب جو نالو | : | حضرت صوفي صديق فقير المعروف صادق شاھ جي زندگي ۽ شاعري. |
| ليکڪ | : | اڪبر علي چانڊيو |
| ڇاپو | : | پهريون |
| سال | : | 2010ع |
| تعداد | : | 1000 |
| قيمت | : | 150 روپيه |
| ڪمپيوٽر ڪمپوزر | : | نهال چند ميگهاڻي |
| پبلشرز | : | صوفي شاھ عنايت شهيد اڪيڊمي جهوڪ شريف ٺٽو. |
| رابطي لاءِ | : | 0333-2096377 |

Scanned with CamScanner

# انتساب

هي ڪتاب عظيم بزرگ هستي سرگروهہ صوفياء ڪامل اڪمل اولياء صاحبِ معرفت عزت ماب جناب حضرت قبلا **صوفي فضل الله شاهہ قلندر داتا پير** رح جي نالي ڪجي ٿو جنهن صوفي صديق فقير جي رهبري ڪري سندس زندگي ۾ انقلاب آڻي ڇڏيو.

# سنڌاءُ

# چونڊ شاعري

## (i) سنڌي شاعري

- سُر ڪلياڻ
- سُر ڍهر
- سُر وهاڳڙو
- سُر راڻو
- سُر سامونڊي
- سُر ڪنڀات
- سُر رپ
- سُر ڪاپائتي
- سُر مارئي
- سُر سهڻي
- سُر گهاتو
- سُر ڏناسري
- سُر موکي
- سُر سسئي
- سُر سارنگ
- سُر سورٺ
- سُر ڪيڏارو
- سُر سوزڙو
- سُر شينهن ڪيڏارو
- سُر ڪاهوڙي
- سُر بلاول
- سُر پورب
- سُر ڪاموڏ
- سُر ڪارايل
- سُر بروو

## (ii) متفرقه سنڌي شاعري

## (iii) سرائڪي شاعري

# پہ اکر

صوفي شاهہ عنايت شهيد جي سلسلي مان صوفي فضل الله شاهہ قلندر جو فيض يافتہ بزرگ صوفي صديق فقير عرف صادق شاهہ مشهور صوفي شاعر ٿي گذريو آهي سندس ڪلام جهوڪ جي سلسلي سان لاڳاپيل درگاهن سان گڏوگڏ ٻين هندن تي تمام گهڻو ڳايو ۽ ٻڌو ويندو آهي سندس ڪلام ۾ صوفياڻي ڳالهين سان گڏ زندگي جا ٻيا رڪ بہ ملن ٿا. سندس ڪلام فني ۽ فڪري لحاظ سان مٿانئين درجي جو ڪلام آهي. صوفي صديق فقير، اسان جي ڪلاسيڪل شاعرن ۾ قاضي قاضن، لطف الله قادري، شاهہ ڪريم بلڙي وارو، ميون عنات نصر پوري، سنڌ جو عظيم شاعر شاهہ لطيف ۽ سچل سرمست جهڙن وڏن شاعرن جي صف ۾ نالو شامل ٿئي ٿو.

صوفي صديق فقير جو ڪلام سنڌ جي مشهور عالم اديب استاد ۽ محقق ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب راڳ نامي جي نالي سان سهيڙي ڇپايو. جنهن ۾ صوفي صادق فقير جي شاعري سان گڏ ٻين شاعرن جو ڪلام بہ گڏيل آهي. پر ان کانسواءِ ٻيو بہ ڪلام آهي جيڪو مختلف درگاهن تي ڳايو وڃي ٿو ۽ ڪن بزرگن وٽ پيل بہ آهي جيڪو ڇپجڻ سان رهجي ويو. خاص ڪري سرائيڪي ڪلام نہ ڇپيو آهي. انهي سلسلي ۾ نوجوان محقق اديب ۽ استاد محترم اڪبر علي چانڊيو وڏي محنت سان ان کي گڏ ڪري، سهڻي نموني سان ترتيب ڏنو آهي جيڪا سچ پچ هن سلسلي ۾ هڪ تاريخي ڳالهہ آهي. اسان وٽ ٿيندو هئين آهي تہ تحقيق جي نالي ۾ ايندڙ ڪا نئي ڳالهہ نہ هوندي آهي. پر ، حقيقي ۽ درست تحقيق اها آهي جنهن ۾ نئيون حقيقتون پيش ڪيون وڃن. ڪن لڪل ڳالهين کي منظر آندو وڃي.

هن ڪتاب "حضرت صوفي صديق فقير المعروف صادق شاهہ جي زندگي ۽ شاعري" ۾ ڪيترئيون اهڙيون ڳالهيون آهن. انهي ڏس ۾ محترم اڪبر علي چانڊيو سچ پچ مبارڪ باد جو مستحق آهي. اڪبر صاحب نہ رڳو نئون، نج ڪلام سهيڙي اسان تي پهچايو آهي پر صوفي صديق فقير جي ڪلام جي فڪر، فن ۽ سندس زندگي جي حوالي سان، سنڌي عالمن اديبن ۽ محققن جيڪا مقالا لکي مختلف هندن تي ڇپايا اهي ۽ اهي گڏ ڪري هن ڪتاب ۾ شامل ڪيا ويا آهن. ان سان اهي چڙو چڙ مقالا ۽ مضمون، پڙهندڙ کي هڪ

هندَ ملن ٿا. جنهن ۾ صوفي صديق فقير جي زندگي ۽ ڪلام کي سمجهڻ کي وڏيڪ آساني ٿئي ٿي.

سندَ جي صوفي شاعرن جي ڪلام ۾ امن، ڀائيچاري، انساني مساوات، پيار ۽ محبت جو پيغام شامل آهي. جيڪو ماڻهو کي انسان بڻائي ٿو. انهي ڪلام جو اثر ماڻهو کي تهذيب ۽ انسانيت سيکاري ٿو. اڄڪلهه هر هندَ دهشتگردي ۽ خونريزي آهي ان دَور ۾ صوفي شاعرن جي ڪلام ۾ سمايل پيغام کي ڦهلائڻ وقت جي اهم ضرورت آهي. هن دَور ۾ صوفي شاعرن جي پيغام کي ماڻهن تائين پهچائڻ لاءِ جيڪو به جدوجهد ڪري ٿو سو سچ پچ انسان ذات جي ڀلائي لاءِ جدوجهد ڪري ٿو. ان سلسلي ۾ محترم اڪبر علي چانڊيو به مبارڪ باد جو مستحقم آهي جنهن اهڙو اهم قدم کڻي هي ڪتاب اسان تائين پهچايو آهي.

ڊاڪٽر محمد علي مانجهي.

# مهاڳ

سنڌ ۾ تصوف جي تاريخ تي نظر وجهون ٿا تہ ان ۾ صوفي شاهہ عنايت شهيد جو سلسلو متاهون مقام رکي ٿو جنهن سان ڏيهہ ٽوڙي پر ڏيهہ جون مشهور درگاهون منسلڪ آهن. سندس روحاني سلسلو پري پري تائين پکڙيل آهي. درگاهہ جهوڪ شريف تصوف ۽ روحانيت جو مرڪز آهي. جتي مختلف علائقن جا ماڻهو گڏ ٿي روحاني سڪون حاصل ڪن ٿا. اتي ذات پات رنگ ۽ نسل, اميري ۽ غريبي, فرقيواريت ۽ مذهب جي فرقن مان آزاد ٿي فقط انسانيتسان پيار ڪرڻ ۽ امن امان سان زندگي گذارڻ جو درس ڏنو ويجي ٿو. اتي ادب, اخلاق ۽ انسانيت جو احترام سيکاريو ويجي ٿو. اها تعليمات صوفي شاهہ عنايت شهيد کان وٺي موجوده وقت تائين هلندي اچي ٿي. ان تعليم کي عام ڪرڻ ۾ صوفي شاهہ عنايت شهيد سرپرستهو.سندن سرپرستي ۾ سندن خليفن جو پڻ وڏو ڪردار هو. ان کان پوءِ شاهہ شهيد جي پوئين خاندان ۾ پڻ وڏيون بزرگ هستيون پيدا ٿيون جن ان سلسلي کي جاري رکيو ۽ انهن جا پڻ وڏا نامور خليفا پيدا ٿيا جن مختلف علائقن ۾ صوفي شاهہ عنايت جي پيغام کي اڳتي وڌايو.

شاهہ شهيد جي پوئين نسل مان صوفي فضل الله شاهہ قلندر داتا پير جي خليفہ اڪبر حضرت قبلہ سائين صوفي صديق فقير المعروف صادق شاهہ جو وڏو نالو ٿيو. هو جيڏو وڏو درويش هو ايڏو وڏو شاعر بہ هو. سندس فقيري ۽ شاعري شاهہ عنايت شهيد جي سلسلي سان لاڳاپيل ماڻهن کي بي حد متاثر ڪيو آهي. ڇاڪاڻ تہ سندس روحاني سلسلو صوفي شاهہ عنايت سان لاڳاپيل آهي ۽ اتي فقير صاحب جو ڪلام خاص طور ڳايو ويندو آهي. پر ان جي پيٽ ۾ شاهہ شهيد جي سلسلي سان لاڳاپيل ماڻهن کانسواءِ ٻين ماڻهن تائين سندس شخصيت متعارف گهٽ قدر نہ ٿي سگهي آهي ان جو وڏو ڪارڻ منهنجي نظر ۾ سندس سوانح ۽ ڪلام جو نہ ڇپجڻ آهي. سندس شخصيت بابت علمي ادبي حلقي کي تمام ٿوري ڄاڻ آهي اها ٿوري گهٽ واقفيت بہ ڪجهہ ڪتاب ڇپجڻ سبب ٿي آهي. جس هجي محترم راڄ محمد گرامي صاحب مهراڻ رسالي ۾ 1965ع ۽ 1966ع ۾ شايع ڪيو. ان ساڳي مقالي کي ڇپجندي گهڻو عرصو ٿي چڪو هو. انهيءَ لاءِ محترم ڊاڪٽر اسد جمال پلي صاحب ڪوشش ڪري "وڙهيا - واڳيا - واپريا" نالي ڪتاب ۾ ٻيهر ساڳي

مقالي کي ڪتاب ۾ شامل ڪيو ۽ ان ڪتاب ۾ بہ مليل چاڻ (صوفي صاحب بابت) کي ضميمن جي صورت ۾ پڻ شامل ڪيو. اهڙي ريت ان ۾ صوفي صاحب جي سوانح بابت ماڻهن کي سڻي معلومات ملي ۽ ان ۾ فقير صاحب جو چونڊ ۽ نج ڪلام پڻ شامل ڪيو ويو جنهن ڪري ان ڪتاب جي اهميت وڌيڪ وڌي ويئي. اهو ڪتاب 1998ع ڌاري شايع ٿيو جيڪو راڄ محمد پلي جي خاندان شايع ڪرايو. پر ان ڪتاب کي عام مارڪيٽ ۾ نہ موڪليو ويو ۽ نتيجي ۾ صوفي صاحب جي سونح ۽ ڪلام بابت وري بہ گهڻي قدر شاهہ شهيد جي سلسلي وارن کي چاڻ ملي. جيڪڏهن اهو ڪتاب بوڪ اسٽالن تي وڃي ها تہ بهتر هو. تہ جئين علم ادب سان چاهہ رکندڙ عام ماڻهو بہ فقير صاحب جي شخصيت کان واقف ٿي سگهن ها. ان ڪتاب ۾ ڪيترائي سُر شامل نہ آهن.

فقير صاحب جي سلسلي جي شايع ٿيل ڪتابن ۾ هڪ ٻيو نهايت ئي اهم ڪتاب "راڳ نامو فقير صاحب صوفي محمد صديق جو" آهي جيڪو 1998ع ۾ شايع ٿيو. اهو ڪتاب شاهہ عبداللطيف ڀٽ شاهہ ثقافتي مرڪز ڀٽ شاهہ حيدرآباد پاران شايع ٿيو جيڪو اڄ ناياب آهي. ان ڪتاب ۾ شامل شاعري گڏيل آهي يعني فقير صاحب جي شاعري سان گڏ ڏاريو ڪلام پڻ شامل آهي ان ۾ سوانح تمام مختصر طور ڏنل آهي.

"راڳ نامو فقير صاحب صوفي محمد صديق جو" اصل ۾ شاعري جو مجموعو آهي. جيڪو درگاهہ جهوڪ شريف ۽ درگاهہ صوفي فقير تي پڙهيو ويندو آهي. اهو شاعري جو مجموعو 27 سُرن تي مشتمل آهي. جيڪو پهريون دفعو محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي محنت ۽ ڪوشش سان شايع ٿيو. ان ۾ فقير صاحب جو ڪلام گهٽ آهي البتہ ٻين شاعرن جو ڪلام پڻ شامل آهي. ڪتاب ۾ صوفي صاحب جي مڪمل شاعري ڏنل نہ آهي ان کان ٻاهر ڪافي ڪلام پڻ آهي. جيڪو ڇپجي نہ سگهيو آهي.

اهي بہ اهم ۽ ڪجهہ تفصيلي ڪتاب هئا جن ۾ صوفي جي سوانح ۽ ڪلام تي روشني وڌي ويئي هئي. پر انهن ڪتابن کي ڇپجندي ڪافي عرصو ٿي ويو آهي راڳ نامي کي تقريباً ٽيهہ سال ۽ وڙهيا ـ واڳيا ـ واپريا کي تقريباً يارهن سال ٿيا آهن. ٻئي ڪتاب عام دستياب نہ آهن.

انهن ٻن ڪتابن کان بہ اڳ ڪجهہ ڪتاب شايع ٿيا هئا پر اهي مختصر هئا. جن ۾ عمرڪوٽ جي شاعرن تي مشتمل ڪتاب "وڻجهارن واريون" 1961ع ۾ جناب

عبدالڪريم پلي صاحب ابتدائي ڪوشش ڪري اداره نوائي ادب خان صاحب عطا محمد پلي جي پليٽ فارم تان پڌرو ڪيو جنهن ۾ صوفي صديق فقير ۽ سندس سلسلي جي ڪجهه شاعرن بابت تمام مختصر طور لکيو ويو هو. ان ڪانپوءِ 1997ع ۾ "جانب آيو جوءِ ۾" نالي هڪ ڪتاب عبدالمجيد ماجد اروهوي پڌرو ڪيو. جيڪو پڻ مختصر هو. پر ان ۾ ابتدائي طور ڪجهه نوان هئي. ۽ هڪ سٺي ڪوشش هئي. ساڳي ئي سال فقير صاحب تي ٻارن لاءِ هڪ ننڍو سنو ڪتاب شايع ٿيو جيڪو "جيڪي آهي اڄ" نالي سان ٻارڙا پبليڪيشن عمرڪوٽ پاران ڇپايو ويو. جنهن ۾ وڏن ماڻهن لاءِ به ڪجهه دلچسپ ۽ نئين معلومات هئي. انهيءَ ڪانسواءِ مختلف رسالن ۾ ورلي ڪو مضمون يا مقالو فقير صاحب تي شايع ٿيندو رهيو. ۽ ڪنهن ڪنهن ڪتاب ۾ ڪڏهن ڪڏهن مضمون يا مقالو مختصر شايع پڻ ٿيندو رهيو.

سنڌي ادب جي تاريخ جي ڪتابن ۾ پڻ ٻين شاعرن جي ڀيٽ ۾ تمام مختصر ذڪر صوفي صاحب جو ڪيو ويو آهي.

مٿي صوفي صديق فقير جي سوانح ۽ ڪلام مختصر طور بيان ڪئي ويئي، جنهن مان معلوم ٿيو ته صوفي صاحب جهڙي عظيم بزرگ ۽ شاعر هستي تي تمام گهٽ ڪم ٿيو آهي جيڪڏهن مان چوان ته اهو ڪم نه هجڻ برابر ٿيو آهي ته وڌاءُ نه ٿيندو ڇاڪاڻ ته تقريباً 171 سال گذري وڃڻ باوجود اڃ تائين سندس مڪمل سوانح ۽ مڪمل رسالو شايع نه ٿئي سگهيو آهي جيڪو نهايت ئي افسوس ناڪ عمل آهي. اسان جي عملي ادبي حلقي ۽ ادارن، صوفي صاحب جي سلسلي سان لاڳاپيل ماڻهن ۽ سندن پوئين خاندان جي فردن ان سميت سيني کي ڏيندس ته آخر اهڙي عظيم هستي تي هن وقت تائين ڪم ڇو نه ٿيو آهي؟

بحر حال وڙي به وقت نه ويو آهي اڃا به انهن مان اميد ڪجي ٿي ته هن عظيم هستي ڪلم ڪٺي جدوجهد ڪندو ۽ ڪو وري ان ڪم کي ڇاپائڻ لاءِ قدم کڻندو ته جئين شاهه لطيف جي سطح جي شاعر صوفي صديق فقير جو پيغام عوام الناس تائين پهچي سگهي.

آءٌ انهيءَ لاءِ صوفي صديق فقير تي تحقيق ڪرڻ جو هڪ ننڍڙو قدم کنيو آهي جنهن جي ابتدا هن ڪتاب سان ڪئي آهي. جيڪو توهان جي هٿن ۾ آهي.

هن ڪتاب ۾ صوفي صاحب جي سوانح ۽ ڪلام تي جن ليکڪن پنهنجا مقالا ۽ مضمون لکيا آهن. تن جيئن صوفي صاحب تي ماڻهن کي پڙهڻ توڙي تحقيق ڪرڻ لاءِ مواد ملي سگهي.

ماضي توڙي حال ۾ لکيل مقالا ۽ مضمون ڇپيل توڙي اڻ ڇپيل هن ڪتاب ۾ شامل ڪيا ويا آهن. ان ڪانسواءِ صوفي صاحب جي خاندان ۽ طريقيت جا شجره ڏنا ويا آهن. طريقت جو شجرو ڀھريون پيرون منظر تي آندو ويو آهي جڏهن تہ نسب جو شجرو راڳ نامون تان ڪنيو ويو آهي جنهن مان غلطين کي درست ڪري ڪجهہ رهجي ويل نالا پڻ ڏنا ويا آهن.

هن ڪتاب ۾ شاعري وارو حصو نهايت ئي اهم آهي ڇاڪاڻ تہ ڀھريون پيرو صوفي صديق فقير جي نج شاعري ستاويهہ (27) سُرن ۾ آڻي ڇپائي ويئي آهي. هر سُر مان چڱي تعداد ۾ بيت ۽ صدائون ڏنيون ويون آهن. ڪجهہ " متفرقہ سنڌي ڪلام" طور ڏنيون ويون آهن. ان ڪانسواءِ سرائيڪي ڪلام پڻ ڏنو ويو آهي. صوفي صاحب جي شاعري ۾ ڀھريون پيرو اڻ ڇپيل ڪلام کي بہ شامل ڪيو ويو آهي. جن ۾ اڪثر صدائون ۽ ڪافيون شامل آهن خاص طور متفرقہ سنڌي ڪلام ۽ سرائيڪي شاعري ۾ نئون اڻ ڇپيل ڪلام موجود آهي، جيڪو قلمي نسخن تان ورتو ويو آهي.

صوفي صاحب جي شاعري تي مون کي گھڻي محنت ڪرڻي پئي ڇاڪاڻ تہ شاعري مختلف هندن تان ڪنيل آهي انهن مان راڳ نامو وڙهيا واڳيا واپريا، مير محمد عباسي جو قلم بند ڪيل قلمي نسخو صوفي اورنگزيب جو ڪمپيوٽر ڪمپوز ٿيل نسخو (جنهن فائينل پروف رهيل هو) آڏو رکي نئين سر ڪلام کي ترتيب ڏنو آهي. صوفي صاحب جو تحقيق ۽ تصحيح ٿيل ڪلام ڏنو آهي. اها تحقيق ۽ تصحيح ۾ پڻ ڪئي آهي، ڪو ڪتاب يا نسخو اهڙو نہ هو جنهن ۾ صوفي صاحب جو مڪمل ۽ نج ڪلام هجي.

انهي لاءِ ڪجهہ شيون ڪنهن ڪتاب تان تہ ڪجهہ قلمي نسخي تان ڪٺي ڪلام ترتيب ڏنو آهي. اهڙي ريت صوفي صاحب جو گهڻي ڪان گهڻو نج ڪلام ڀھريون پيرو شايع ڪيو آهي. شاعري جي پروف ريڊنگ ڪرڻ وارو مرحلو بہ ڏاڍو ڏکيو هوندو آهي جيڪو پڻ پنهنجي سر تي ڪنيو. حاضر دماغي سان هڪ هڪ لفظ کي غور سان ڏسڻو پيو. ان

باوجود جيڪڏهن ڪٿي ڪا ڪوتاهي رهجي وئي هجي تہ مهرباني ڪري ضرور آگاهہ ڪندا تہ جيئن ايندڙ ٻئي ايڊيشن ۾ درستگي ڪري سگهجي. جيڪڏهن ڪا ڳالهہ غلط لکجي وئي هجي ۽ ان سان توهان جي دل آزاري ٿي تہ مون تي احسان ڪري ان کي درگذر ڪندا ۽ مون کي آگاهہ ڪندا تہ شڪر گذار رهندس ۽ جيڪڏهن ڪتاب پسند اچي تہ پڻ ضرور آگاهہ ڪندا تہ حوصلا افضائي ٿيندي. آخر ۾ آئون درگاهہ جھوڪ شريف جي سجاد نشين بزرگ هستي حضرت قبلا سائين صوفي عطاء الله شاهہ ستاري جن جو احسان مند آهيان جن هن ڪتاب ۾ مونهنجي رهبري ۽ سرپرستي ڪئي. ۽ سندن برادر صوفي محمد وارث جن جو بہ نهايت ئي ٿورائيتو آهيان جن هن ڪتاب کي ڇپائڻ لاءِ نہ فقط حوصلا افضائي ڪئي بلڪ هر ممڪن مدد پڻ ڪئي ان کانسواءِ درگاهہ صوفي صادق فقير عمرڪوٽ جي سجاد نشين ۽ سندن خاندان جي فردن جن ۾ صوفي فتح علي، صوفي علي بخش، صوفي ظهيرالدين جن جو ٿورائيتو آهيان جن اهم قلمي نسخو جنهن ۾ صوفي صادق فقير جن اڻ ڇپيل ڪلام مليو جنهن کي هن ڪتاب ۾ شامل ڪيو آهي. صوفي اورنگزيب جن جي بہ مهرباني جن پڻ هن فقط حوصلا افضائي ڪئي بلڪ هڪ پنهنجو قلمي نسخو جيڪو ڪمپيوٽر تي ڪمپوز ٿيل هو پڻ ڏنو.

محترم جناب ڊاڪٽر محمد علي مانجهي صاحب جو پڻ گهڻو ٿورائيتو آهيان. جو پاڻ ڊائريڪٽر ثقافت ۽ سياحت حڪومت سنڌ جي اهم ۽ مصروف ترين عهدي تي ڪم ڪندي پنهنجي قيمتي وقت مان ڪجهہ وقت ڪڍي هن ڪتاب لاءِ بہ اکر لکي مهرباني ڪئي ۽ مونهنجي همٿ افضائي ڪئي.

خادم الصوفياء

اڪبر علي چانڊيو.

محمد اسلم "صابر"

# صوفي صادق شاهہ جي ثنا

تنهنجي شعرن ۾ وڏو اسرار آ صادق فقير!
معرفت جو، حق جو اظهار آ صادق فقير!

قوم جا محسن مٺا، علم و ادب جا آفتاب،
'اهر' ۾ تنهنجو سدا چمڪار آ صادق فقير!

جنهن صراحيءَ ۾ سمايل سچ جي سرهاڻ آ،
سا صراحي تو ڏني ، تمثار آ صادق فقير!

پيار جو پانڌي بلاشڪ، قرب جو تون قربدار،
شعر تنهنجو سنڌ جو سينگار آ صادق فقير!

سڪ تنهنجي آهِ "صابر" کي گهڻي صوفي سچا!
تو طفيلي منهنجو ٻيڙو پار آ صادق فقير!

# سلسلۂ طريقت

(حضور نبي ڪريم ﷺ کان صوفي صادق شاهہ رح تائين
صوفي صادق شاهہ رح کان موجوده سجاده نشين تائين)

(1)

جناب سرور ڪائنات، فخر موجودات حضرت محمد ﷺ

(2)

حيدر ڪرار وصي رسول الله حضرت علي ڪرم الله وجہ عليہ السلام.

(3)

شهيد ڪربلا، امام الشهداءِ حضرت امام حسين عليہ السلام

(4)

سيد الصابرين و امام العاشقين حضرت زين العابدين عليہ السلام

(5)

امام پنجم، انوار پيهم امام حق حضرت محمد باقر عليہ السلام

(6)

روشن ضمير حضرت امام جعفر صادق عليہ السلام (مدينہ)

(7)

حضرت موسيٰ ڪاظم ڪاظمين شريف عراق.

(8)

حضرت امام علي رضا مشهد مقدس ملڪ ايران

(9)

شيخ المشائخ حضرت معروف ڪرخي رحہ ڪرزخ، ترڪستان.

(10)

سردار السالڪين حضرت سري سقطي رحہ اصفهان، ايران.

(11)

حضرت خواجه جنيد بغدادي رحه. بغداد. عراق.

(12)

خواجه شبلي آبوبڪر رحه مڪه معظمه. عربستان.

(13)

مخدوم ابوالفضل عبدالواحد بن عبدالعزيز رحه. شهر يمن. ملڪ يمن.

(14)

حضرت ابوالفرح عبدالله طرطوسي طرطوس، مصر.

(15)

ابوالحسن علي بن محمد يوسف قريشي هنڪاري رحه. هنڪاري ترڪستان.

(16)

مخدوم ابي سعيد بن علي مبارڪ مخزومي رحه. مخزوم. مصر.

(17)

حضرت پيران پير محي الدين عبدالقادر رحه جيلاني، گيلان، عراق.

(هتان قادري طريقو شروع ٿئي ٿو.)

(18)

حضرت سيد عبدالرزاق شاه رحه. بغداد عراق.

(19)

اڪمل اوليا حضرت شهاب الدين، ملڪ روم

(20)

حضرت محمد شاه بن احمد شاه رحه مڪه معظمه . عربستان.

(21)

حضرت حسن شاه بغدادي بغداد. عراق.

(22)

حضرت محمد شاه بغدادي- بغداد. عراق.

(23)

حضرت سيد علي شاه شهر مدائن. ايران.

(24)

حضرت سيد موسيٰ شاهہ تهران، ايران.

(25)

حضرت سيد مير حسن شاهہ سرحد، شام.

(26)

سيد ابوالعباس احمد شاهہ بن مير حسن شاهہ سرحد، شام ۽ يمن.

(27)

حضرت خواجہ بهاؤالدين ابراهيم شهر بخارا، ترڪستان.

(28)

ابوالفتح شمس الدين عرف شيخ شاهي ملتان، پاڪستان.

(29)

حضرت سيد عبدالمالڪ شاهہ – بيجاپور، ڏکڻ هندستان.

(30)

حضرت عنايت الله شاهہ، صوفي شاهہ عنايت شهيد جهوڪ ميران پور، سنڌ

(31)

مخدوم سيد اسماعيل شاهہ ٺٽو سنڌ، پاڪستان.

(32)

مخدوم ابراهيم شاهہ ڊپ وارو جهوڪ ميرانپور، سنڌ

(33)

مخدوم محمد زاهد شاهہ جهوڪ ميرانپور، سنڌ.

(34)

حضرت فضل الله شاهہ قلندر، جهوڪ ميرانپور، سنڌ.

(35)

حضرت صوفي صديق فقير سومرو العروف صوفي صادق شاهہ اهر شريف عمرڪوٽ، سنڌ.

(36)

صوفي نظام الدين.

(37)

صوفي سليمان.

(38)

صوفي علي بخش اول.

(39)

صوفي نبي بخش اول.

(40)

صوفي خدا دوست فقير.

(41)

صوفي خدا بخش ثاني (موجوده سجاده نشين درگاهہ صوفي صادق فقير).

# سلسلہء نسب (خاندانی شجرہ)
# فقیر صاحب صوفی صدیق فقیر المعروف "صادق شاہ"



مولانا غلام محمد گرامي

# صوفي صادق جو مشرب ۽ سندس ڪلام

## صوفي صادق جو مشرب:

تصوف جي تاريخي ارتقاءَ "صوفي" لفظ جي تحقيق ۽ اشتقاق جي لفظي موشگافين کي نظر انداز ڪري ڏسبو تہ "صوفي" لفظ مشرب ۽ مسلڪ جي لحاظ سان، توڙي روح ۽ معنيٰ جي لحاظ سان، توڙي نظريي ۽ عمل جي لحاظ سان فقط جهوڪ شريف جي بزرگن استعمال ڪيو آهي.ان سلسلي ۾ جهوڪ وارن صاحبن جي ڪمالات ۽ مقامات عاليہ جو ايترو تہ بلند مقام آهي. جو لفظ "صوفي" چوڻ سان توجهہ ۽خيال جهوڪ وارن بزرگن ڏانهن وڃي ٿو.

صادق فقير اصل ۾ ان صوفي لقب ۽ نسبت جو ترجمان آهي. سندس ڪلام حضرت شاه شهيد عليہ الرحمة ۽ سندس اعمال ۽ نظريات جي شرح آهي ، "صوفي" هو ۽ اسم يا مسميٰ هو.

صادق فقير جو هڪ بيت لکي ٿو لهي.

جيڪي آهي اڄ، سيان<br>
ناهہ "صديق" چئي،<br>
واڇي وانگر وڄ، مٿي ڪي<br>
مرلي ڪري،

ان موجب، صوفي "ابن الوقت" نہ پر "ابوالوقت" آهي.

## صوفي صادق جو ڪلام:

هڪ صوفي ۽ لاڪوفي هئڻ جي حيثيت سان، صوفي صادق فقير جو ڪلام سنڌ جي، صوفي شاعرن ۾ ممتاز حيثيت رکي ٿو. سوز ۽ گداز ناز ۽ نياز جمال ۽ جلال جي

وجد آور ڪيفيت جي پالوٽ، فقير صاحب جي فن ۽ ڪلام کي سه آتشہ ڪري ڇڏي
آهي. فقير صاحب جو فن ڪلاسڪي فن جو تعريف لائق شاهڪار چئي سگهجي ٿو
فقير صاحب بيت ۽ وائيءَ جي وسيع دامن کي پنهنجي فني شهپارن سان مالا مال ڪري
ڇڏيو آهي. ان ڪان سواءِ سندس ڪلام سنڌ جي راڳداريءَ جي فن سان پڻ تعلق رکي ٿو
اهو ئي ڪارڻ آهي جو سندس ڪلام سنڌ جا صوفي فقراءَ، ميلن ۽ محفلن ۾ لطيف
سچل جي ڪلام سان گڏ ڳائين ٿا.و

جدائي ڪيفيات جي ترجماني روحاني جذبات جي فراواني، فقير صاحب جي
ڪلام جي اهم علامت آهي. بي ساختگي ۽ فني پختگيءَ جي ڪري، ڪلام ڇڻ الها
بنجي چڪو آهي.

مولوي عبدالرحمن جمالي

# صوفي صادق فقير جي تصوف جو مختصر تعارف

الحمد لله رب العمين والعاقبة للمتقين والصلواة والسلام علىٰ خاتم النبين محمد وعلىٰ الة واصحابه اجمعين.

خالق ۽ مخلوق جو رابطو اڻ ٽٽ ۽ لازمي آهي مخلوق پنهنجي هر صلاحيت ۾ خالق جي نشاندهي ڪري ٿي. انهيء ڪري مخلوق جا ڪمالات خالق جي ڪمالات تي دال آهن.

## اشرف المخلوقات:

مخلوقات ۾ انسان سڀ کان اشرف آهي ڇو تہ سموري مخلوق انسان جي ضرورت آهي. ٻي مخلوق نہ هجي تہ انسان ناياب ٿي وڃي پر جي انسان نہ هجي تہ ٻي مخلوق تي وجودي اثر ڪو نہ پوندو جمادات هجي يا نباتات ۽ حيوانات سيئي انسان جي وجود کان سواءِ رهي سگهن ٿا.

## رهڻ غير متعارف:

سموري مخلوق انسان کانسواءِ رهي سگهي ٿي پر غير معروف نباتات پنهنجي جدا جدا اقسام رکڻ باوجود پنهنجي جدا جدا نالن، اثرن ۽ ذائقن ۽ جدا موسمن ۾ پيدا ٿيڻ کي باقي نہ رکي سگهندي.

انهي ڪري انسان سموري مخلوق کي ان جي لياقت موافق جدا نالا رکي استعمال ڪيو ۽ اجا تائين نہ حاصل ٿيڻ وارين شين کي انهن جي لياقتن موافق معين ڪري استعمال ڪندو رهندو.

انهي ڪري سموري مخلوقات جي خالق کان پوءِ سموري مخلوقات کي استعمال ڪرڻ واروءِ لياقت موافق معين ڪرڻ وارو انسان آهي ۽ انهي ڪري خليفو آهي.

## خليفي جي لياقت:

جيئن سموري مخلوق پنهنجي نالي ۽ لياقت جو تعين پاڻ نٿي ڪري ائين انسان بہ پاڻ کي پاڻ نہ ٿو سڃاڻي انهي لاءِ انسان پاڻ سڃاڻڻ لاءِ تڙپندو رهيو آهي.

انهيءَ علم پاڻ سڃاڻڻ جو نالو تصوف آهي.

تڙپڻ پنهنجو ذات طرفان ۽ پاڻ ايجاد ڪرڻ سان اهو بہ پاڻ سڃاڻڻ آهي پر صحيح ۽ غلط جو معيار باقي ڪو نہ ٿو رهي. هر هڪ هوڪو ڏيندو تہ آئون صحيح، ان لاءِ علم جي دنيا ۾ صحيح ۽ غلط جي معيار جو اصولي فيصلو ڪرڻ لاءِ روايت ۽ گواهيءَ جو درجو مقرر ڪيو ويو آهي.

استاد معيار آهي هدايت لاءِ ۽ مرشد ۽ استاد بہ دعويٰ سان ڪو نہ ٿيندا. حقيقت تڏهن مجبي جڏهن اصليت کي مڃجي جڏهن تہ تصوف باطني صلاحيتون انساني انهن کي اجاگرڪرڻ جو نالو آهي مخلوق انسان جو خالق سان تعلقات جي قيام جنهن کي احسان چئبو، انهيءَ جو نالو تصوف آهي. مالا احسان جو جواب ان تعبدو الله ڪانڪ تراه فان لم يکن تراه فانه يراڪ.

انهيءَ ڪري ان طريقي جي پانڌيئڙن عشق جي بيان ۾ سڪ جي سواري ڪڍ پاڻ موڪايو ۽ اسان جي ناري جو مور صوفي صادق فقير صديق انهن جو س موڙ هو.

اڪبر علي چانڊيو

# صوفي صادق شاهہ تي تحقيق جي ڪوٽ

## (ادبي ڪانفرنس 2009 ۾ پيش ڪيل تقرير)

الف سندي اڳ ۾، سڄي ڪونہ شريڪ،
چوڏس سڄڻ سامهان، اندر روح رفيق،
تن ۾ جو تحقيق، سو سڄاتو سپرين.

قابل احترام مهمان حضرات ۽ معزز سامعين! اسلام عليڪم.

سنڌ ۾ سنڌي ماڻهن کي صوفي بزرگن ذريعي گهڻو شعور مليو. انهن بزرگن پنهنجي آستاني تي ويهي، توڙي اتان ٻاهر نڪري عوام الناس کي سجاڳي جو سڏ ڏنو. ڪين محبت ۽ امن، هيڪڙائي ۽ سچائي، جدوجهد ۽ قرباني وغيره جهڙا گڻ پيدا ڪرڻ لاءِ هميشہ اتساهيو ۽ ان لاءِ انهن پهريون پاڻ عمل ڪري ڏيکاريو. اهوئي سبب آهي جو وڏي تعداد ۾ ماڻهو سندن تعليمات کان متاثر ٿيا. اهڙين عظيم هستين مان صوفي شاهہ عنايت رحہ ۽ سندس خاندان جي بزرگن کان لاتعداد ماڻهو متاثر ٿيا. سندس فيض سنڌ توڙي سنڌ کان ٻاهر پري پري تائين پکڙجي ويو. صوفي شاهہ عنايت روحاني فيض جو درياهہ هو جتان وڏي تعداد ۾ اڃايلن پنهنجي اڃ اجهائي. انهن مان صوفي صديق فقير المعروف ”صادق شاهہ“ بہ هڪ هو.

**معزز سامعين!**

جيئن تہ صوفي صديق فقير جو نالو مون پهريون ڀيرو درگاهہ جهوڪ شريف تي تڏهن ٻڌو جڏهن آءٌ پهريون ڀيرو ميلي جي موقعي تي 1992ع ۾ ويو هوس، اتي درگاهہ جي ورانڊي ۾ ولي عهد درگاهہ جهوڪ شريف جي سرپرستي ۾ بنا سازن جي سماع ٿي رهيو هو جتي فقير راڳ نامو پڙهي رهيا هئا. اتي راڳ نامو ٻڌو مون سمجهيو تہ هي شاهہ لطيف جو ڪلام پڙهي رهيا آهن. پر گهڻن بيتن ”صديق چئي“ ۽ ”صادق“ تخلص طور اچي رهيو هو. سماع بعد مون معلوم ڪيو ۽ خبر پئي تہ صوفي صديق فقير سومرو عمرڪوٽ جو تمام وڏو بزرگ ۽ صوفي شاعر ٿي گذريو آهي. جنهن کي ”صادق شاهہ“

نالي سان ياد ڪيو ويجي ٿو. هو درگاهہ جھوڪ شريف جي مشهور بزرگ هستي صوفي فضل الله شاهہ قلندر جن جو وڏو خليفو هو. درگاهہ جھوڪ شريف تي صوفي شاهہ عنايت شهيد جي ميلي دوران سجاده نشين جي موجودگيءَ ۾ شام واري محفل سماع جي ڪچهري ۾ شفيع فقير جي وڻندڙ آواز ۾ صوفي صديق فقير جو من موهيندڙ ڪلام ٻڌو، جنهن کان پوءِ خبرپئي تہ صوفي صديق فقير جي شاعري، شاهہ لطيف جي شاعري جي سطح جي آهي ۽ مون سندس ذاتي زندگيءَ جي باري ۾ مختلف فقيرن کان ڪافي روايتون ٻڌيون، جنهن ڪافي مان صوفي صاحب جي شخصيت کان متاثر ٿيس. ان کان پوءِ مون کي صوفي صاحب جو ڪلام ڇپيل توڙي اڻ ڇپيل پڙهڻ جو شوق پيدا ٿيو پر افسوس جو فقير صاحب جو ڪلام مونکي هٿ نہ آيو. ڪجهہ عرصي کان پوءِ شاهنواز لائبريري لاڙڪاڻي ۾ ويڃڻ ٿيو جتي اچانڪ منهنجي نظر "راڳ نامو" نالي ڪتاب تي پئي جيڪو فقير صاحب محمد صديق جو هو. ان وقت مونکي تمام گهڻي خوشي ٿي. مون پورو ڪتاب اتي پڙهي پورو ڪيو ۽ ڪجهہ بيت ۽ صدائون پنهنجي تي اتاريون. ان کان پوءِ 2001ع ۾ ڪيڊٽ ڪاليج سانگهڙ ۾ خان محمد ماڇي سان ملاقات ٿي جنهن ڪتاب "وڙهيا واڳيا واپريا" جو ذڪر ڪيو. مون کي ڏاڍي خوشي ٿي تہ ڪو صوفي صادق شاهہ تي ڪتاب ڇپيو آهي. مون چيومانس تہ مهرباني ڪري مون ڏانهن اهو ڪتاب جلد کان جلد ڏياريو موڪلجو جنهن کان پوءِ اهو ڪتاب مونکي مليو ۽ پڙهي بي حد خوشي ٿي ۽ پسند آيو. ان ڪتاب مونکي صوفي صاحب بابت گهڻي ڄاڻ ڏني.

ناظرين! ان سڄي ڳالهہ ڪرڻ جو مقصد تہ صوفي صديق فقير جي زندگي ۽ شاعري بابت ڄاڻ کان اسان محروم رهيا آهيون ۽ بنيادي طور تي صوفي صديق فقير جي زندگي ۽ شاعري تي محترم جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۽ محترم جناب راڄ محمد پلي جن کي جس هجي جن تمام سنو ڪم ڪيو ۽ فقير صاحب جي شخصيت ۽ شاعري کي عوام الناس ۾ متعارف ڪرايو. انهن جي ڪري ئي اڄ فقير صاحب جي زندگي ۽ شاعري بابت ٿورو گهڻو ڄاڻون ٿا. اهي ٻئي ڪتاب مون کي ڪنهن نہ ڪنهن طريقي سان ملي ويا پر اهي عام طور بوڪ اسٽالن تي موجود نہ آهن، جنهن ڪري مخصوص ماڻهن تائين اهي ڪتاب پهتا آهن.

معزز سامعين! افسوس جو هن عظيم صوفي شاعر تي تحقيق نہ هجڻ برابر ٿي آهي. محترم جناب غلام محمد گرامي صاحب کي بہ شايد صوفي صاحب جي شاعري نہ ملي سگهي جوسندس ڪتاب "مشرقي شاعريءَ جا فني قدر ۽ رجحانات" ۾ فقط صادق شاهہ جو هڪ بيت ڏئي سگهيو آهي. جڏهن تہ هين جا ڪافي بيت ڏنا اٿن. پر پاڻ صوفي صاحب جي شخصيت ۽ شاعري کان بي حد متاثر رهيا. جو پاڻ فرمايائون تہ صوفي صادق شاهہ جو هڪ ئي بيت لکي لهي، جيڪو هن طرح آهي تہ:

اللہ اوراهون ڇڏي، پنڌ پراهين پيا.
بنا نالي سپرين، اجا ڪي پيا.
واڪيندا ويا، "صادق" پڏيو سندرا.

معزز سامعين! صوفي صاحب جي شخصيت ۽ شاعري بابت سندن مريد ۽ عقيدتمند ۽ صوفي شاهہ عنايت شهيد جي سلسلي سان تعلق رکندڙ ماڻهو ئي تورو گهڻو ڄاڻن ٿا، پر اهي بہ مڪمل شاعري پڙهڻ کان محروم آهن. باقي سنڌ توڙي سنڌ کان ٻاهر رهندڙ سنڌي ماڻهو افسوس جو سندن نالي کان بہ واقف نہ آهن. ان ۾ گهڻي قدر قصور وار سندن سلسلي جا ماڻهو ۽ علم ادب سان لاڳاپيل اديب ۽ ادارا آهن جن سندن شخصيت کي عوام الناس ۾ متعارف ڪرائڻ لاءِ ڪو علمي ۽ ادبي ڪم نہ ڪيو آهي.

معزز سامعين ڪرام! پر هاڻي بہ وقت آهي تہ صوفي صاحب جي شخصيت کي عوام الناس ۾ متعارف ڪرائجي. ان لاءِ ٿيو نہ تہ فقط هر سال هڪ ڪتاب صوفي صاحب تي ڇپرائي پڌرو ۽ هن ريت ادبي ڪانفرنس ڪرائي وڃي تہ انشاء اللہ سنڌ جا ماڻهو ائين نہ چوندا تہ صوفي صديق فقير ڪير هو ۽ ڪٿان جو هو.

آخر ۾ مان محترم جناب صوفي فتح علي صاحب کي مبارڪ ڏيندس جنهن سان بزم ادب صوفي کي وري حرڪت ۾ آڻي ان جي پليٽ فارم تان هي ادبي ڪانفرنس ڪوٺائي آهي. اميد ٿي ڪجي تہ اهو سلسلو جاري رهندي.

پڙهڻ ات پورو ٿيو جتي ويو وجود.
ريءَ سجدي سجود، سيوئي سبحان ٿيو.

مهرباني.

صوفي اورنگزيب

# صوفي صادق شاهہ رح جو فڪر

صوفي شاهہ عنايت شهيد ڪي صوفين جو سردار چيو وڃي ٿو. سندن ولادت هجري سنہ 1066 ۾ ٿي ۽ سندن شهادت هجري سنہ 1130 تاريخ 17 صفر تي ٿي. مختلف قلمي نسخن ۽ سينہ بہ سينہ روايتن موجب سندن عمر 63 سال ٻڌائي وڃي ٿي. جيڪا درست آهي. ولادت کان سندن شهادت تائين جا پهريان ٻارنهن سال جيڪي پاڻ ابتدائي تعليم هيٺ ميرانپور ۾ گذاريا. باقي جا ايڪونجاهہ سال جن مان هڪ سال مرشد جي تلاش ۾ نڪري ملتان ۾ شيخ شمس الدين شاهي القادري جي خدمت ۾ گذاري. شيخ شاهي قادري جي سونهين ڪرڻ بعد بيجاپور ۾ حضرت شاهہ عبدالملڪ جيلاني جن جا دست بعيت طالب ٿيا. ان بعد باقي پنجاهہ سال رياضتن. مجاهدن ۽ حق تعالي جي طالبن کي حق سان واصل ڪرڻ ۾ گذاريائون.

سندن سموري حياتي ۾ خاص طور تي مرشد جي تلاش ۾ نڪرڻ کان وٺي شهادت تائين سندن ذات صوفي فڪر جومڪمل نمونو آهي. اسم الاهي جي ذڪر جا اهي ڏيا جي پاڻ طالبن جي قلب ۾ روشن ڪيائون. انهي اسم اعظم جي ذڪر جي روشني جي وسيلي انهي سلسلي ۾ سوين طالب واصل باالله ٿي اولياءِ الله جون منزلون ماڻي چڪا آهن. انهن اوليائن جون هند سنڌ کان وٺي ايران تائين درگاهون اڄ بہ حق جي طالبن جي رهنمائي ڪري رهيون آهن. انهن بزرگن جون حياتيون. صوفي فڪر جي اپٽار آهن.

علمي طرح سان صوفي شاهہ عنايت شهيد جي فڪر کي سمجهڻ لاءِ انهن باڪمال صوفين جي سوانح ۽ ڪلام تي غور ويچار ڪرڻ سان ئي سندس فڪر کي حقيقي معنيٰ ۾ سمجهي سگهجي ٿو.الله وارن جي حقيقت کي هڪ تہ الله ۽ ٻيو اهي خود ڄاڻن ٿا. اسان عقل جي واٽ سان انهي فڪر کي سمجهڻ جي ڪوشش هتي ڪنداسين. مگر حق وارن جي حال جي ڄاڻ عقل ۾ اچي ئي ڪانہ. پر سندن ظاهر ڪيل حال کي محسوس ڪرڻ جي ۽ سمجهي سگهڻ جي ڪوشش ڪري سگهجي ٿي.

سڀني کان پهرين حال جي اصطلاح تي غور ڪجي تہ جنهن کي صوفي حال چون ٿا. اهو آهي ڇا؟ جئين هر ماڻهو تي خوشبوءِ جو احساس تاثر ڇڏي ٿو.جئين هوا محسوس

ٿئي ٿي .جئين گل جو احساس تازگي جي ڪيفيت پئدا ڪري ٿو. جيئن مختلف قسمن جا نشہ مختلف قسمن جا سرور ، بيخوديون ۽ بي هوشيون طبيعت ۾ پيدا ڪن ٿا. جيئن جسم کي پهچندڙ ضرب. سور جو احساس اپاري ٿي پوءِ انهي ۾ شدتون بہ اچن ٿيون انهن سيني شين تي جڏهن غور ڪجي ٿو تہ .اهو معلوم ٿئي ٿو تہ .ماڻهو جي طبعيت تي پوندڙ بيروني اثرن توڙي اندروني اپارن جي نتيجي ۾ انسان تي مختلف ڪيفيتون طاري ٿين ٿيون. ۽ انهن حالتن کي انسان پنهنجي طبعيت ۾ پوڳي ٿو. اهڙي ئي طريقي سان ڪنهن بہ ماڻهو جو ڪنهن کي چاهڻ بہ هڪ احساس ئي آهي، بيشڪ عقل انسان جي اندر ۾ اٿندڙ انهن احساسن ۽ حالتن تي حاڪم آهي، مگر ڪڏهن ڪڏهن انهن احساسن جون شدتون ايتريون تہ وڌي ٿيون وڃن جو عقل ۽ سمجهہ مفلوج ٿيو پون ۽ انهن حالتن جي پوڳنا ۾ ماڻهو بيوس، بيخودءِ بيهوش ٿيو پوي ۽ اها بيخودي ۽بيهوشي جي حالت انسان جي جسم تان عقل۽ سمجهہ جو ضابطو ختم ڪريو ڇڏي پر هڪ ماڻهو جي ڪري ٻيو ماڻهو انهن حالتن جي پوڳنا ائين جو ائين پوڳي اهو ممڪن نہ آهي. جيستائين ڪيس پنهنجي طبعيت ۽ اندر ۾ انهن پوڳنائن کي پوڳڻو پوي ۽ اهڙي حالتن هيٺ رهڻو پوي. انهي مان اها ڳالهہ تہ چٽي ثابت آهي تہ انساني اندر جون اهي پوڳنائون ۽ حالتون انسان جو اجتماعي نہ پر انفرادي مشاهدو آهي. جيئن تہ عشق ٿيڻ کي ڪو سبب نہ گهرجي تيئن جڏهن بنا سبب جي ڪنهن انسان ۾ حق تعالي جي محبت يا مرشد جي محبت ڪيس وصل ، وڇوڙي جي سرور ۽ درد واري حالتن ۾ آڻي بيهاريندي آهي تہ الله وارا ان حالت کي ان انسان جو 'حال' چوندا آهن. پوءِ جڏهن ڪنهن سونهين جي رهنمائي سان ماڻهو جو باطني سفر شروع ٿئي ٿو. انهي باطني سفر دوران انسان جي اندر تي مختلف حالتون رهن ٿيون جن کي منزلون پڻ چئي سگهجي ٿو. ۽ انهن مختلف حالتن جي دوران مرشد ئي اهو ذريعو آهي جيڪو انهي شخص جي باطني رهنمائي ڪري حق تعالي جي سڪ ۽ محبت جي انهي سفر ۾ ايندڙ مشڪلن مان ڪيدي پار ڪرائي ٿو. اهو تہ بلڪل طئہ آهي تہ ڪنهن بہ ماڻهو جو اهو سمورو سفر حق تعالي جي ڪرم سان ئي شروع ٿئي ٿو. ٿورن لفظن ۾ جي ڳالهہ ڪجي تہ فنا کان بقا ڏانهن سفر ئي صوفي جو مقصد. مسلڪ ۽ فڪر آهي.انهي سفر جو ذريعو فقط ماڻهو جو اندروني سفر آهي ،

صوفي عشق جون تي حالتون بيان ڪري ٿو. جنهن جو مثال هن طرح تہ پهرين حالت جيڪڏهن پرندڙ باهہ جي چيري تي پاڻي وجهجي تہ اها پرندڙ باهہ وسامي وڃي. جنهن لاءِ عشق مجاز جيڪو عارضي آهي تنهن کي چاڻائي سگهجي ٿو. ٻئي حالت جيڪڏهن پرندڙ باهہ جي چيري تي پاڻي وجهجي تہ اها باهہ بہ نہ وسامي ۽ پاڻي بہ وجود نہ وڃائي جيڪا عشق حقيقي جي حالت چاڻائي سگهجي ٿي. ٽئين حالت انهي عشق جي آهي جيئن پرندڙ باهہ جي چيري تي پاڻي وجهجي تہ باهہ جو چيرو موجود رهي مگر پاڻي پنهنجو وجود وڃائي ويهي.

آهيان آگ ازل جي، ڪنهن سان جلايان جيءَ،
پاڻي ڪي آهي ڊپ پڏڻ جو چيري لڳڙو سيءَ
اسين آيا سين اتهين، جت رات نڪو هو ڏينهن.
صادق سڪ سپرين جي، پاڻڙهون پاڻهي پيءَ

(صوفي صادق شاهہ)

مٿئين سٽن تي غور ڪجي ٿو تہ ڳالهہ ڪا ٻئي جهان جي لڳي ٿي جيڪا عقل ۽ سمجهہ کان بلڪل نرالي آهي مگر انهن سٽن ۾ بيان ڪيل حالتون حق جي طالبن تي گذرن ٿيون جن کي ڪو انهي راهہ جو راهي چاڻي سگهي ٿو انهن جي بيان ۾ اها ڳالهہ ملي ٿي تہ سندن سفر جي دوران وقت بوقت مٿن مختلف حالتون گذرنديون رهيون آهن. ۽ انهن حالتن ۾ مرحلي وار پڻ تبديلون ايندي‌ون رهيون. انهن حقيقتن جو بيان صوفي فضل الله شاهہ قلندر عرف "داتا شاهہ قلندر" ۽ سندس طالب صوفي صديق محمد المعروف صوفي صادق شاهہ جي وچ ۾ ٿيل حال جيڪو صوفي نور الله شاهہ مختلف پنن تي دستخط ڪري "درد نامي" جي عنوان سان محفوظ ڪيو آهي. اهو نثري دستخط جيڪو صوفي نور الله جن ان وقت قلمبند ڪيو جڏهن صوفي صادق شاهہ پنهنجو حال پنهنجي مرشد صوفي فضل الله شاهہ "داتا شاهہ قلندر" سان روبرو ڪري رهيو هو. ۽ ان ئي وقت صوفي نور الله شاهہ جن مختلف ٽڪرن تي لکندا ويا جو بعد ۾ پاڻ ڪتابي صورت ۾ لکرائي محفوظ ڪرايو ۽ ان کي عنوان درد نامون ڏنو. ان مان ڪجهہ اقتباسات هيٺ ڏجن ٿا.

درد نامي جي ترتيب ڪجهہ هن طرح آهي جو انهي کي پڙهڻ سان معلوم ٿئي ٿو تہ اها ڪا ڳالهہ ڪيل آهي جنهن کي لکيو ويو آهي، جڏهن تہ صوفي صادق شاهہ جي سوانع عمري مان ڪٿي ان ڳالهہ جوثبوت نٿو ملي تہ پاڻ فارسي ڳالهائي سگهندا هئا.ان ڪري اهو گمان گذري ٿو تہ اها ڳالهہ ڪئي سنڌي ۾ وئي آهي مگر تحرير فارسي ۾ ڪئي ويئي آهي .۽ وري فارسي تان سنڌي ۾ ترجمون ٿي اسان وٽ پهتي آهي.درد نامي جي شروعات هن طرح سان ٿئي ٿي تہ، " جهڙي طرح هن ڳالهہ لاۓ مرشد جو حڪم آهي تہ، ڳالهائڻ کان ماٺ ڪر، اسرار جو پڌرو ڪرڻ ڪفر آهي. جيڪڏهن ماٺ ٿو ڪريان تہ چڻ، زهر ٿو پييان ۽ جي درد ٿو لڪايان تہ مثل ميڻ جي ٿو پگهران ۽ ديڳ جي ٺهڪڻ وانگر ٿو ٺهڪان. جي لاچار ٿي، ذرو ڪنهن ماڻهو سان پڌرو ڪريان ٿو تہ اهو نہ ٿو سمجهي ۽ درد وڌيڪ وڌي ٿو وڃي. جيڪڏهن هي نڌڪي ڦٽيل دل عشق جي واسينگ جي ڏنگيل دانهن ٿي ڪري ۽ اندر جي آگ کان جي وڏو شوڪارو ٿو پريان تہ هي خلق ياڻي ٿي، تہ هي اولاد، مال، ملڪ، ماڻتن ۽ احبابن لاۓ ڪري ٿو. پر منهنجو حال اهو آهي تہ مون کي، ڪڙم قبيلو ڪڏهن خواب ۾ بہ ياد نہ آيو."

مٿئين اقتباس مان ماڻهو جي ظاهر ۽ باطن جو حال پڌرو ٿئي ٿو. جيڪو طالب تي گذرندڙ حالت جو منظر آهي.

" حال اهو ٿو گهرجي تہ خود کي فنا ڪرڻ جو سعيو ڪرين. جنهن هنڌ تون نہ آهين اتي حق آهي، ڇو تہ وسيلو تنهنجو اها نيستي ۽ نہ هئڻ ۽ پاڻ کان وڃڻ آهي پر وڃڻ اهو نہ تہ، سمجهين تہ جڏهن آئون وڃان تہ باقي ڪير رهي ۽ ڪير ڏسي بلڪ وڃڻ ان جي مثل تہ جڏهن رات تارن پري سج جي اڀرڻ سان روشني جي شعاع جي ڪري نظر نہ ٿي اچي جيتوڻيڪ هئڻ رات جو باقي آهي پر سوجهري هيٺيان فاني ۽ محو آهي. اهڙي طرح منجهہ هئڻ حق جي هئڻ تنهنجو لڪل هوندو. جو هن شڪار منجهہ پاڻ شڪار ٿيڻ آهي."

وحدت الوجود جو فنايت جو فلسفو مٿئين اقتساب ۾ نهايت ئي سولي طريقي سان بيان ڪيل آهي تہ انسان دنيا ۽ معاشري ۾ پنهنجو مڪمل وجود رکندي پنهنجي باطن ۾ پوري سچائين سان حق تعالي جي يانهپ ۾ غرق آهي. هڪ ئي وقت ظاهر ۽ باطن جون اهي ٻئي حالتون روا رکڻ انتهائي مشڪل آهن مگر ناممڪن نہ آهي.

” اي درد وارا هزارين هزار هوشيار جي عشق جي گهٽي ۾ آيا تہ ڏاهپ انهن جي هٿن مان تير جي ڪمان مان نڪرڻ مثل نڪري وئي. ۽ خبر ڪان بي خبر ۽ هستي پنهنجي ڪان ناپيد ٿيا.“

پنهنجي باطن ۾ هستي ڪان ناپيد ٿيڻ فنا ٿيڻ ڪي چيو ويو آهي جيستائين انسان عقل سان هلي ٿو تيستائين عشق جي آگ ڪان واقف نہ ٿو ٿئي مگر جي عشق جو واسينگ ڏنگي وجهي تہ ماڻهو پنهنجي هستي ڪان بي خبر ٿيو پوي ۽ پنهنجي مطلوب ۾ مستغرق رهي ٿو اها ئي فنائيت جي حالت آهي.

” ۽ قسم الله جو تہ منهنجي يقين ۽ پڪ ۾ آيو تہ جيڪڏهن مرشد مون کي حاصل نہ ٿئي ها تہ بي خدا ۽ مردار ٿي مئس ٿي. پوءِ احسان جو مرتبو تنهن مرشد جو ڏٺي تعالي جي احسان ڪان وڌيڪ ٿو ڄاڻان ۽ ڳڻيان جي چون تہ اهو احسان مرشد جو پڻ خدا جي خواهش موجب آهي تہ اهو پڻ سچ آهي. پر جڏهن مرتبو مرشد جو ڏٺي تعالي وٽ تمام وڏو هو تڏهن پهريان ئي مون کي مرشد جي خدمت ۾ سڳورو ڪري پوءِ ساڻ وصال پنهنجي پهتل ڪيائين. تڏهن حق ۽ حقيقت مون تي ثابت ٿي.“

تصوف جي هن سلسلي ۾ مرشد جو مرتبو مٿيئن فلسفي سان متعين ڪيو ويو آهي ٿو. مٿيئن اقتساب مان حق جي حاصل ٿيڻ جي اهميت ۽ ان حاصلات جي وسيلي کي عشق جي جن انتهائن تان ڏنو ويو آهي سو عيان آهي.

” سمجهيم تہ پير منهنجو زمين ۽ مٿو منهنجو آسمان آهي جيڪي آهيان سو آئون آهيان ۽ آئون هئس ۽ آئون هجان. ۽ ڪانهي ڪا شيءِ ٻي مگر آئون آهيان. جو نپائيندڙ ٻنهي جهانن جو آهيان ۽ سڀ شئي مونکي ٿي چوي، هائو تون خالق اسان جو آهين، اسين سڀ خلقيل تنهنجا ۽ تنهنجي رد ۽ قبوليت جي قيد ۾ آهيون. ۽ جي اک ٿو ڏڪيان تہ ذرو پرزو پاڻ منجهہ موجود مقدار داڻي اهر جي نظر ۾ ٿو اچي، ۽ اک ڪولڻ وقت پاڻ کي سيني منجهہ ٿو ڏسان بلڪ منجهہ ماضي ۽ حال ۽ مستقبل، چڱون بڇڙو ڪم، صادر ٿيل مون ڪان ٿو ڏسان.“

”منجهہ شهود چوٿين جبروتي جي ڏنم تہ منجهہ اک ڪل موجودات خواه ماڪوڙي جي اک منجهہ ذرتي اپ سميت ماپي آهي. ۽ سڀ شين ڪان نباتات ۽ حيوانات ڪان 'آواز تہ آئون آهيان خدا ۽ آئون آهيان نبي' اهو ٿو ٿئي ۽ جي منجهہ وجود تنهن

ماڪوڙي جي وجين ماڪوڙي ڏسان تہ حقيقت ۾ سچ تا چون بلڪ منجهہ هر ڪنهن عضوي ڪي ڏرتي اپ هيو هيو. ۽ منجهہ انهي حال ڏسڻ نورن جو مثل دريا دريا لهر لهر سج ڪان روشن ڳاڙهو سائو ڦڪو ڏاڍو چڱون سڀ ڪنهن طرف ۽ سڀ ڪنهن پاسي چوڌاري اهڙو هو جو رخنو وار جيترو بہ نہ هو. تڏهن دل ۾ چوان تہ جيڪو لقاءَ تا چون سو اهو آهي. ۽ منجهہ حيرت قدرت جي ۾ پيس تہ سڀ شيءِ پاڻ ڪي اثبات تي ڪري! ڪانءَ ٿو چوي ڪانءَ ڪانءَ ۽ اُٺ ٿو چوي آنءَ ۽ ڪڪڙ ڪڪوڙو ٿو. اهڙي طرح هر وجود اندر نالو پنهنجو وٺي پاڻ کي اثبات ٿو ڪري. انهي طرح هر ڪنهن وجود ۾ پنهنجو نالو وٺي پاڻ ڪي ثابت ٿو ڪري جيڪڏهن حق جون صفتون ڳولهيان تہ پڻ هر ڪنهن شيءِ ۾ ثابت ۽ پڌريون آهن."

مٿيئن بيان ڪيل حقيقت جي منظرن ڪي اڳتي اچان بہ وڌيڪ کولي پڌايو ويو آهي. تنهن بعد انهي ڳالهہ جو اختتام هئين ٿو ٿئي تہ

" جيڪڏهن آئون پاڻ مطلوب ۽ ذڪر ڪيل آهيان تہ ذڪر ڪير ڪري هن جاءِ تي ذڪر فڪر فاني آهي شايد اسرار بہ اهيو آهي. جيڪو پيغمبرن ڳجهو رکي خلق وٽ پڌرو نہ آندو. ۽ هن وقت وري دل ۾ چيم تہ جيڪڏهن مون کي هن حد تي ذڪر پهچايو آهي تہ. پوءِ ذڪر ڇڏڻ نہ گهرجي. انهي سببان ذڪر سان مشغول هئس تہ ڪنهن ساعت ساڻ وسيلي انهي ذڪر جي منهنجي هستي جو پردو دفعہ ٿيو ۽ حجاب لٿو تہ سمجهيم تہ اهي مڙئي صفتون معشوق جون هيون پر معشوق نہ هو."

فقير تي گذرنڊڙ اهي حالتون ئي دراصل فقير جو سفر آهن انهي سفر ۾ فقير پنهنجي نفس جا اڻ ڳڻيا تماشا ڏسي ٿو انهي جي نتيجي ۾ انساني عقل ۾ نہ ايندڙ شين تي قدرت حاصل ڪري وٺي ٿو انهن حالتن ڪي بہ فقير پنهنجي منزل نہ ٿو ڄاڻي پنهنجي هادي جي رهنمائي سان جهد ۾ رهي ٿو. اهو ئي حق ڪي حاصل ڪرڻ جو ذريعو ۽ طريقو آهي جنهن سان فقير حق جي منزل ماڻي ٿو فقير جڏهن ڄاڻڻ جي منزل ڪي رسي ٿو تہ ماضي حال ۽ مستقبل جا سڀ پردا دفعہ ٿيو وڃن.

جوڳي جڳ سنيري، زمين، زمن، اپ نہ تارا.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

# فقير صاحب محمد صديق: صوفي صادق شاهہ

فقير صاحب صديق رحہ شاهہ عبداللطيف جي وفات (1165 ھ) کان پنج سال پوءِ 1170 هجري (1756ع) ۾ ڄائو. فقير صاحب جي زندگي جو سربستو احوال، خاص طرح سندس اوائلي زندگي جو تفصيلي احوال اڃان تحقيق طلب آهي[1] فقير صاحب جو قبيلو سومرن جي مشهور پاڙي "متو" مان هو جيڪي غالبن سنڌ جي سومرن حڪمرانن جي اولاد مان آهن. فقير صاحب جي پنهنجي پري جي روايت هن طرح آهي: فقير صاحب محمد صديق بن ميان دين محمد بن جلال الدين بن سعيد فقير بن محمد اسماعيل بن اسحاق بن محمد بن پين؛ بن معروف بن متو بن دودو پهريون بن پين؛ بن دودو پيو بن خفيف بن ڪارو دودو بن پونگر راء بن سومر راء عرف سومرو.

فقير صاحب سنڌ جي ٽالپور اميرن جي اوائلي حڪومت واري دور ۾ جواني جي پور ۾ آيو. سندس ڪلام ۽ تصنيف مان اندازو ٿئي ٿو تہ وقت جي رواج موجب کيس قرآن شريف ۽ فارسي جي مڪتبي تعليم سٺي ملي. پر هي نوجوان سرڪش ٿي ساماٽو ۽ ڏاڙا هنيائين ۽ ڏاڍ مڙسي ۾ نالو ڪڍيائين. غالبا چاليهن سالن جي عمر کان پوءِ جواني جي موٽ بعد سندس طبيعت فقيري ڏانهن مائل ٿي. سندس وڏا اڳ ئي فقيري حال وارا هئا: سندس ڏاڏو فقير جلال الدين، شاهہ عنايت شهيد جو مريد هو پر سندس والد فقير دين محمد، بلڙي وارن بزرگن جو مريد ٿيو. فقير محمد صديق وري "ميران پور" جي درگاهہ ڏانهن موٽ کاڌي، جتي کيس خاص الخاص فيض صوفي فضل الله شاهہ قلندر کان مليو جنهن کيس ڏها ڪيايا ۽ مجاهدا ڪاٽايا، جن سندس اندر کي اڄاري اڇو ڪيو. هو اڳئي همت ۽ حوصلي وارو هو پر هاڻي سندس ڏاڍ مڙسي ۽ سرڪشي، سلوڪ ۽ طريقت وارن مجاهدن ۽ پنهنجي نفس سان مقابلن ۾ بدلجي وئي. فضل الله شاهہ قلندر جي سجاده نشيني وارا پندرهن سال فقير صاحب جا غالبن

[1] فقير صاحب جي سوانح ۽ ڪلام بابت جناب راڄ محمد پلي جو مضمون "صوفي صادق فقير" پهرين ڪامياب ڪوشش آهي. ڏسو رسالو 'معراڻ' ڏهہ ساله نمبر (خاص 1955 _ 1965ع)، سنڌي ادبي بورڊ، حيدر آباد سنڌ.

"ميران پور" ۾ مرشد جي حاضري ۾ گذريا ۽ انهي عرصي ۾ فقير صاحب پنهنجي نفس سان ڪا وڏي ڪامياب جنگ جوٽي، جنهن جو عڪس "سر ڪيڏاري" ۾ نظر اچي ٿو.

سنہ 1243 ھ (1827ع) ۾ سندس مرشد صوفي فضل الله شاهہ قلندر وفات ڪئي. فقير صاحب جي لاءِ هي هڪ وڏو صدمو هو جنهن هميشہ لاءِ سندس دل ۾ درد جاڳائي ڇڏيو. هن صدمي کان پوءِ فقير صاحب پنهنجي مرشد واري واٽ ورتي، جيئن ڪيس وٽانئس فيض مليو هو تيئن ٻين کي انهي فيض مان بهرور ڪرڻ جو ارادو ڪيو. انهي مقصد خاطر هاڻي گهڻو وقت "ميران پور" بدران پنهنجي ڳوٺ "آهر" (موجوده ڳوٺ صوفي فقير، تعلقو عمر ڪوٽ) ۾ رهڻ لڳو جتي پنهنجي خانقاهہ قائم ڪيائين. سندس رعبدار شخصيت، ۽ ان سان گڏ توڪل، زهد ۽ عبادت ماڻهن جي دلين تي وڏو اثر ڪيو ۽ سندس مريدن جو دائرو گهڻو وسيع ٿيو. "آهر" ۾ رهڻ بعد بہ پنهنجي مرشدن جي درگاهہ "ميران پور" جي حاضري ۽ خدمت کي دائم قائم رکيائين. فضل الله شاهہ قلندر جي وڏي خليفي جي حيثيت ۾ "ميران پور" جي وڏن سجاده نشينن بہ فقير صاحب جو احترام ڪيو. حقيقت ۾ شاهہ قلندر جي وفات بعد فقير صاحب محمد صديق ئي "ميران پور" جي صوفي قادري طريقي جو اڳواڻ ٿي رهيو ۽ "صوفي صادق شاهہ" جي لقب سان مشهور ٿيو. فقير صاحب "ميران پور" جي معتقدن توڙي پنهنجن مريدن ۾ عزت ۽ احترام واري انهي اعليٰ مقام تي باقي زندگي جا ويهہ _ ٻاويهہ سال پورا ڪري، سنہ 1265 ھ (1849ع) ۾ پنهنجي ڳوٺ "آهر" ۾ وفات ڪئي. جتي سندس مقبرو آهي ۽ هر سال سندس مريدن ۽ معتقدن جو اجتماع ٿيندو آهي ۽ ميلو لڳندو آهي. فقير صاحب کي چار رزند ٿيا جن مان ٽن جو اولاد موجود آهي.[1] خود فقير صاحب جي پنهنجي خانقاهہ جي سجاه نشيني جو سلسلو پڻ هلندو اچي ٿو ۽ هن وقت صوفي خدا دوست سجاده نشين آهي. (هاڻي سندس فرزند نبي بخش سجاده نشين آهي)

فڪر ۽ فيض جون اعليٰ امانتون جيڪي فقير صاحب پنهنجي پويان ڇڏيون، تن مان ٽي موجود آهن. هڪ فقير صاحب جو پنهنجو ڪلام، ٻيو فقير صاحب جو تصنيف ڪيل "دردنامو" ۽ ٽيون سندس مرتب ڪيل هي "راڳنامو".

---

[1] ڏسو شامل شجرو

فقير صاحب بيتن ۽ واين جي صورت ۾ گهڻو ئي ڪلام چيو جيڪو سڄو محفوظ نہ رهيو آهي.[1]

صوفي فضل الله شاهہ قلندر واري دور (1229 _1243 ھ) کان غالبن اڳ تائين پوءِ پنهنجي حياتي واري دؤر ۾ فقير صاحب گهڻو ڪلام چيو. هڪ روايت موجب، شاهہ قلندر کان ڪنهن پڇيو تہ: سائين، اوهان بہ ڪو ڪلام چيو آهي؟ جواب ڏنائون تہ: ابا، اسان جو زنده رسالو صادق فقير اوهان جي اڳيان موجود آهي.[2]

سلوڪ ۽ طريقت ۾ فقير صاحب جو تصنيف ڪيل "دردنامو" خاص اهميت رکي ٿو. غالبن پنهنجي مرشد صوفي فضل الله شاهہ قلندر جي ملفوظات "ارشاد نامي" کان متاثر ٿي "دردنامو" تصنيف ڪيائين. جنهن ۾ "صوفي صادق شاهہ" واري سندس رتبي جي جهلڪ نظر اچي ٿي. "دردنامي" تائين فقير صاحب جي ڪلام جي تفصيلي جائزي لاءِ وڌيڪ مطالعي جي ضرورت آهي: في الحال اسان جو موضوع "راڳنامو" آهي. جنهن تي مختصر طور تي هيٺ روشني وڌي وڃي ٿي.

## راڳنامو:

سنڌي راڳ جي تاريخ جي هڪ خاص سلسلي، راڳ جي هڪ رسالي، ۽ آڳاٽي سنڌي ڪلام جي هڪ مکيہ ذخيري جي لحاظ سان هي "راڳنامو" خاص اهميت رکي ٿو هيٺ انهن ٽن پهلوئن تي قدري وڌيڪ روشني وڌي ويندي

(الف) راڳ جي تاريخي اهميت: هي "راڳنامو" سنڌ ۾ سماع ۽ قلبي تسڪين واري راڳ جي تاريخي روايت جو هڪ مکيہ باب آهي. صوفين بزرگن وٽ "سماع" جو سلسلو حق ۽ حقيقت ڏانهن مائل ڪندڙ پاڪيزه جذبن، ۽ قلبي سرور ۽ سڪون وارن احساسن، پيدا ڪرڻ خاطر شروع ٿيو.[2] [2] (سنڌ ۾ سماع ۽ قلبي تسڪين واري راڳ جي تاريخي سلسلي جي تفصيل لاءِ ڏسو "سنڌي موسيقي جي

---

[1] فقير صاحب جي ڪلام جا هڪ کان وڌيڪ قلمي مجموعا اسان جي نظر مان گذريا آهن. تحقيق ۽ تلاش سان سندس ڪلام جو ڪافي ذخيرو سهيڙي سگهجي ٿو. هن ڏس ۾ محترم راج محمد پلي جي ابتدائي ڪوشش غنيمت آهي.

[2] محترم راج محمد پلي جو مضمون "صوفي صادق فقير" اڳئين حوالي موجب. رسالو مهراڻ، ص 259

مختصر تاريخ" (ڇپايل شاهہ عبداللطيف ڀٽ شاهہ ثقافتي ڪميٽي، ڀٽ شاهہ 1978ع): باب پنجون، ڇهون ۽ ٻارهون.) سنڌ ۾ ستين صدي هجري کان وٺي تيرهين صدي هجري کان وٺي سماع ۾ راڳ جو سلسلو وڌيو جيڪو ڏهين کان وٺي تيرهين صدي هجري ۾ حضرت شاهہ عبداللطيف رحہ جي دلپذير ڪلام ۽ ان کي باقاعدي ڳائڻ سان "شاهہ جي راڳ" جو بنياد پيو. ان سان گڏ ڪلام جي انهي ذخيري کي هڪ رسالي يا ڪتاب جي صورت ۾ لکي گڏ ڪيو ويو. پنجاه سال کن پوءِ انداز 1210ـ 1250 هہ واري عرصي ۾ "شاهہ جي رسالي" کي خاص طرح راڳ جي لحاظ سان سرن ۽ داستانن ۾ ورهايو ويو. اهو ڀڙيون "راڳنامو" هو جيڪو سنڌ ۾ مرتب ٿيو. انهي کان پوءِ ٿوري عرصي بعد فقير محمد صديق رحہ جي شروع ڪرايل راڳ ۽ ان راڳ ۾ ڳايل ڪلام بابت "راڳنامو" تاليف ڪيو ويو ۽ انهي لحاظ سان سنڌي راڳ جي تاريخي روايت ۾ هي "ٻيو راڳنامو" هو جيڪو شاهہ جي رسالي واري "راڳنامي" کان پوءِ مرتب ٿيو.

جهوڪ جي درگاهہ جو باني مباني صوفي شاهہ عنايت الله شهيد رحہ قادري طريقي جو بزرگ هو انهيءَ لحاظ سان، سندس حياتي واري عرصي ۾، سندس حاضري توڙي سندس فقيرن ۾، قادري طريقي جو "ذڪر" هلندڙ هوندو. سندس شهادت (1130 هہ) کان 8 سال کن پوءِ سندس فرزند عزت الله شاهہ درگاهہ تي مولودن جي سماع جو سلسلو (صفر مهيني جي 18 تاريخ جي رات) شروع ڪرايو جيڪو اڄ تائين هلندو اچي. ° ° (انداز 1960ع ڌاري يا ان کان ڪجهہ پوءِ فقير محمد وارث مرحوم پنهنجي آخري عمر ۾ 18 تاريخ جي رات بدران 17 تاريخ جي رات مولودن جو شغل شروع ڪرايو ۽ هاڻي مولود 17 تاريخ جي رات ئي پڙهجن ٿا.)

فقير صاحب ٻن قسمن جي راڳ جو بنياد وڌو: هڪ درگاهہ جو راڳ، جنهن کي "سماع" سڏيو ويو ۽ جيڪو درگاهہ تي ڳايو ويو ۽ ٻيو مرشد جي "حاضري جو راڳ" جيڪو سجاده نشين مرشد آڏو ڳايو ويو "سماع" بنا ساز سرود جي، ۽ "حاضري جو راڳ" سازن سرودن تي ڳايو ويو. فقير صاحب محمد صديق جي وقت ۾ ڪهڙا ۽ ڪيترا فقير "سماع" ۾ شامل ٿيندا هئا سو معلوم ناهي. چون ٿا تہ فقير صاحب پاڻ بہ هوندو هو پر سائنس نوازو فقير (غالبن ڪوڪاڻي بلوچ) "سماع" جو راڳائي اڳواڻ هو. ساڳئي وقت شيرو فقير مڱڻهار سارنگي وارو "حاضري جي راڳ" جو ڳائڻو هو. هن پوئين دور ۾ جنهن نموني "سماع" پئي ٿيو آهي، سو هن طرح

آهي ⁰. ⁰ (هي احوال اسان کي استاد حاجي سومر خان لغاري (عمر 72 سال) جي معرفت مليو. حاجي سومر خان وارا پشتا پشت فقير صاحب محمد صديق جا مريد ۽ جهوڪ جي صاحبن جي درگاهہ جا معتقد آهن).

- راڳ جي جاءِ شروع ۾ انهي ٿلهي تي ڪيائون جتي چون ٿا تہ شاهہ شهيد جو جسد آڻي رکيو هئائون.
- جيستائين جو مرقد تيار ٿئي. اها ٿلهي هن وقت شاهہ شهيد جي مقبري جي آڏو ايوان جي ديوار کان ٻہ ٻاهر آهي. ٽيهارو سال کن ٿيا، جو جڏهن نئون مقبرو ۽ نئون ايوان تيار ٿيا، تڏهن راڳ جي جاءِ بہ مٽايائون، يعني تہ ٿلهي جي بدران راڳ اندر ايوان ۾ ڪيائون.
- راڳ "صدا" سان شروع ڪندا، يعني تہ سر جي بيتن کان پهريائين "صدا" (وائي) ڳائيندا. انهيءَ پهرين صدا کي "صدا اول" چون ۽ "سر" جي خاتمي واري آخري صدا کي "پوئين صدا" چون.
- صدا کان پوءِ، اڳواڻ فقير بيت جي سٽ سٽ ڪري پڙهندو ۽ ساڳئي وقت پاسي وارو ساٿي فقير بہ اڳواڻ جي پويان هر سٽ اٿرائيتي آواز ۽ الحان سان پڙهندو. پوءِ ڪجهہ اڳواڻ فقير پڙهندو ۽ ان بعد ٻيو ساٿي ساڳيءَ طرح هر بيت اڳواڻ جي پويان پڙهندو. اهڙيءَ طرح سڀ راڳائي فقير واري واري سان بيت پڙهندا.
- ساليانی عرس (ميلي) تي راڳ ڇهہ "ويلا" (وقت) ٿيندو ۽ انهن ڇهن ويلن تي هيٺيان جدا جدا سر ڳائبا.

## پهريون ڏينهن

**پهريون ويلو** 17 صفر جو صبوح: سر ڏهر، سر وهاڳ. **ٻيو ويلو** 18 صفر واري رات: سر ساموندي، سر ڪنيات، سر سهڻي.

## ٻيو ڏينهن

**ٽيون ويلو** 18 صفر صبوح: سر رپ، سر آسا، سر مارئي. **چوٿون ويلو** 19 صفر واري رات: سر ڪلياڻ، سر ليلا چنيسر، سر گهتو سر ڪاموڏ، سر ڪاريهر ۽ سر بسنت.

**ٽيون ڏينهن**

**پنجون ويلو 19 صفر جو صبوح:** سر ڏناسري، سر موکي، سر سارنگ.
**ڇهون ويلو 20 صفر واري رات:** سر سسئي، سر سورٺ، سر ڪيڏارو ۽ سر بلاول.

شروع کان وٺي اهي ڇھ ويلا راڳ قائم هئا. پر پوئين دؤر ۾ سوار (موٽر ۽ لارين) جي سهولت سببان 19 صفر جي صبوح واري ويلي کان پوءِ فقير درگاھ تان موڪلائي واپس ورڻ لڳا. انهي ڪري 20 صفر واري رات جي ڇهين ويلي جو راڳ ٻين ويلن ۾ ورهايائون ۽ اهو ڇهون ويلو ختم ڪيائون. انهيءَ ڪري هاڻي فقط پنج ويلا راڳ ٿئي ٿو. اندازن 1930ع ڌاري پندرهن سورهن فقير راڳ ۾ گڏ ويهندا هئا، ۽ ان وقت طيب فقير راڳ جو اڳواڻ هو جيڪو وچ ۾ ويهندو هو.

## سندن مرشد صوفي فضل الله شاھ قلندر:

صوفي فضل الله شاھ (بن صوفي محمد زاهد)، سجاده نشين صوفي ابراهيم شاھ جي وفات (21 محرم 1229ھ) بعد [1] سجاده نشين ٿيو ۽ 27 _ جماد الثاني 1243 ھ تي وفات ڪيائين. فقير قادر بخش بيدل هيٺيون تاريخي قطعو منظوم ڪيو:

بجستم سال معراجش دلم گفت،
"موحد، عين حق، منصور ثاني.
1243

صوفي فضل الله شاھ وڏي حال وارو اهل دل درويش هو. تقويٰ ۽ توڪل جو صاحب هو ۽ سندس قلندري صفات سببان "قلندر" جي لقب سان سڏيو ويو. فضل الله شاھ قلندر سلوڪ ۽ طريقت، اذڪار ۽ افڪار کان باخبر هو سندس ملفوظات ۽ سالڪانہ نڪات ڪي سندس پاءُ صوفي نور الله فارسي ۾ ء ارشاد نامي" جي نالي

[1] خانداني روايت موجب پاڻ سجاده نشين نہ رهيا آهن. (محقق)

سان مرتب ڪيو. "ارشاد نامو" صقوفي فضل الله شاهہ قلندر جي علم ۽ فضل جو
آئينو آهي.
هن صاحب سندس سجاده نشيني جي پندرهن سالن (1229 _ 1243 ھ) واري
عرصي ۾ صوفي قادري طريقي جي روشني ۾ اسلامي اخوت ۽ محبت جي تعليم کي
پنهنجن مريدن ۽ مقعتقدن ۾ عام ڪيو. ڇئن شخصن تي سندس تربيت جو خاص
اثر پيو: محمد صديق سومرو، حافظ قاضي عبدالله، (مدفون ميرواهہ گورچاٽي)، فتح
الدين شاهہ جهانيان پوٽو ۽ موٽيو حجام. اهي ڇارئي فيضياب ٿي شاهہ قلندر جا
خاص خليفا ٿيا. جيڪو اڳ "محمد صديق سومرو" هو سو هاڻي نہ فقط سيني ۾
وڏو ۽ پيارو خليفو ٿيو پر شاهہ قلندر جي روحاني تربيت سببان پاڻ فيض جو
صاحب ٿي پيو ۽ پنهنجن مريدن ۽ معتقدن ۾ "فقير صاحب" ۽ "صوفي صادق
شاهہ" جي خطابن سان مشهور ٿيو.

راج محمد پلي

# صوفي صديق فقير "صادق شاهہ"

## خاندان جو پس منظر:

صوفي صادق فقير جو تعلق سنڌ جي مشهور سورهيہ ۽ بهادر غيور ۽ غيرتمند، سومرا قوم سان آهي. سومرا قوم جو اصل نسل ڪٿان ۽ ڪيئن هليو؟ هيءَ قوم اصل ۽ نسل جي لحاظ سان هندي نسل آهي يا عربي نسل، ان متعلق سنڌ جي تاريخدانن خواه غير سنڌي مورخن ۾ اختلاف آهي. هڪڙن جي راءِ ۾ سومرا اصل ۾ هندو راجپوت آهن، ۽ "سام" جي رعايت سان چندرونسي آهن، ۽ سندن شمار پرمار راجپوتن جي شاخن جي بيان ۾ "امرا ءَ" يا "سومرا" جي نالي سان ڪيو ويجي ٿو جي بعد ۾ مسلمان ٿيا، ڪن مورخن ۽ تاريخ نويسن جي راءِ ۾ سومرا اصل ۾ عربي نسل آهن، ۽ هڪ روايت موجب هن قوم جو ڏاڏو محمد بن قاسم القريشي، حجاج بن يوسف جي ڏينهن ۾، پهرين صدي هجريءَ ۾، سنڌ جي فتح وقت، اسلامي فوج سان گڏ سنڌ ۾ آيو ۽ هتي رهيو جن تاريخدانن جي خيال ۾ سومرا هندو راجپوت هئا، انهن ۾ ٽاڊ صاحب (مصنف "راجستان")، ميجر جنرل هيگ (انڊين ڊيلٽا ڪنٽري، ص 73) ڀيرومل مهر چند آڏواڻي (سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ، ص 227)، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ (قديم سنڌ، ص 41) ائيٽ صاحب (سنڌ ۽ ان جا ماڻهو ص 89) مولانا سليمان ندوي (عرب و هند ڪي تعلقات)، عبدالغني عبدالله (تاريخ سنڌ، جلد ٽيون ص 133_35)، وغيره، خاص قابل ذڪر مورخ آهن جن سومرن کي هندو ۽ راجپوت لکيو آهي. انهيءَ کان علاوه بمبئي پريزيڊنسي گزيٽئر (جلد ص 99، سال 1810)، سنڌ گزيٽئر (ص179)، گجرات جي تاريخ "راس مالا" انتخاب تاريخ طاهري (ص 14، 23) ۽ هسٽري آف انڊيا (جلد 1، ص 484) تاريخن ۾ بہ سومرن کي راجپوت هندو ڪري ڄاڻايو ويو آهي.

سومرن جي عربي نسل هئڻ متعلق شمس العلماءَ ڊاڪٽر دائود پوٽي صاحب "تاريخ معصومي" جي توضيحات و تعليقات ۾، سومرن جي نسل متعلق، مشهور سياح ابن بطوطه جي حوالي سان، هڪ روايت هيئن لکي آهي:

"سنڌو نديءَ کان ٻه ڏينهن پنڌ ڪري، جنابي شهر ۾ پهتاسون، (هي) سنڌو نديءَ جي ڪناري تي وڏو سهڻو شهر آهي، منجهس وڻندڙ بازاريون آهن. سندس رهاڪو هڪ جماعت آهي، جنهن کي "سامره" سڏجي ٿو. هنن هن شهر کي اڳاٽي سمي کان وطن بنايو آهي، سندن وڏا انهيءَ شهر ۾ انهيءَ زماني کان رهن ٿا، جڏهن حجاج بن يوسف جي زماني ۾ فتح ٿيو هو جيئن سنڌ جي فتح (جي بيان) ۾ تاريخ نويسن لکيو آهي، مون کي (ابن بطوطه کي) شيخ، امام، عالم، ڪامل، زاهد، ماجد، رڪن الدين بن شيخ فقير صالح شمس الدين [1] ولد شيخ، امام، عابد، زاهد، بهاءُ الدين ذڪريا قريشيءَ ٻڌايو ته سندس وڏو ڏاڏو محمد بن قاسم القريشي سنڌ جي فتح وقت انهيءَ لشڪر ۾ موجود هو جيڪو انهيءَ ڪم لاءِ حجاج بن يوسف پنهنجي عراق واري زماني ۾ موڪليو هو ۽ هو اتي (سنڌ ۾) ٽڪي پيو ۽ کيس گهڻو اولاد ٿيو."

"هن فقري مان نتيجو وٺي سگهجي ٿو ته هيءَ سامره قوم (سومره) سنڌ جي سرزمين ۾ پهرين صدي هجريءَ جي پڇاڙيءَ کان رهندڙ آهي. رفتي رفتي طاقت حاصل ڪري، ٽين صدي هجريءَ جي پوئين اڌ ۾ سنڌ جو لاڙ وارو پاڱو سمورو پنهنجي تصرف هيٺ آندائون. جيئن ته هن معاملي متعلق اسان کي پوري معلومات ڪانهي، تنهن ڪري يقين سان نٿو چئي نٿو سگهجي ته گهراڻي جو وڏو

[1] حضرت شيخ رڪن الدين (المتوفي 737 هه) جي والد جو نالو شمس الدين نه بلڪ حضرت شيخ صدرالدين بن شيخ الاسلام شيخ بهاؤالدين زڪريا قريشي (المتوفي 666هه) شيخ صدرالدين کي عام طرح صدرالدين "عارف" سڏيندا هئا. سندن وفات 778 هجريءَ ۾ ٿي، ۽ مزار پرانوار پنهنجي والد سان گڏ ملتان شريف ۾ آهي (ڏسو ماهوار آستانهء زڪريا سنڌي ايڊيشن، ماهه آگسٽ، مولانا عبدالڪريم چشتيءَ جي تحرير). ڪتابن 684 هه سندن وفات جو سال لکيو آهي.

محمد بن قاسم الثقفي آهي. جيڪڏهن هي ثابت ٿئي ٿو ته پوءِ سومرن جو نسل محمد بن قاسم سان ملائي سگهجي ٿو.*

سومرا ڪڏهن مسلمان ٿيا، ۽ سومرن جي صاحبي ڪيترو عرصو رهي ـــ اهي به سنڌ جي تاريخ جا اختلافي ۽ منجهيل مسئلا آهن. هن قوم جي حڪومت جي عرصي بابت جيتريون آهن تاريخون، اوترا آهن جدا جدا سن ڏنل. ڪنهن به تاريخ جو انگ ٻيءَ تاريخ سان ڪو نه ٿو ملي. سنڌ جي مؤرخن انهن مسئلن جا حل جيئن ته آئندي لاءِ ڇڏي ڏنا آهن. تنهن ڪري اسين اهڙن مسئلن جي وڏيڪ ڇيڙ پچار ڪرڻ کان پاسو ڪريون ٿا. سومرن جي اصل ۽ نسل، مسلمان ٿيڻ، سنڌن حڪمراني جي عرصي، نالن ۽ فهرستن ۾ ڪٿي ڪيترو به اختلاف هجي، پر هيئن چوڻ ۾ ته ڪو به اختلاف ڪونهي ته سومرا چڱا ديسي حاڪم هئا. هيءَ قوم باعزت حڪمران به رهي، ۽ حڪومت کان پوءِ به هيءَ قوم سکي ۽ ستابي، مالدار ۽ خوشحال، بهادر ۽ چڱين قومن ۾ شمار ٿيندي رهي، ۽ ٿيندي ٿي اچي. هن قوم ۾ سياڻا ۽ سنجيده، دور انديش ۽ داناءَ حاڪم ۽ بادشاهه به پيدا ٿيا، وعدي جا پڪا، عزم جا پختا، پهلوان ۽ جوڌا جوان به سومرن مان اٿيا. ته عاشق مزاج ۽ البيلا، جاهل ۽ ظالم، زور آور ۽ جبرا، وطن دوست ۽ ملڪ دشمن، خود پسند ۽ خدا پسند انسان به سومرن ۾ ٿي گذريا. دودو ۽ چنيسر، خفيف ۽ عمر، ڏونگر ۽ ڀونگر وغيره جهڙا، هن قوم جا مشهور ۽ ناليرا بهادر حاڪم ۽ عزم جا پختا، غيرتمند، مجاهد، سورهيه ۽ سورما ٿي گذريا آهن. هن قوم جا نه رڳو مرد ناليرا ۽ مٿير هئا، بلڪ سورهيائيءَ ۽ سرويچيءَ، بهادريءَ ۽ بردباريءَ، سيل ۽ سيرت، غيرت ۽ عصمت ۾ هن قوم جون ڀاڳيون به ڀنون واري ويون آهن، جن جي سرت ۽ نرت، غيرت ۽ عصمت جون ڳالهيون مدت مديد کان ڳائبيون آيون آهن، ۽ نه ڄاڻ ڪيسين تائين ڳائبيون رهبيون. اسلام کان اڳ هن قوم ۾ جهالت تمام گهٽي رهي، جنهن لاءِ سنڌ جي تاريخ جا ورق شاهد آهن. اسلام هن قوم کي گهڻو سنواريو ۽ سينگاريو. اسلام بعد هن قوم ۾ اهڙا درويش فقير به پيدا ٿيا ۽ علم وارا عالم به ٿيا، جن جو صادق فقير

---

* ڊاڪٽر دائود پوٽي مرحوم جي لاءِ سومرن جو شجرو محمد بن قاسم الثقفيءَ سان ملائي سگهجي ٿو انهيءَ تي "تاريخ مغمومي" جي فاضل مترجم مولانا مخدوم امير احمد صاحب، فوٽنوٽ ۾ لکيو آهي: سو "الائجي ڪيئن؟" (ڏسو "تاريخ معصومي"، سنڌي، ص 353ـ 355)

زنده جاويد مثال آهي. فقير صاحب صادق جي نسل جو شجرو سومرا حڪمرانن تائين ڪيئن رسي ٿو اهڙو ڪو بہ نسب نامو سندن اولاد وٽ موجود نہ آهي، پر هيءَ روايت سندن خاندان ۾ بہ موجود آهي، ۽ ٻيا عام ماڻهو بہ چون ٿا، تہ فقير صادق حمير سومري جي اولاد مان آهن _ پر ان لاءِ بہ اهڙو ڪو خانداني دستاويز يا مستند شجرو ڪونهي.

فقير صاحب جا وڏا ڪڇ جا رهاڪو هئا. سندن والد بزرگوار دين محمد سومرو بہ گهڻو وقت ڪڇ ۾ رهيو. پاڻ مالدار ۽ پاڳيو ماڻهو هو. ڳئون ۽ مهاڻ جهجهو هئس. مال جي سانگ سان، سندس اڄ وڃ ساريءَ سنڌ سان رهي، پر خاص طرح لاڙ طرف سندس لاڙو گهڻو رهيو هي بزرگ بہ همٿ ۽ مردانگيءَ وارو حق ڪمائڻ ۽ حق ڪارائڻ وارو هو. آخر هڪ دفعي پنهنجي مائٽاڻي رهائش، ڪڇ، ڪان ڪن سببن ڪري هميشہ لاءِ الوداع چئي، اچي ڳوٺ "ڊوڊاري" نزديڪ نئون ڪوٽ مستقل طرح رهيو جتي سندس خاندان گهڻو وقت رهيو.

## ولادت با سعادت:

صديق فقير "صادق" جي ولادت باسعادت ڪڇ ۽ لاڙ جي ڪناري تي، "ٻنيءَ" جي ويجهو ماهہ شوال 1170هجري، مطابق 1756ع ۾ سومر جي ڏينهن سج لهڻ وقت ٿي، سندن ولادت وقت سنڌ تي حڪومت ڪلهوڙن جي هئي.

## اوائلي زندگي:

فقير صاحب صادق جي ننڍپڻ جي تہ ڪا بہ خبر پئجي ڪا نہ ٿي سگهي، پر سندن جوانيءَ جي اوائلي دَور جي خبر ڪن روايتن مان معلوم ٿئي ٿي. سندن ننڍپڻ لاءِ فقط هيترو چئي سگهبو تہ فقير صاحب جا والدين جيئن تہ مالدار ماڻهو ۽ سانگي هئا، ۽ سندن هلچل ڪڇ کان سنڌ جي ٻين علائقن، خصوصاً لاڙ وغيرہ ڏانهن گهڻي هوندي هئي، انهيءَ ڪري فقير صاحب جو ننڍپڻ بہ هلچل ۽ سانگن ۾ گذريو ۽ سندن پرورش پاڪيزه ۽ سادي، سانگيئڙن ۽ ماروئڙن جي محبت ڀرئي ماحول ۾ ٿي. فقير صاحب صادق جي عمر سورهن _ سترهن سالن جي هئي تہ سندس مائٽ ڪڇ کي الوداع چئي اچي نئين ڪوٽ نزديڪ، "ڊوڊاري" نالي مقام تي ويٺا. ان ئي سال صادق فقير جي وڏي ڀاءُ، حاجي محمد سومري کي ٽئي جي

ڪنهن نواب ڪنهن ڳالهہ تان مارائي وڌو. "صادق فقير" پيءُ جي قاتلن کان انتقام وٺڻ جو پڪو پهہ ڪري، مائٽن کان موڪلائڻ کان سواءِ، گهر کان نڪري، وڃي ملڪ جي مشهور ڌاڙيلن ۽ چورن جي ساٿ ۾ شامل ٿيو نٿي واري نواب کي بہ ڪا خابرن ذريعي خبر پئجي چڪي هئي تہ حاجي محمد سومري جو ننڍو پيءُ، صديق سومرو پيءُ جي انتقام وٺڻ جون تياريون زور ۽ شور سان ڪري رهيو آهي ۽ سندس سر جو ڳولائو آهي. انهن خبرن پچندي ٿي، نواب ڊپ کان روزانو ٻيڙيءَ تي چڙهي، رات درياءَ جي پيٽ ۾ گذاريندو هو ۽ صبح جو وري پنهنجي ماڳ تي موٽي ايندو هو پلا اجل کان ڪٿي تو لڪي بچي سگهجي! نواب جا ڏينهن جڏهن ڪٿي آيا، تڏهن صادق فقير کي بہ سندس درياءَ واريءَ لڪ جي خبر پئجي وئي، ۽ هڪ رات، سيٽاهہ جي مدد سان، صادق فقير نواب جي ٻيڙيءَ کي پهچي ويو ۽ اچانڪ مٿس حملو ڪري، سندس سري ڌڙ کان ڌار ڪري، پنهنجي پيءُ جي قتل جو وير واريائين، پوءِ اچي وري پنهنجن چور ساٿين سان مليو ۽ ڪافي وقت چورن جي ساٿ ۽ سنگت ۾ رهيو فقير صاحب نٿي جي جنهن نواب کي ماريو اُن ڪهڙو ڏوهہ ڪيو هو؟ اها ڪا بہ خبر پئجي نٿي سگهي. مٿئين واقعي مان اهو بہ ظاهر آهي تہ صادق فقير فطرتاً ڪو اهڙو نہ هو بلڪ پيءُ جي خون جي انتقام وٺڻ لاءِ چورن جو ساٿ ۽ سنگت اختيار ڪيائين، ۽ جي چورن جي خراب ۽ غليظ صحبت جو لازمي اثر مٿس ڪجھ عرصي لاءِ پئجي ويو پر صادق جي نيڪ فطرت ۽ صاف طبيعت کي جڏهن ڪو رهبر مليو تہ سندس صحيح فطرت ۽ طبيعت جلد اصل طرف مڙي وئي.

## فقيري ۽ شاعري:

روايتن موجب، صوفي صادق فقير پنجويهن _ ڇويهن سالن جي عمر ۾ فقيري اختيار ڪئي، ان کان اڳ ۾ پاڻ ڏاڍا مڙس ۽ چورن جا ساٿي هئا، ۽ چوريون بہ ڪندا هئا. فقيريءَ طرف سندن طبيعت ڪيئن مڙي، ان بابت هڪڙي روايت مشهور آهي. هڪ دفعي فقير صاحب پنهنجي ساٿين سميت چوريءَ تي وڃي رهيا هئا تہ رستي ۾ کين هڪ ضعيف ۽ لاوارث پيرسن عورت مصيبت ۾ مبتلا نظر آئي، جنهن کين مدد لاءِ سوال ڪيو فقير صاحب جي ساٿين تہ مائيءَ کي ورندي ڪا نہ ڏني، پر کين مائيءَ جي حال تي گهڻو قياس ۽ رحم آيو سو چيائونس تہ "امان موٽندي تنهنجي مدد ڪنداسون."

قدرت قادر جي. ان رات هنن کي چوريءَ جو مال بہ ڪافي انداز ۾ هٿ لڳو مال جا حصا ڪري، جڏهن پاڻ ۾ ورهايائون. تڏهن هر هڪ کي چڱو مال مليو. ان کان پوءِ ساڳيو رستو ڏيئي واپس موٽيا. ان عورت وٽ پهچندي، صادق فقير پنهنجو حصو تہ مائيءَ جي حوالي ڪيو پر پنهنجن ساٿين جا حصا بہ ان عورت کي وٺي ڏنائون. صادق فقير جي اهڙي سچائي، همٿ ۽ سخاوت عورت کي گهڻي پسند آئي ۽ خوش ٿي. دعا ڪندي چيائين تہ "ابا. خدا ڪندو تہ تون وڏو دزويش ٿيندين!" ان ضعيف عورت جي دعا جو اثر هو يا مشيت ايزدي اها هئي، جنهن "صادق" جي چوراٽي حياتيءَ ۾ هڪ عظيم انقلاب آڻي ڇڏيو.

صادق جو ان ئي سال جهوڪ (ميرانپور) مان گذر ٿيو. ان وقت جهوڪ شريف ۾ شاهہ شهيد عنايت الله صوفي قدس سره جي گاديءَ تي جناب حضرت فضل الله شاهہ عرف "شاهہ قلندر" مسند نشين هئا. صوفي فضل شاهہ جي معرفت جي مقال ۽ سندن روحاني منزلت جي هاڪ هنڌين ماڳين پکڙيل هئي. صادق فقير وارا جڏهن صوفين جي اوتاري جي پر ڏيئي لانگهائو ٿيا. تڏهن وقت جا عارف، صوفي شاهہ قلندر رهاڻ ۾ ويٺل فقير ڏانهن مخاطب ٿي فرمائي رهيا هئا تہ "ابا. اج درياءَ پلٽيو پيڙيءَ ۾ ٿو پوي!" اهي لفظ جڏهن صادق رحہ جي ڪن پيا. تڏهن ڪيس شاهہ قلندر جي زيارت جو اشتياق پيدا ٿيو ۽ دل ۾ چيائين تہ وڃي ڏسان تہ درياءَ پيڙيءَ ۾ ڪيئن ٿو پوي. سو ساٿين کي چيائين تہ صوفين جي اوتاري تي هلو تہ صلاح اٿو تہ اوهين هتي ٻاهر ترسو تہ آءٌ فقيرن جي زيارت ڪريو جلد موٽيو ٿو اچان. فقير صاحب جي ساٿين ڪين صوفين جي اوتاري ڏانهن وڃڻ کان روڪيو ۽ چيائون تہ "ڪو جو ٿهر ڪن ۾، ويا ڪين ورن! صوفي فقير وڏا جادوگر آهن. اتي ويندين تہ اهڙو ڪو منڊ ۽ منتر هڻندئي جو ڪٿي جو بہ ڪو نہ رهندين!" پر فقير صاحب دوستن جي صلاح نہ ورتي ۽ وڃي قلندرن جي رهاڻ ۾ حاضر ٿي، حضرت شاهہ قلندر جي زيارت نيڪ بشارت کان مشرف ٿيا. صادق فقير جڏهن ڪچهريءَ کي تمام ويجهو پهچي چڪو هو تڏهن حضرت شاهہ قلندر ويٺل طالبن ڏانهن مخاطب ٿي فرمايو تہ "ٿانءُ ڏاڍو سنو آهي، پر اڃا هٿ ڪو نہ لڳو اٿس." اهو اشارو صادق ڏانهن هو. صادق فقير تي شاهہ قلندر جي ننڍڙن فقرن ۽ نظر فيض اثر تمام گهڻو اثر وڌو پر دوستن جو خيال ڪندي، ڪجهہ وقت هن روحاني رهاڻ ۾ ترسڻ کان پوءِ شاهہ قلندر کان موڪلايائين، ۽ موڪلاڻيءَ وقت بہ روڪڙا رپيا شاهہ جي قدمن تي

نذر طور رکيائين. پير صاحب انهن رپين مان هڪ رپئي ڏانهن اشارو ڪري خليفن کي حڪم ڏنو تہ اهو صديق کي واپس موٽائي ڏيو. صادق فقير کي عارف جي انهيءَ حڪم تي تمام گهڻو اچرج ٿيو پر ٿوريءَ سوچ کان پوءِ ڳالهہ دل سان لڳيس تہ واقعي رپيو ڪيس ڪنهن چوريءَ مان هٿ آيو هو فضل شاهہ اها ڪرامت صادق کي مزيد متاثر ڪرڻ جو سبب بڻي ۽ صادق صوفين جو شڪار ٿي ويو.

ان روايت سان ملندڙ صادق رحہ جو هڪ بيت موجود آهي، جنهن لاءِ يقين ڪري سگهجي ٿو تہ شايد اهو بيت صوفين کان متاثر ٿيڻ وقت چيو هجيس، ۽ شايد سندن اهو پهريون بيت هجي. فرمائي ٿو:

صوفي سيِن ۾ اڳرو پيا مڙوئي پوءِ،
جهڙي صفائيءَ صوفيءَ کي تهڙي سچ نہ هوءِ،
هتي آهي ڪو نہ ڪو مرد نڪا جوءِ،
ڳجهہ اندر جون ڳالهيون، اندر سان بيٺو چوءِ.

"صادق" آهي سوءِ، جنهن کي اندر "هو" هلي ويو.

ڪافي وقت انتظار ڪرڻ کان پوءِ صادق جا ساٿي صادق کي وٺڻ لاءِ صوفين جي اوطاق ۾ لنگهي آيا. پر صادق جي حالت ئي ٻي ٿي چڪي هئي سو پنهنجن ساٿين کي چيائين "ادا، اوهين ڀلي پنهنجن ماڳن ڏانهن موٽي وڃو باقي اسان تي صوفين جو جادو اثر ڪري چڪو آهي ۽ هلڻ کان قابو آهيون." اهو ٻڌي فقير صاحب جي ساٿين مان هڪ ڪاوڙ مان چيو تہ "حلوي کائڻ لاءِ بہ مهاندو ڪپي! ماٺهو مري ويا، تون ٿو صوفين جو مريد ٿين!" انهيءَ تي شاهہ قلندر فرمايو تہ "ابا، صديق مريد ٿيڻ ڪو نہ آيو آهي، پر مرشد بنجڻ آيو آهي." آخر صادق جا ساٿي صادق جي سنگت مان نا اميد ٿي واپس وريا، ۽ صادق روحانيت ۾ رچي ويو.

رب پاڪ جي حضور ۾ تہ فيض جي ڪا ڪمي آهي ڪانہ. "مينهن منداڻتا وسڻا، سدا وسين تون." ميون مڱڻهار کي جڏهن سمجهائي، تہ وٽس وير آهي ڪا نہ. "ڪڏي اونهي ڪن مان، اي آڳي جو عجب." هونئن ڪنهن انسان کي سمجهائڻ ۽ سڌارڻ لاءِ ڪيترا بہ وس ڪجن ۽ ڏکيون نصيحتون ٻڌائجن، پر ڪجهہ پلئہ ڪو نہ ٿو پوي. "ڦڪيون فرق نہ ڪن، جيسين امر نہ ٿئي انکي." مگر جڏهن والي وڙ ڪرڻ تي ٿو اچي ۽ رب جي رضا تي ٿئي، تڏهن ٿورڙيءَ ئي ڳالهہ ۾ هڪ

حيوان صفت انسان اکپور ۾ فرشتہ سيرت انسان بنجيو پوي. حضرت ابراهيم ادهم، سلطان التارڪين حميد الدين سهروردي، حضرت فضيل بن عياض رح وغيره جا مثال تاريخ ۾ موجود آهن. ابراهيم ادهم بلخ جو بهادر بادشاهہ هو سلطان حميد الدين مڪران جو مالڪ، جبرو ۽ حشمت وارو حاڪم هو ۽ حضرت فضيل بن عياض، جيڪو صوفين جي پهرئين گروهہ سان تعلق رکي ٿو فقيريءَ کان اڳ نہ رڳو چور هو بلڪ چورن جو سردار بہ هو پر اهي بزرگ بلڪل مختصر ۽ معنيٰ خيز چند اهڙن فقرن ۽ جملن کان متاثر ٿيا ۽ دنياوي زندگيءَ کان سندن خيال هٽي ويا ۽ مٿن فيض يزدانيءَ جي اهڙي تہ بارش وٺي جو بادشاهہ مان بندا، حاڪم مان مالڪ حقيقي جا محڪوم، ۽ اميرن مان فقير بنجي ويا. ۽ بادشاهيون ۽ تخت بخت، حڪومت ۽ حشمت، دنيا ۽ دولت کان تارڪ ٿي، بزرگيءَ ۽ ولايت جي آسمان تي سج ۽ چنڊ ٿي چمڪيا. حضرت حجتہ الاسلام امام غزالي عليہ رحہ کي تصوف جي دنيا ۾ آٽيندڙ هڪ رهزن ۽ مشهور چور جو معنيٰ خيز جملو هو جيڪو هن طعني طور امام صاحب کي مخاطب ٿي فرمايو. جڏهن تہ هڪ رهزن جا بہ ملهائتا ۽ معنيٰ خيز جملا مخاطب تي سنو اثر ڪري گذرن ٿا، تڏهن وقت جي ڪنهن عارف جون معنيٰ خيز مامون ۽ مهميزون، ڪلام ۽ گفتگو ڪيئن ٿي اثر کان خالي ٿي سگهي. صادق فقير تي حضرت شاهہ قلندر رحہ جي صورت ۽ سيرت، پاڪيزہ گفتگو ۽ دلنشين ڪلام جو اهڙو تہ اثر ٿيو جو گويا بيساختہ چئي ويٺو: "اسين صوفي شاهہ جي بلي لڳ بندا." فضل شاهہ جي قول موجب، ٿانءَ اڳ ئي سنو هو پر جو مٿس ڪاريگر جو هٿ لڳو تنهن سون تي سهاڳي وارو ڪم ڪيو ۽ صادق کان چوريون ۽ زوريون، ڦرون ۽ ڌاڙا، ارڏايون ۽ ارهہ زورايون، بيجا بهادريون ۽ ديدہ دليريون هميشہ لاءِ موڪلائي ويون. ۽ صادق صوفين جي سٿ ۾ وڃڻ کان پوءِ دنيا وارن وٽ ساڳيو صديق سومرو ٿي نہ موٽيو پر صديق مان "صادق"، سومري مان شاهہ مريد مان مرشد، چور جي بجاءِ ساڌ، ظالم جي بجاءِ مظلوم جو ساٿي، بدڪار جي عيوض نيڪ عمل، پاڪ نيت ۽ شريف طبع، فقير پر روشن ضمير، صاحب حال ۽ بي مثال شاعر ٿي موٽيو. چون ٿا تہ فقيري اختيار ڪرڻ کان پوءِ وٽس گهر ۾ جيڪو بہ چوراٽو مال هو اهو اصل مالڪن کي ڳولي واپس ڪيائين، ۽ پڇ آهر جن جو مال کائي ويو هو تن کي پري ڏنائين، ۽ ٻين کان سندن واپرايل مال جي معافي ۽ بخشش ورتائين، اهڙيءَ طرح هي فقيز هڪ باحال فقير جي نظر سان

روحانيت ۾ رچي ريتو ٿيو ۽ شاعر بہ ٿيو سندن شاعري بہ فقيري اختيار ڪرڻ سان ئي شروع ٿي آهي، شاعرن جي سرتاج شاھ لطيف بلڪل سچ فرمايو آهي ”ذات تي ذات آهي ڪا نہ!“ صادق هو تہ ذات جو سومرو پر پنهنجي نفس ڪشيءَ ۽ خود آگاهيءَ جي ڪري صادق فقير ڪي زمانو ”صادق شاھ“ سڏي ٿو. بيُشڪ:

راڻي ملا رات، نئون نياپو آيو.
لڌي سين لطيف چئي، ڪنان ذاتر ذات.
ڪو نہ پڇي ٿو ذات، جي آئيا سي اگھيا.

## جهوڪ شريف ۾ سڪونت:

روايتن جي روشنيءَ مان معلوم ٿئي ٿو تہ فقير صاحب حضرت فضل شاھ قلندر جي مريد ٿيڻ کان پوءِ اٽڪل ٽيهارو سال جهوڪ شريف ۾ مرشد جي صحبت ۾ رهيا، اهو عرصو اهڙو تہ گمناميءَ ۾ گوشائتو تي گذاريائون، جو سندن معرفت جي منزل جي ڪل ڪنهن ورلي ڪي هئي. چوندا آهن تہ خون ۽ ڪٿوري ڪڏهن بہ لڪي ڪو نہ سگهندا، ۽ نہ وري ڪو سچ ترڻ هيٺ لڪو آهي، سو آخر ڪار هن فقير روشن ضمير جي روحاني منزل ۽ مرتبي جي ڳالهہ ڏيهان ڏيهہ مشهور ٿي وئي ۽ سندن مائٽن کي بہ معلوم ٿيو تہ صديق جهوڪ شريف ۾ رهي ٿو. سي صادق فقير کي وٺڻ لاءِ جهوڪ شريف آيا ۽ فقير صاحب کي چيائون تہ اوهان جي شادي ڪرڻي آهي، اوهين ڳوٺ هلو. فقير صاحب جي نسبت ڪنهن هنڌ اڳ ۾ ئي ڪيل هئي، پر فقير صاحب مائٽن سان واپس ڳوٺ هلڻ ۽ شادي ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. صادق فقير جو اهو جواب ٻڌي، سندن مائٽ فقير صاحب جي مرشد شاھ قلندر وٽ حاضر ٿيا ۽ صديق فقير کي شاديءَ جي باري ۾ سمجھائڻ لاءِ عرض ڪيائون، تنهن تي صادق جي مرشد، صادق فقير کي گهرائي فرمايو تہ ”ابا، بندو تنهنجون ٿي شاديون پيو ڏسي، تون وري ڪيئن ٿو انڪار ڪرين؟“ آخر مرشد جو حڪم مڃي، مائٽن سان سندن ڳوٺ ”ڍوڍارو“ آيا، جتي پنجونجاھ سالن جي عمر ۾ سندن پهرين شادي ٿي. شادي ڪرڻ کان پوءِ فقير صاحب لڏي پلاڻي وري اچي ڪجهہ وقت جهوڪ ۾ رهيا، جتي کين ٻہ فرزند، بايزيد ۽ ابوالحسن ڄاوا. جهوڪ

۾ ڳچ وقت ترسڻ کان پوءِ صادق فقير جڏهن ڪماليت کي پهتو تڏهن مرشد کا
اجازت وٺي پنهنجي مال جي سنڀال خاطر اچي پنهنجي ڳوٺ "ڍوڍارو" ۾ سڪونت
پذير ٿيو. جهوڪ شريف ۾ مرشد جي نظر هيٺ صادق فقير سخت روحاني جهد
رياضتون ڪيون، چلہ ڪشيءَ ۽ مراقبن ۾ محو هوندا هئا. ۽ رياضتن ۽ مجاهدن
جيڪي ڪين مشاهدا ٿيندا هئا، تن جو ذڪر بيتن ذريعي مرشد سان سلينداهئا.

## ڍوڍاري ۾ قيام:

فقير صاحب جهوڪ شريف مان لڏي اچي مقام "ڍوڍارو" نزديڪ نئون
ڪوٽ ۾ ويٺا. جهوڪ شريف مان فقراءَ جي اچ وڃ جو رابطو زور سان شروع ه
فقير صاحب جي روحاني شهرت ٻڌي، ڀين پاسن کان بہ فقير ۽ صوفي پيا وٽن اينا
ويندا هئا. فقير ڏي اچ وڃ آسپاس وارن ماڻهن جون بہ اکيون کولي ڇڏيون ۽ اهي ب
گهڻي تعداد ۾ روزانو فقير صاحب جي حاضريءَ تي اچڻ لڳا ۽ سندن بزرگا
صحبت مان فيض حاصل ڪرڻ لڳا. ان کانسواءِ ٻيا ڪيترا ماڻهو بہ فقير صاحب
صادق جا مريد ٿيا. ۽ ٿوري ئي وقت ۾ فقير صاحب جي فقراءَ ۾ مريدن ۽ معتقدن ج
هڪ وڏو ميڙ مچي ويو. ان زماني ۾ شادي کوسي نالي ڌاڙيل ۽ چور ملڪ ۾ ڦرين ۽
ڌاڙن جي ڌم لائي ڏني هئي. شادي کوسو ڌاڙا بہ هڻندو هو ۽ ان سان گڏ جهنگ مان
اٺ ۽ ٻيو مال بہ پاڳين کان ڦري ڪاهي ويندو هو. هڪ دفعي شادي کوسو فقير
صاحب جي قيام گاهہ جي آسپاس ريهارين تي ڪاهہ ڪري، انهن جا اُٺ اٺاري
ويو. شادي کوسي جي ڦرين کان تنگ ٿي، آسپاس جا پاڳيا ۽ اوٺاري فقير صاحب
جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيا ۽ عرض ڪيائون تہ "سائين، اهڙي ڪا دعا ڪريو جو
شاديءَ جي آزار کان ڇٽون." فقير صادق اوٺارين جي بيان ڪيل حقيقت ٻڌي ۽ في
البديهہ اتي جو اتي بہ بيت ڏيئي فرمايائون:

شادي مئو سک ٿيو سڻو سنگهارا،
ائيون اوٺارا، پهرايو پٽن ڏي

شادي مئو سک ٿيو پئي پارڪر پچار،
ايندا اهي پار ڪندا صلح "صديق" چئي.

انهيءَ واقعي کان پوءِ جلد ئي شاديءَ کوسي نڪرن جا گهوڙا ڪاهيا. نڪ
جاڳي پيا ۽ جهيڙو ٿيو. شادي کوسو مقابلي ۾ ڌڪ لڳڻ سان مري ويو. شادي کوسي

جي مرڻ کان پوءِ سندس ساٿي فقير صاحب جي بزرگيءَ کان متاثر ٿيا ۽ اچي فقير صاحب کي ڏوڏاري ۾ پيش پيا، ۽ پنهنجي ڪيل حماقت لاءِ فقير صاحب کان معافي ورتائون ۽ مريد بہ ٿيا. اهڙيون ۽ بيون ڪرامتون ڏسي، معتقدن ۽ مريدن ۾ ويو مزيد اضافو ٿيندو.

فقير صاحب جو اهو وڌندڙ اثر ۽ عزت نئين ڪوٽ ۾ رهندڙ ميرن جي فوج جي سپهہ سالار مير محمد خان کي هرگز پسند ڪانہ آئي، سو فقيرن تي ڪاوڙجي پيو. هڪ روايت موجب، هڪ ڏينهن فقير صاحب کي گهرائي چيائين تہ "بہ شينهن هڪ ٻيلي ۾ رهي نٿا سگهن: يا فقيريءَ واري اها نٿري ڇڏ، يا لڏ." مير جي اهڙي بيهودي ۽ جاهلانہ گفتگوءَ جي فقير صاحب ڪا بہ ورندي ڪا نہ ڏني ۽ اٿي روانا ٿيا. فقير صاحب مير وٽان اٿي، ڪجهہ اڳتي وڌيا هئا تہ مير وڏي هڪل ڪري فقير صاحب کي حاڪمانہ نموني چيو تہ "ٽن ڏينهن ۾ اهو فيصلو ٿيڻ گهرجي!" مير جو حڪم ٻڌي، فقير صاحب جواب ۾ فرمايو تہ "خدا ڪندو تہ ٽن ڏينهن ۾ اهو فيصلو ٿي ويندو." مير کي جواب ڏيڻ کان پوءِ، فقير صاحب موٽي پنهنجي ماڳ تي آيا، پر فقير صاحب جو رنگ ڦريل هو منهن مبارڪ تي تمام گهڻيءَ ڪاوڙ جا آثار نمايان ڏسي، ويٺل فقيرن پڇيو تہ "سائين، ڪهڙي خبر آهي؟" فقراءَ جي پڇيل سوال جي جواب ۾ فقير صاحب ڪجهہ بہ ڪو نہ ڪڇيا، فقط هڪ بيت ڏنائون تہ:

متو محمد خان، جنهن جون وبون وڃائون،
آڪڙ ۾ آئون، رولي ويس راهہ ۾.

رب پاڪ جي قدرت، جو ان واقعي کان ٻئي ڏينهن تي ميرپورخاص ۾ فوجن جو ميڙو هو ۽ محمد خان مير بہ پنهنجو دستو وٺي اتي پهچي ويو هو. بئنڊون ۽ شرنايون وڄي رهيون هيون ۽ پريڊ بہ ٿي رهي هئي. جڏهن سيني طرفن کان فوجون ميدان تي پهچي ويون، تڏهن "مير وڏو" فوج ڏسڻ لاءِ ٻاهر نڪتو. فوجن جون بئنڊون ۽ شرنايون ٻڌي، مير وڏو بيهي رهيو ان وقت محمد خان جي فوجي دستي جي شرناءِ تمام تيز ۽ زور سان وڄي رهي هئي. مير وڏي ساڻس گڏ هلندڙ ماڻهن کي چيو تہ "ڪيئن ٿا ٻانيو مون واري فوجي دستي جي شرناءِ!" اهو ٻڌي، گڏ هلندڙن مان هڪ همراهہ چيو تہ "سائين، اها اوهان جي فوج جي شرناءِ ڪانهي، پر اها مير محمد خان جي فوجي دستي جي شرناءِ آهي." اهو جواب ٻڌي، مير وڏو تپي باهہ ٿي

ويو ۽ چيائين تہ ”محمد خان جو اهڙو دماغ خراب ٿي ويو آهي جو اسان جي فوج جي دستي جي شرناءِ کان بہ مٿي ٿو شرناءِ وڄارائي! هن کي شايد ملڪ تي قبضو ڪرڻ جو خيال آهي!“ آخر اهڙيءَ ابتيءَ سبتيءَ گفتگو کان پوءِ مير وڏي، مير محمد خان کي گهرائي، اتي جو اتي مارائي ڇڏيو.

انهيءَ واقعي کان پوءِ جلدي فقير صاحب ڏوڏاري مان هجرت ڪري، هڪ دفعو وري وڃي مرشد جي سايي هيٺ جهوڪ رهواسي ٿيا. فقير صاحب جنهن وقت ڏوڏاري مان روانا ٿي رهيا هئا، تڏهن اتي جي ڪن فقيرن عرض ڪيو تہ ”سائين، اوهين تہ وڃو ٿا، پر هيءَ جوءِ ڪنهن جي حوالي ٿا ڪريو؟“ اهو ٻڌي، فقير صاحب، فقير ڪمال آريسر ڏانهن ڏنو ۽ چيائون تہ هيءَ جوءِ هاڻ ڪمال فقير جي حوالي آهي.“

**اهر ۾ آمد :**

فقير صاحب جڏهن مستقل طرح مال ۽ ٻار ٻچا وٺي، ڏوڏاري مان هجرت ڪري، جهوڪ شريف وڃي رهيا هئا، تڏهن اتفاق سان هڪ دفعي فقير صاحب جي ڏنارن ۽ سندس مرشد جي ڏنارن ۾ ڪو ڪتراڳ ٿي پيو. اها ڳالهہ فقير صاحب کي پسند نہ هئي تہ ڪو سندس ڏنار مرشد جي ڏنارن سان ٿوريءَ گهٽيءَ ڳالهہ تي ڏندورجن. پيو تہ فقير صاحب جن ان واقعي مان دوراندیشي ڪندي، اها ڳالهہ بہ تاڙي ويا تہ هڪ گهر ۾ پيل ٺڪر ضرور پيا پاڻ ۾ ٺڙڪندا، تنهن ڪري مرشد کان جهوڪ شريف مان هجرت جي اجازت گهريائون، سندن مرشد صادق کي پنهنجي پاڙي مان پري ڪرڻ ۾ خوش تہ هرگز ڪو نہ هئا، پر صادق جي معتقدانہ جذبات ۽ پاڪيزه خيالن جو بہ ڪين لحاظ رکڻو پيو. آخر فقير صاحب جي مرشد، فقير صاحب کي جهوڪ شريف مان لڏڻ جي اجازت ڏني ۽ حڪم ڏنائون تہ اوهين تعلقي عمر ڪوٽ ۾ وڃي سڪونت اختيار ڪريو. فقير صاحب اتان هجرت ڪري اچي ديهہ اهر ۾، ايرندي ناري (ڍوري) جي ڪناري تي، تعلقي عمر ڪوٽ ۾ رهيا، جنهن ڳوٺ کي هاڻ ”صوفي فقير“ سڏيندا آهن. سندن اولاد بہ اتي ئي رهي ٿو.

**اهر شريف واري حياتيءَ جا اهم واقعا**

## چوٗنرو ۽ چور:

فقير صاحب جڏهن جهوڪ مان اهر شريف ڏانهن لڏي آيا هئا، تڏهن ساڻن گڏ ڪي مالدارن جا گهر بہ لڏي اچي اتي ويٺا هئا. آهر ڍوري جي ڪپ تي آهي، ۽ انهيءَ زماني ۾ ڍوري جي آسپاس گهاٽا ٻيلا هوندا هئا، ۽ ڍوري ۾ چورن ۽ ڌاڙيلن جا هميشہ ٿم رهندا هئا. جهنگ اهڙو هوندو هو، جو ان ۾ ڏينهن ڏٺي جو بگهڙ پيا وڙهندا هئا. اهڙي خطرناڪ هنڌ تي رهڻ بہ فقير صاحب جي ڪمال جرئت هئي. اتي ويهڻ کانپوءِ آسپاس جا غريب مالدار بہ فقير صاحب جي پاڙي ڪي ڦورن کان محفوظ سمجهي اچي سندن ڳوٺ ۾ رهيا. ان زماني ۾ "چونري" وارا بنگلاڻي بلوچ مشهور هئا، جن مالدار ماڻهن کي تمام تنگ ڪيو هو. جيڪو مال ڍوري ڏانهن ڍريو تہ اهو وري نوريو اصل مال نہ ڇڏيندا هئا. مالدارن کي ماري، مال چوري ڀنگي ويندا هئا. فقير صاحب بنگلاڻين کي انهيءَ روش کان باز اچڻ لاءِ گهڻو سمجهايو پر اهي فقير صاحب جي نصيحت مان ڪجهہ سمجهي ڪو نہ سگهيا، بلڪ ان جي برعڪس، فقير صاحب ڏانهن ايندڙ ٻاهرين فقراءَ کي ڦرڻ ۽ تنگ ڪرڻ لڳا. فقير صاحب وري بہ گهڻن ئي نيڪ طريقن سان هنن کي سمجهايو پر بنگلاڻي بلوچن ڪجهہ بہ نہ سمجهيو. فقير صاحب هڪ ڏينهن جذبي ۽ جلال ۾ چئي ڏنو تہ:

چونري منجهان چور، ويا ويچارا نڪري،
ڍوري اندر ڍور سڃا چرن "صديق" چئي.

ڪورو چونري تانءِ، اچي پيو اوچتو
سندي بجر ماءَ، روندي گهڻو رت ڦڙا.

بنگلاڻين جي باهہ، وسائي ورهن،
فوجون فقيرن جون، متي اهر اچن،
ويندائي وسهن، ساري ڳالهہ "صديق" چئي.

فقير صاحب جي انهيءَ پاراتي کان پوءِ جلد ئي حڪومت اچي بنگلاڻين ۾ ڪات کهاڙا وڌا. آخر بنگلاڻين جو زور ٽٽي ويو ڪي اتان ڀڄي ويا ۽ ڪي وڃي ڪاٽ ۾ پيا.

## پورا اچي پيل:

ميرن جي آخري دوَر حڪومت ۾ هڪ غريب ۽ مسڪين مڱڻهار ڪان سندس نوجوان ۽ حسين زال، حيدرآباد وارن ميرن مان ڪنهن مير ڪسي ورتي ۽ زوريءَ ان مظلوم عورت جو نڪاح بہ انهيءَ مير سان ڪيو ويو. مظلوم مڱڻهار ۽ عورت جي وارثن ميرن ڪان ٻانهن هٿ ڪرڻ لاءِ ڪافي حيلا وسيلا ڪيا ۽ هٿ پير هنيا، پر ميرن هنن غريبن ۽ مظلومن جي ڪابہ رڙ ڪا نہ ٻڌي. آخر هنن مظلومن جي اک وڃي صادق فقير تي پيئي. ڪين پتو پيو تہ مير صاحب، فقير صاحب جا خاص معتقد آهن، ۽ ميرن کي حق ۽ سچ جو ڪلمو اهو ئي فقير چوندو تہ واه، نہ تہ ميرن اڳيان ٻئي جي دال اصل ڪا نہ ڳرندي. فقير صادق ان زماني ۾ اهر شريف (هاٽوڪي صوفي فقير) ۾ رهندو هئو. ان عورت جا وارث، فقير صاحب جي ڳوٺ جو ڏس پتو پڇي اچي سندن ڳوٺ پهتا، پر قدرتي اتفاق اهڙو ٿيو جو فقير صاحب ڳوٺ موجود ئي ڪين هئا ۽ سانگهڙ طرف مريدن ڏانهن ويل هئا. اهر شريف ڪان مظلوم عورت جو مڙس، پيارو مڱڻهار، فقير صاحب جن پٺيان سندن منزلن جو پڇندو وڃي ڳوٺ "جاڪرائو" (ضلعو سانگهڙ) ۾ فقير صاحب صادق سان مليو ۽ پنهنجيءَ مظلوميت جو سربستو احوال فقير صاحب جي گوش گذار ڪيائين. ان وقت تہ فقير صاحب زبان مبارڪ مان ڪجهہ بہ ڪونہ ڪڇيو پر جلد اتان منزل ڪوچ ڪري، رات اچي ڳوٺ هوتي مشائخ (تعلقو ٽنڊو الهيار) ۾ منزل انداز ٿيا، ۽ ٻئي ڏينهن جو حيدرآباد پهچي ويا. دستور موجب، پاڻ ميرن جي شاهي مسافر خاني ۾ اچي لٿا. فقير صاحب جي پچڻ سان ئي گاديءَ وارو مير، فقير صاحب سان ملڻ لاءِ وٽن حاضر ٿيو. فقير صاحب کي حال احوال کان پوءِ عرض ڪيائين تہ "قبلا، ماني آڻائجي؟" انهيءَ تي فقير صاحب پاسي ۾ ويٺل مڱڻهار ڏانهن اشارو ڪندي فرمايو تہ "ماني تڏهن کائبي، جڏهن هن مڱڻهار جو انصاف ٿيندو". اهو ٻڌي، مير صاحب وراڻيو تہ "ان جي زال جو تہ نڪاح بہ ٿي چڪو آهي، باقي ڏنڊ ڏوهہ جيڪو چوندا اهو ڀري ڏينداسون. مير صاحب کان ان مظلوم عورت جي نڪاح جو معلوم ڪري، فقير صاحب جوش ۾ اچي ويا، ۽ مير کي مخاطب ٿي چيائون تہ "هي غريب پيو پڪاري ۽ رڙيون ڪري، ۽ اوهان مظلوم عورت جو نڪاح ڪري ڇڏيو! آخر اهو نڪاح ٿيو ڪيئن؟ اهو نڪاح هرگز شريعت موجب جائز ڪونهي، تنهن ڪري اوهين اها عورت ان جي مڙس کي جلد واپس ڏيو تہ هو پنهنجي گهر وڃي".

انهيءَ تي مير صاحب چيو تہ "ميرن جي ڪوٽ ۾ جيڪا داخل ٿي، سا مٽي نڪرندي، فقير!" مير صاحب جي انهيءَ اڏنگي ۽ جاهلاڻي جواب تي فقير جوش ۾ اچي چيو تہ "جيڪڏهن اوهان جي ڪا ٻانهن انهيءَ طرح ڪنهن ڏاڍي وٽ روڪجي پئي تہ پوءِ اوهان جي دل مان ڪر ڇا وڃي؟ فقير صاحب جي انهيءَ سچ چوڻ تي مير صاحب کي ننهن کان چوٽيءَ تائين مچ وٺي ويو ۽ مير صاحب تخت ۽ تاج، حڪمرانيءَ ۽ سلطانيءَ جي خمار ۾ پنهنجو وقت وڃائي، بازي هارائي ويٺو ۽ فقير صاحب کي چيائين تہ "فقير، وڌيڪ نہ ڪڇ!" انهيءَ تي فقير، ميرن جي ڪچهريءَ مان اٿي بيٺا. مير صاحب کي مخاطب ٿي هي بيت ڏنائون:

لُـڏ مَ لغـاري[1]، خـوش مَ ٿـي تـون خـام،
جـنهن وڻ جـي تـون لام، سـو وڻ پـاڙان وڍيـو.

پـاڙؤن ويــو پٽجــي، لغـاريءَ جــو لاهــ،
اچــي اڙيـــوان ســان، جنـيـن ســاڻ الله،
موچـاري صـلاح، اينـدي ڪـا نـــ ان ڪـي.

بيتن کان پوءِ ميرن ڏانهن مخاطب ٿي، هيئن زباني بہ چيائون تہ "ميرئو! انهيءَ حالت ۾ اوهان سنڌ تي جيڪا حڪومت ڪئي سا ڪئي. هاڻ بندو خدا جي حڪم سان اهي اوهان تي آڻيندو، جن کي نڪا لانگ، نڪا بانگ!"

فقير صاحب ميرن کي ايئن چئي، اتان کان اچي شهر ۾ هڪ واڻئي جي اوتاري تي لٿا ۽ ميرن جي هڪ واڻئي منشي، ياون ۽ شيري فقير مڱڻهار کي حڪم ڏنائين تہ شهر ۾ وڃي پڙهو گهمايو تہ "بندواج سنڌ جي بادشاهي مٽائي ٿو جنهن کي بادشاهي وٺي هجي تہ اچي!" واڻيو ۽ مڱڻهار پڙهو ڏيندي، وڃي گدو بندر وٽ پهتا، جتي سر چارلس نيپئر ٿي سئو گورن سپاهين سان منزل انداز هو. سر چارلس نيپئر عملي جي ماڻهن کان پڙهي جي حقيقت معلوم ڪئي ۽ سڏو فقير صاحب جن وٽ حيدر آباد ۾ حاضر ٿيو. فقير صاحب سرچارلس نيپئر کي ڏسي،

---

[1] مٿئين بيت ۾ فقير صاحب ميرن کي "لغاري" ڪري خطاب ڪيو آهي. فقير صاحب کي ميرن جي اصل نسل متعلق ڪا اهڙي معلومات هئي تہ ميرن جو خانداني تعلق لغاري بلوچن سان هو يا انهن بيتن جي مخاطب ميرن جا برسر آورده لغاري وزير يا امير آهن. اهڙي ڪا بہ روايت هٿ آيل ڪا نہ آهي جنهن تي رائزني ڪري سگهجي. مزيد علم خدا کي آهي.

شيري فقير کان پڇيو تہ "هي ڇا ٿو چوي؟" شيري فقير وراڻيو تہ "سائين، هي سنڌ جي صاحبي ونڻ آيو آهي، ۽ پڇي ٿو تہ سنڌ جي صاحبيءَ جي قيمت گھٽي آهي" اينتري ۾ هڪ سائل بہ اتي اچي نڪتو جنهن کي ڏسي صادق فقير فرمايو تہ "سنڌ جي قيمت انهيءَ سائل جي سوال جو پورائو آهي" سائل کي چند رپين جي ضرورت هئي، جيڪي سرچارلس نيپئر بر وقت ان کي ڏنا ۽ پاڻ خاموش ٿي فقير صاحب جي خدمت ۾ بيٺو رهيو. ٿوريءَ ئي مهل ۾ فقير صاحب جوش ۽ وجد ۾ اچي، هيٺيان بيت ارشاد فرمايا:

پورا اچي پيل ساري سنڌ "صديق" چئي، [1]
ٻڏي نہ ٻڏي جهڙپ، ٻاروچاڻي پيلهہ،
دريا مٿان ريل، ٿوپر اچي ٿپاءَ تون.

عليمراداڻي اولون ٿيا، پٺو ٽالپرن ۾ تاهہ،
ست شهداداڻين چڙهيو پيو ٽاراڻين ۾ تاهہ،
مردودن ملا، ويئي سنڌ "صديق" چئي.

اهي بيت ٻڌي سر چارلس نيپئر پنهنجي ڪئمپ ڏانهن هليو ويو ۽ انهيءَ کان پوءِ جلد ميرن ۽ انگريزن درميان جنگ لڳي، جنهن ۾ ميرن هارايو ۽ انگريزن سنڌ جي حڪومت هٿ ڪئي. [2]

مٿين بيتن ۾ فقير صاحب ميرن کي بد دعا تہ ڪئي پر ان سان گڏ کين هڪ وڏي انقلاب يعني انگريزن جي آمد کان بہ واقف ڪيائون. فقير صاحب ميرن سان حق ڳالهہ تي انصاف لاءِ وڙهيا ۽ ناراض ٿيا، جنهن ۾ سندن ڪو بہ ذاتي غرض نہ هو. اهو سندن شخصيت جي بلنديءَ ۽ ڪردار جي پختگيءَ ۽ بلند همتيءَ جو

---

[1] پير حسام الدين شاهہ راشدي صاحب پنهنجي مختصر اردو ڪتاب، "سندهي ادب" ۾ صادق فقير جي احوال ۾ نقير صاحب جي ميرن جي بد دعا ۾ چيل بيتن جو ذڪر ڪندي، مٿيون بيت هن طرح لکيو آهي:
حيدرآباد ۾ هل ٿيو رت وهجي ٿي ريل، پورا اچي پيل، ساري سنڌ "صديق" چئي.
اصل ۾ بيت شايد چئن سٽن ۾ ٿو ڀانئجي.

[2] مٿينءَ روايت ۾ فقير صادق صاحب سان سر چارلس نيپئر جي ملاقات جو ذڪر ٿيو آهي. ٿي سگهي ٿو تہ فقير صاحب سان ملندڙ ڪو ٻيو انگريز آفيسر بہ هجي، پر جيڪڏهين سر چارلس نيپئر جي ملاقات مڃجي، تہ پوءِ چئي سگهبو تہ مٿيون واقعو سن 1841-42ع ۾ ٿيو هوندو. سر چارلس نيپئر انهن ئي سالن ۾ پهرين پوليٽيڪل ايجنٽ ۽ پوءِ شاهي سفير ٿي سنڌ ۾ آيو ۽ رهيو.

ڪليو ثبوت آهي جو پاڻ حق جي ڳالھہ تي، هڪ پيريا فقير جي حيثيت ۾، هيٺن جا همراهہ ٿي، مسڪينن جي مدد ۾ وقت جي حاڪمن سان ڪليءَ ڪچهريءَ ۾ لڙي پيا ۽ سچ چوندي ذرو بہ نہ ڳتا. فقير صاحب جي حق ۾ ميرن پنهنجي غلطي جلد محسوس ڪئي، پر تير ڪمان مان نڪري چڪو هو هٽ جي ڪئي جو نڪو ويج نہ ڪو طبيب. فقير صاحب جي بيتن ميرن جي دماغن تان شاهاڻا ۽ رئيساڻا نشا لاهي ڇڏيا هئا. ۽ ميرن جي مغرور دماغن ۾ فقير صاحب جون چند في البديهہ چيل سٽون " مردودن ملا، وبئي سنڌ صديق چئي" وغيره پنهنجو اثر ڏيکاري رهيون هيون. آخر حيدر آباد، ميرپورخاص ۽ خيرپور جا سيئي چڱا مڙس مير صاحب پنهنجي ڪئي تہ گهڻو نادم ۽ پشيمان ٿي معافي وٺڻ لاءِ حاضر ٿيا. فقير صاحب جن اول مظلومن کي حق ڏياريو ۽ بعد ۾ ميرن کي معافي ڏيندي هيئن فرمايائون "انگريز في الحال تہ قابو آهي، پر هميشہ هتي نہ رهندا". [❷] ائين چئي فقير صاحب هينيان بہ بيت ڏنا:

پورا اٿي پيج، اٿئي شينهن ملڪ ۾،
مٽان ڪري وڄ، ساڙيندئي "صديق" چئي،
پورن پيڄڻ لائيو ڪنا قنڌارين،

رڻ ۾ پيين راتڙي، پانڌيئڙو پچن،
وڃائيو وڃن، ساري سنڌ "صديق" چئي.

انگريزن خلاف "پورا اٿي پيج" "پورن پيڄڻ لائيو"، "وڃائيو وڃن، ساري سنڌ صديق چئي" جهڙا انقلاب انگيز اميد افزا ۽ پاڪيزه جملا فقير صاحب جي زبان مان ٻڌي، ميرن کي مس مس وڃي پيٽ ۾ ساهہ پيو ۽ ڪجهہ اطمينان ٿين. روايت موجب، فقير صاحب اهي بہ بيت چئي، وري مراقبي ۾ محو ٿي ويا. ۽ ميرن وري بہ عرض ڪيو تہ "سائين اسان کي اڃا بہ وڏيڪ دعا ڪرڻ فرمايو". تنهن تي فقير صاحب هينيان بہ بيت ميرن جي دعا ۾ چيا:

ٽيلھو ٽالپرن جو هميشہ هوندو
اولون ٿي انگريز وڃان ئي ويندو

---

❷ هميشہ هت نہ رهندا بہ حقيقت ٿي چڪي آهي

هرڪو ايئن چوندو، تہ پورن پجڻ لائيو.

ايندا اتر پار ڪان، ڪندا تيريون ۽ ميريون،
پج مٿي پيڙيون، پرنديون پروچن جون [1].

انهن بيتن ڏيڻ ڪان پوءِ، فقير صاحب ميرن کي چيو تہ "اسان کي هاڻ وڏيڪ دعا لاءِ نہ چئجو". چون ٿا تہ مير حڪمرانن فقير کي سندس اولاد تائين سالياناڻ جا پروانا بہ لکي ڏنا هئا، پر فقير کو خاص توجهہ انهن ڏانهن نہ ڏنو ۽ نہ وري ڪا سندن اولاد بہ ميرن کان ڏن اوڳاڙڻ جي ڪوشش ڪئي. ان هوندي بہ خيرپور ميرس جا حڪمران مير صاحب فقير صاحب جي اولاد جا خاص ڏاني رهيا. ويندي هز هائنس مير علي نواز خان (وفات 1935) واليءَ خيرپور تائين. انهن ميرن کي فقير جي اولاد ۽ سندن درگاهہ سان خاص عقيدت رهي. سڄيءَ سنڌ جو انگريزن جي قبضي ۾ اچڻ، پر سندن رياست خيرپور جي قائم رهڻ کي شايد فقير صاحب جي دعا جو اثر ئي سمجهندا هئا. مير علي نواز خان مرحوم جي دور حڪومت ۾ فقير صاحب جي اولاد مان سجادہ نشين يا ڪي ٻيا فقير جڏهن رياست خيرپور ۾ ويندا هئا، تڏهن درجي آهر سندن رهائش جو انتظام ٿيندو هو ۽ رخصت وقت خلعتن ۽ نذرانن جو انتظام رياست طرفان مقرر ٿيل هوندو هو. فقير صوفي قلندر بخش شهيد جڏهن بہ رياست ويندو هو تہ سرڪاري طرح، سلاميءَ سميت، سندس شاهاڻو استقبال ڪيو ويندو هو. سندس رهائش لاءِ خلاصو بنگلو ملندو هو. روزانہ ايڪيهن ماڻهن جي ماني خاص شاهي دسترخوان تان ايندي هئي. موٽر سواريءَ لاءِ ملندو هو. ڪجهہ نقد رقم بہ روزانہ خرچ لاءِ پيش ڪئي ويندي هئي. ان طرح روانگيءَ رخصت وقت هزاري خلعت، ٻيا روڪڙا پئسا، خيرپور جي شاهي خزاني مان مقرر ٿيل هئا، جي فقير صاحب کي ڏنا ويندا هئا.

مٿي ذڪر ڪيل، فقير صاحب صادق جي پيشنگوين ۽ پاراتن، دعائن ۽ بد دعائن مان فقير صاحب جي سيرت ۽ ڪردار ۽ شخصيت ۽ اخلاق تي ڪافي

---

[1] ڪي ماڻهو وري اهو بيت هيئن ڏيندا آهن:

ايندا اتر پار ڪان، ڪندا تيريون ۽ ميريون،
سرائي سيريون، ڪچيندا ڪچ ۾.

روشني پئي ٿي، ۽ سندن روحاني منزل ۽ مقام جي پڻ خبر پئجي سگهي ٿي. طبيعت جي جوش، جلال ۽ جمال، خودداريءَ ۽ استغنا، عفو ۽ درگذر، انصاف پسندي، مظلومن جي حمايت ۽ هيٺن سان همدردي، وقت جي حاڪمن ڪي سچ چوڻ ۽ سندن غير منصفانہ رويي ۽ ظالمانہ روش خلاف وڏي واڪي احتجاج ڪري انصاف حاصل ڪرڻ، وغيره، جهڙيون مڙيئي فقير اڻيون خصلتون، عارفانہ اخلاق ۽ اعليٰ انسانن واريون عادتون، فقير صاحب جي شخصيت کي بلند مقام بخشين ٿيون ۽ اها الهي ذات آهي.

**بنگلاڻيءَ تي بچ:**

هي انهيءَ زماني جو واقعو آهي، جڏهن انگريزن جي حڪومت سنڌ تي قائم ٿي چڪي هئي، ۽ انگريز فقير صاحب کي حَابُ (قيد خانو) رکڻ جي اجازت ڏني هئي. جنهن ۾ چورن چڪارن کي پڪڙي قيد ۾ رکيو ويندو هو. انهيءَ زماني ۾ هڪ بنگلاڻي بلوچ، ڪريمداد خان کي ڪا دماغ ۾ پنهنجي جوانيءَ ۽ طاقت جي گهٽي هوا چڙهيل هئي. هو هر روز فقير صاحب جي ڳوٺ جي وچ مان گهوڙي تي چڙهي، تلوار سميت مڇون وٽي لنگهندو هو. فقير صاحبن بار بار هن بلوچ کي انهيءَ نازيبا روش کان باز اچڻ لاءِ سمجهايو ۽ ڳوٺ جي وچ مان انهيءَ طريقي سان لنگهڻ جي منع ڪئي. پر سياڻن سچ چيو آهي تہ "سر منڊل جي ساز مان سانڊو ڇا سمجهي". سو ٻروچ جي اها ڪهاڙي، اهو ڳن، اتان پيو لنگهندو هو ۽ فقير صاحب جي ماڻهن کي تلوار جو ڊپ ڏيندو هو تہ مون کي ويجها نہ اچجو! حسب دستور، هڪ دفعي، جيئن ڪريمداد بنگلاڻي مڇون وٽي، تلوار هٿ ۾ ڪري، گهوڙي تي چڙهي، ڳوٺ مان لنگهي رهيو هو تيئن فقير صاحب صادق جي مٿس وڃي نظر پيئي، پاڻ فقيرن کي حڪم ڪيائون تہ جهلي اچوس. ڪريمداد فقراءَ کي ڏسي، تلوار ڪڍي، سڌو صادق فقير ڏانهن وار ڪرڻ لاءِ ڀڳو ۽ اچي فقير صاحب تي تلوار جو وار ڪيائين، پر تلوار فقير صاحب جو هڪ وار بہ ونگو نہ ڪيو. ايتري ۾ ڪريمداد کي قابو ڪري ڪٽي ڪاٺ ۾ هنيائون، جتي ڇهہ مهينا پئي ڏاڍ مڙسيءَ ۽ بهادريءَ جا باب پڙهيو. ڇهہ مهينن کان پوءِ محمود نالي بنگلاڻين جو ڪو چڱو مڙس هو. تنهن نياڻين جو ميڙ وٺي اچي فقير صاحب کان ڪريمداد جي معافي ورتي. انهيءَ ڪريمداد جو اولاد ڪاروڙي طرف (تعلقو عمر ڪوٽ)، ۽ محمود بنگلاڻيءَ جو اولاد فقير صاحب جي ڳوٺ جي آسپاس رهي ٿو.

## ميون حسام پلي ۽ صادق فقير:

مولوي ميون حسام رحہ ذات جو "پلي"، ڳوٺ ڳموري تعلقي عمر ڪوٽ جو وينل هو. سندس ڳوٺ فقير صوفي جي ڳوٺ کان ستن _ اٺن ميلن جي مفاصلي تي آهي. هي عالم سگهورو پنهنجي وقت جو متقي، زاهد ۽ عابد، اهل دل، عارف ۽ باڪمال عالم دين هو. سندس پرهيز گاري، بزرگي ۽ علمي تبحر جي مُلڪ ۾ هاڪ هوندي هئي. هي بزرگ، فقير صادق صوفيءَ جو همعصر، همصحبتي ۽ همراز هو. هميشہ سندن محبت ڀريون صحبتون ۽ عارفانہ رهاڻيون ٿينديون هيون. ان سلسلي ۾ ميون حسام، صادق فقير وٽ ڪافي وقت گڏ اچي گذاريندو هو. هنن بزرگن جي صحبت ۽ محبت پيري ۽ مريدي، اُستاديءَ ۽ شاگرديءَ ناٿين پهتل هئي. هڪ روايت موجب، صوفي صادق فقير جن سندن پيريءَ واري دؤر ۾ ڪجهہ ظاهري طرح اکري علم مئين مولوي حسام پليءَ کان پڙهيا بہ هئا. ڇا پڙهيا ۽ ڪيستائين پڙهيا، اها خبر پئجي ڪا نہ سگهي آهي، پر مئين حسام جي صحبت ۾ فقير ڪجهہ نہ ڪجهہ علم ضرور حاصل ڪيو. تنهن ڪري فقير صاحب ميان حسام پليءَ کي پنهنجو استاد سمجهندا هئا. ۽ سندن عزت ۽ احترام پنهنجي مرشد جهڙو ڪندا هئا. هڪ روايت آهي تہ فقير صوفي سندن فقيراڻيءَ حياتيءَ ۾ فقط ٻن شخصن پٺيان نماز پڙهي آهي: هڪ پنهنجي مرشد مخدوم فضل الله شاهہ رحہ پٺيان ۽ ٻي مولوي ميان حسام پليءَ رحہ جي پويان. ميون حسام پلي جڏهن بہ سندن ڳوٺ هوندو هو تڏهن فقير صاحب جن هميشہ سندس پٺيان نماز پڙهندا هئا. ٻيءَ حالت ۾ فقير صاحب پاڻ پيش اماميءَ جا فرائض انجام ڏيندا هئا. مئين حسام جي پيش اماميءَ وارو اثر فقير صادق صوفيءَ جي اولاد تائين رهيو. ڳوٺ صوفي فقير ۾ فقير صاحب جي اولاد کي عيد نماز هميشہ مئين حسام پليءَ جي اولاد مان ڪو نہ ڪو پڙهائيندو هو. اهو سلسلو گهڻو وقت هليو ۽ ويجهي زماني ۾ منقطع ٿي ويو آهي. ميان حسام پليءَ جو اولاد ساڳئي ڳوٺ ۾ موجود آهي. ماستر محمد يعقوب پلي، مسٽر لطف الله حساماڻي صاحب سندن ڀاءُ (محمد اسماعيل)، ۽ ماستر نياز علي پلي "نياز" وغيره، مئين حسام پليءَ جي اولاد مان آهن.

## مرشد سان محبت:

هونئن تہ هر ڪنهن طالب ۽ مريد کي پنهنجي روحاني رهبر ۽ سلوڪ جي راهہ جي سرواڻ سان محبت ۽ عقيدت هوندي آهي، پر صادق جو صدق ۽ صداقت، محبت ۽ عقيدت پنهنجي مٽ پاڻ آهي. صادق فقير کي ميرانپور (جهوڪ شريف) جي صوفين سان بي پناهہ محبت هئي. فقير صاحب جهوڪ شريف جي عارف، صوفين جي سردار حضرت شاهہ عنايت الله شهيد رحمت الله عليہ ۽ پنهنجي مرشد حضرت فضل شاهہ عرف شاهہ قلندر (فضل شاهہ جو زمانو شاهہ شهيد کان اندازاً سٺ سال پوءِ جو آهي) جي در جو پنهنجو پاڻ کي مڱڻو ۽ منگتو بندو ۽ غلام پٽ ۽ پان سڏيندي فخر محسوس ڪري ٿو. فقير صاحب سان بہ سندن مرشد جي خاص صحبت ۽ عنايت جي نظر هئي.

هڪ دفعي ڪنهن مريد حضرت شاهہ قلندر کان پڇيو تہ "سائين، اوهان بہ ڪو ڪلام چيو آهي؟" شاهہ قلندر جواب ۾ فرمايو تہ " ابا، اسان جو زنده رسالو صادق فقير اوهان اڳيان موجود آهي." شاهہ قلندر جي مٿئين قول مان طالب ۽ مطلوب، مريد ۽ مرشد جي محبت جو اندازو آسانيءَ سان لڳائي سگهجي ٿو. مريد ۽ مرشد جي محبت ۽ منزل هڪ جان بہ قلب واريءَ حد تي پهتل هئي. صادق فقير پنهنجي شيخ متعلق فرمائي ٿو:

صورت پانيم شيخ، معنيٰ مڙيو ئي.
ٿيو ثابت سيوئي، حق حقيقت جنهن کان.

گهڻين جڳهين تي صادق فقير رحہ پنهنجي مرشد جي مدح ڪئي آهي، جنهن جا چند مثال هيٺ ڏجن ٿا:

ايرندي کان ايريو ڪري گيڙو گل،
هادي هدايت جو سندن ڪونهي ملهہ،
"صادق" ڳالهہ مَ سل، فضل شاهہ فقير جي.

نم نوراني پير جا، نمن وسي نُور،
قلندر شاهہ ڪرم سان، پريو ڏئي پرپور،
منجهان نور ظهور، وڻ بہ وڃن واسيا.

وڙهيا واڳيا واپريا، سي صوفي شير،
واڳڻ وڏي آئيا، مانجهي مل متير،
پڙ ۾ ڪوڙي پير، سر ڏنائون صدقا. (ڪيڏارو)

وڙهيا واڳيا واپريا، جهيڙي جهوڪ ڏٺي،
امر سائڻ الله جي، اونچي ڪيائون اٽي،
رضا جا رحمان جي، سا واحد ڪي وٽي،
ڪاهوڙي ڪٺي، ويا گذاري ڏينهڙا. (ڪيڏارو)

## صوفي شهيد جي شهادت (17 صفر 1130 هہ/ 1718ع) متعلق صادق فقير جو تاثر:

ڏنو سر ڏک تي، صوفين جي سردار،
ڳائي ڳالهائو ٿيو، سر ڏڙان ئي ڏار،
تنهنجي ڪندو ڪير ڪوار جيڪو ڪلمي سان ڪاٽيو.

## جهوڪ جو فيض عام:

هل ميرانپور مڱڻا، جت ڏاتر ڏئي ٿو ڏات،
"ڪا نہ پڇي ٿو ذات، جي آئيا سي اگهيا."

جي تو هنيون اجون، تہ پلا اٿئي پر،
ويندي واٽڙين جو، ٿڏو پائنج ٿر،
قلندر شاهہ ڪرم سان، ڪندو نيڪ نظر،
وئون دوستاڻي در، "صادق" گهٽي صدق مان.

## مرشدن کي دعا:

نم نوراني پير جا، ڪِڙن ۽ ڪُلن،
ڪٿوريءَ خوشبوءِ جا، مشڪئون مينهن وسن،
ميرانپور ميرن، ڪوسو واءُ نہ وارئين.

## فقير صادق سان فقير بيدل روهڙائيءَ جي ملاقات:

هيءَ روايت گھڻو مشهور آهي تہ سنڌيءَ جي مشهور صوفي شاعر حضرت قادر بخش "بيدل" روهڙائيءَ (المتوفي 1289هہ) کي "فنا في المعشوق" جي ذڪئي ذاڪي مان لنگهائيندڙ حضرت صوفي صديق صادق جن هئا. جن جي هڪ ننڍڙي فقري حضرت بيدل بادشاهہ جون سڀ مشڪلاتون آسان ڪري، عشق مجازي جي اڙانگي ۽ ترڪڻي تڙ مان ڪيس پار ڪيو جنهن ڪان پوءِ هي فقير نيڪ ضمير وچي سلوڪ جي سڻائي ڏڳ لڳو. اها ساڳي روايت "ديوان بيدل" جي مرتب ۽ مؤلف محترم عبدالحسين شاهہ موسوي صاحب بہ "ديوان بيدل" جي منڍ ۾ فقير بيدل جي سوانح عمري لکندي بيان ڪئي آهي. صادق فقير سان فقير بيدل جي انهيءَ ملاقات جو احوال ڏيندي، موسوي صاحب لکن ٿا:

"صديق فقير، اَهر (ضلعو ٿرپارڪر) وارو جو صوفي شاهہ عنايت جهوڪ واري جو مريد هو سو اچي ميان سوال شاهہ جي اوطاق ۾ لٿو. اهڙي چڱير، مرد مٿير جي ڪچهري بہ ڪچهري هوندي؛ پريان پريان جا فقير ڪهي آيا. پنڌ هوندا هئا اٽانگا ۽ اولا، سو سيڪو پيو سڪندو هو تہ من ڪو مولا جو مرد اچي تہ رهاڻ ٿئي ۽ محفل مچي. صديق فقير جي تشريف آوريءَ جو ٻڌي، بيدل فقير بہ آيو. ڪچهري ماڻهن سان ڀرپور هئي. اڳتي وڃڻ جي جاءِ ڪو نہ هئي، تنهنڪري بيدل جتين جي پرسان چپ چاپ ويهي رهيو. صديق فقير، جنهن جو ضمير روشن هو تنهن ڪيس آجيان ڪئي ۽ چيائينس تہ "اچو هندو فقيرا!" صوفي عبدالستار صاحب ثاني)، سجاده نشين درگاهہ جهوڪ [1](پير صاحب جن بہ _ چار سال ٿيا تہ وفات ڪري ويا)، سان بيدل بنسبت جڏهن گفتگو نڪتي، تڏهن ان صاحب بہ مٿئين واقعي جي تصديق ڪئي، پرچيائين تہ صديق فقير فرمايو: "اچو ساڌا!" (صفحو 18 ۽ 19)

## تجل شريف:

تجل شريف وارن صوفي بزرگن وٽ جيڪا "صوفين جي تاريخ" لکيل آهي، انهيءَ ۾ بہ صادق جو احوال آيل آهي، جنهن ۾ "بيدل" ۽ "صادق" جي انهيءَ

---

[1] جنهن وقت محترم راج محمدهي مقالو لکيو هو. (محقق)

مذڪوره ملاقات جو ذڪر ٿيل آهي. موسوي صاحب ”صوفين جي تاريخ“ تا
بيدل ۽ صادق جي ملاقات وارو اقتباس پڻ ڏنو آهي.اسين بہ پڙهندڙن جي مزيد
معلومات لاءِ اهو اقتباس هت نقل ڪريون ٿا:

”هڪ وقت فقير صاحب جي آخر عمر جي نزديڪي پيرسنيءَ ۾ روهڙيءَ ۾
سيد غلام علي شاھ جاگيردار وٽ اچي لٿا (صديق فقير). جو اهو حضرت شاھ
شهيد جي خاندان جو مريد هو. اتي ڪيترا سادات اشراف روهڙيءَ جا ڪچهريءَ ۾
روزانو ٿي وينا هئا تہ مرحوم فقير قادر بخش صاحب ”بيدل“ روهڙيءَ وارو بہ سندن
قدم بوسيءَ لاءِ آيو. ان زماني ۾ فقير بيدل جي جوانيءَ ۽ عشق جو آغاز هو. فقير
صاحب ادب ڪان ساداتن جي پٺ ۾ صديق فقير کي تحيتاً سجدو ڪري ويهڻ
لڳو. فقير صديق فرمايس، تہ ”هندو فقير، اوري اچي ويهو.“ آخر ڪيس، پنهنجي
ڪٽولي جي پائي سان ويهڻ جو حڪم ڪيائون. گهڻي مدت فقير بيدل سندن
خدمت ۾ ويٺل هو. فقير محمد صديق جو شيوو هوندو هو جو بعضي بعضي مٿي
آسمان ڏي منهن ڪري ڳالهائيندو هو پر اهو ڪنهن کي بہ سمجهہ ۾ نہ ايندو هو
ان وقت بہ مٿي ڪنڌ ڪري ڳالهايائون. جڏهن بيدل فقير ڪائن رخصت وٺي اٿيو
تہ ميان غلام علي شاھ بہ اٿيو ٻاهر اچي بيدل ڪان پڇيائين تہ ”توهان کي هندو
ڪري ڇو سڏيائون؟ ۽ مٿي ڪنڌ ڪري ڇا ڳالهايائون؟“ پاڻ جواب ڏنائون تہ ”مون
هڪ هندو ڇوڪر، ڪرمچند روهڙائيءَ ۾ فنا ڪاڏي
آهي، تڏهن هندو ڪري سڏيو اٿن، ۽ مٿي ڪنڌ ڪري رب العالمين سان ڳالهيون
ٿي ڪيائون“. (صفحو 19)

## *جهوڪ جي گادي ۽ صادق فقير:

صادق فقير جي فقراءَ ۾ هيءَ روايت مشهور آهي تہ جهوڪ شريف جي اهل
گادي فقير صادق وٽي ڏني هئي. انهيءَ لاءِ ڇيو وڃي ٿو تہ جهوڪ شريف جي موجود
سجاده نشين جا وڏا، تجل شريف (خيرپور رياست) ۾ حضرت شاھ عنايت شهيد

* نوٽ: هن عنوان مان ڪجهہ جملا هٽايل آهن جيڪي تحقيق طلب آهن ۽ هڪ طرفيون روايتون لکيون ويون آهن جيڪي بنا حوالي ڏنيون ويون آهن مڪمل لاءِ ڏسو ڪتاب وڙهيا واڳيا واپريا (محقق)

صوفي نور الله مرقده جي [1] وڏي صاحبزادي سلام الله شاهہ عليہ رحمتہ جا متولي (مجاور) هئا. جهوڪ شريف وارن بزرگن کي سندن سڳ ڏنل هئا (مخدوم فضل شاهہ قلندر جي شادي انهن مان ٿيل هئي). شاهہ قلندر جي وفات صادق فقير جي حياتيءَ ۾ ٿي، ۽ سندن [2] فرزند، ابراهيم شاهہ جي لائق ٿيڻ تي پنهنجي مرشد زادي جي شاديءَ جو بندوبست بہ صادق فقير کي ڪرڻو پيو. ان سلسلي ۾ پاڻ ابراهيم شاهہ لاءِ سڳ وٺڻ خاطر تجل شريف وارن بزرگن ڏانهن ويا، ڇو تہ اهي ابراهيم شاهہ جا ناناڻا بہ هئا ۽ جهوڪ وارن بزرگن کي سڳ ڏيڻ جو رستو اڳ ۾ ئي انهن سان هو پر صادق فقير جڏهن هنن سان سڳ وٺڻ جون ڳالهيون ڪيون، تڏهن انهن بزرگن مان ڪن فردن انهيءَ سڱابنديءَ تي اعتراض ورتا. جنهن جي جواب ۾ معترضن کي صادق فقير چيو تہ "بندو اوهان کان ابراهيم شاهہ لاءِ سڳ گهرڻ ڪو نہ آيو آهي، پر جهوڪ شريف جي گادي اوهان کي ڏيڻ آيو آهي." آخر ابراهيم شاهہ جي شادي تجل شريف وارن بزرگن مان ٿي آهي.

فقير صادق، ميان عبدالستار اول کي جهوڪ شريف جي گادي تي ويهاري واپس ڳوٺ آيا ۽ اتي جلد وفات ڪيائون.

## شاديون ۽ اولاد:

مٿي ذڪر ٿي آيو آهي تہ فقير صادق سڀ کان پهرين شادي، پنجونجاهہ سالن جي عمر ۾، سندن ماٽناٽي ڳوٺ ڏوڏاري ۾ پنهنجن عزيزن مان ڪئي، جنهن شاديءَ مان فقير صاحب کي ٻہ فرزند، صوفي ابوالحسن فقير ۽ صوفي بايزيد فقير، جهوڪ شريف ۾ تولد ٿيا. ٻي شادي، جهوڪ شريف مان اهر شريف (موجوده صوفي فقير، عمر ڪوٽ) ۾ هجرت ڪري اچڻ وقت، پنهنجي هڪ ذات واري عزيز نظام الدين سومري جي گهران ڪيائون، جنهن مان فقط هڪ فرزند صوفي نظام الدين فقير تولد ٿيو. آخر حياتيءَ ۾ فقير، ڳوٺ مينهڙي تعلقي عمر ڪوٽ مان، سرطان سوڍن (هندن) مان ٽين شادي بہ ڪئي. انهيءَ شادي ڪرڻ سان فقير صاحب جي مرشد، شاهہ قلندر جي اها پيشنگوئي بہ پوري ٿي تہ "بندو

---

[1] وڏو نہ پر ننڍو فرزند هو (محقق)

[2] فرزند نہ پر پاٽي جو فرزند هو (محقق)

تنهنجون تي شاديون پيو ڏسي." آخري شاديءَ مان فقير صاحب جن کي ٻه فرزند صوفي شهاب الدين فقير ۽ صوفي عبدالعلي فقير ڄاوا.

فقير صاحب جا فرزند وقت جا مشهور اهل دل درويش ٿي گذريا آهن. جن مان صوفي بايزيد فقير ۽ صوفي شهاب الدين فقير جو شعر ٻه هٿ اچي ٿو. جن صادق فقير کان پوءِ هن درگاهه تي صوفياڻي شعر - شاعريءَ جو سلسلو جاري رکيو. صادق فقير جا فرزند هڪٻئي کان وڌيڪ صاحب صدق و صفا هئا. سندن حالات پڙهندي، چوڻو پوندو ته "اين خانه همه آفتاب است". اسين هيٺ مختصر فقير صاحب جي فرزندن جي سوانح جا هٿ آيل واقعات ڏيون ٿا.

## 1. صوفي بايزيد فقير رح:

"صوفي بايزيد، 1226 هجري ڌاري، جهوڪ شريف (ميرانپور) ۾ تولد ٿيا. پاڻ صوفي ابن صوفي ۽ شاعر ابن شاعر هئا. کين گهڻو ڪري "بايزيد" جي بجاءِ "باجيد شاهه" جي نالي سان سڏيندا هئا. کين ظاهري تعليم سان گڏ باطني تعليم پڻ عطا ٿيل هئي. سندن انتقال والد جي وفات کان ڇهه مهينا پوءِ، سال 1266 هجريءَ ڌاري جهوڪ شريف ۾ ٿيو اتان، سندن وصيت موجب، سندن نعش مبارڪ آڻائي، ڳوٺ صوفي فقير ۾ سندن ڀاءُ (ابوالحسن) ۽ والد (صادق فقير) جي مزارن جي وچ ۾ سپرد خاڪ ڪئي وئي. شاعري سندن ورثو هئي، پر پاڻ لڪ ۾ شاعري ڪندا هئا. ان ڪري ئي سندن شعر ايترو مشهور ۽ ظاهر ڪو نه ٿيو. صوفي بايزيد سڀ کان پهريون، پنهنجي والد جو لائق ۽ فائق سجاده نشين هو جيتوڻيڪ سندن گادي نشينيءَ جو عرصو تمام مختصر رهيو. وفات وقت کين ڪو نرينو اولاد نه هو فقط هڪ دختر نيڪ اختر هئي، جيڪا مشهور زميندار صوفي محمد هاشم سومري جي والده ماجده هئي. با يزيد فقير جي ڪلام جو نمونو پيش ڪجي ٿو:

هيءَ دل ماندي، پنهنجي يار پيارل ياجهون.
ڪاري هن ڪن ۾ ارادي آندي..
اديون عشق عجيب جي، برهه ۾ آهيان باندي..
مانَ مونکي ڪن پرين، ورهه کان واندي..
بحر ۾ "بايزيد" چئي، ڪنگ ٿيندا اچي ڪانڌي..

لنئون لائي ويا، پوري ماءَ، جيجا منهنجي جيءَ ۾!
وٺيون وهہ ڳاڏيون، ڏکيءَ کي ڏيئي ويا...
آڏيءَ اٿي ويا مٺيءَ کان، جوڳي پنهنجي (_؟) جا...
اوسيئڙي ان جي اديون، چريءَ چاڪ چڪيا...
"بايزيد" برهہ مان، ڏونگر مون ڏوريا...
(وڻجارن وايون"، مرتب عبدالڪريم پلي، ص22_24)

## 2. فقير صوفي ابوالحسن رح:

هي فقير، صادق صوفيءَ جو ٻيو نمبر فرزند هو. جهوڪ شريف ۾ تولد ٿيو ۽ اهر شريف ۾ وفات ڪيائين. سندن وفات فقير صادق جي حياتيءَ ۾ ٿي. سندن رحلت صادق فقير لاءِ صبر آزما حادثو هئي. فقير ابوالحسن جي مزار فقير صاحب صادق جي روضي ۾، سندن پاسي ۾ آهي. هي فقير شاعري ڪندو هو يا نہ، اهڙي معلومات ڪا نہ ملي آهي، ۽ عارف شاعر جي فرزند هئڻ ڪري، شاعري سندن گهر جي شئي هئي ۽ اها ڪائن وڏي ڳالهہ بہ ڪا نہ هئي. هن فقير کي ذڪر ۽ فڪر جي تلقين پنهنجي والد بزرگوار کان ملي هئي، ۽ زهد و عبادت، ذڪر و فڪر ۾ سندن والد جو ٻي مثال پيرو هو. شادي ڪرڻ کان اڳ ۾ سندن انتقال ٿيو تنهن ڪري سندن ڪو بہ اولاد جهڙو نشان ڪونهي، باقي سندن نالو هن فاني دنيا ۾ لافاني آهي.

## 3. حضرت صوفي نظام الدين رح:

حضرت صوفي فقير نظام الدين جي ولادت باسعادت ڳوٺ اهر شريف جي ايرندي (هاٽوڪي صوفي فقير) ۾ ٿي. پاڻ فقير صاحب صادق شاهہ جو ٽيون نمبر فرزند دلبند هئا. فقير صادق جو سيني فرزندن کان هن سان گهڻو پيار هو ۽ هر وقت کين خوش ۽ آرام سان رکڻ پسند ڪندا هئا، تنهنڪري ظاهر آهي تہ شفقت پدري جي بارش هن فقير تي گهڻي وٺي. ذڪر ۽ فڪر جي تلقين ۽ هدايت بہ پنهنجي والد بزرگوار کان هين. سندن دل بنسبت ٻين ڀائرن جي، فقيريءَ ڏانهن گهڻو مائل هوندي هئي. اهو سندن والد بزرگوار جي خاص محبتُ ۽ نظر ڪيميا اثر جو ئي نتيجو هو. نظام الدين کي ظاهري تعليم قرآن شريف ۽ معمولي سنڌيءَ تائين هئي. پر باطني علم ۽ عرفان جي مٿن ججهي پالوٺ ٿيل هئي. هي فقير هڪ

صاف دل صوفي، عارف ۽ وسيع النظر انسان هو. ان سان گڏ، وقت جو واصل بالله بزرگ ۽ هزارن مريدن جو مرشد بہ هو. جهوڪ شريف جي موجوده سجاده نشين جناب ارشاد عباس ”رند“، جي پڙ ڏاڏي ميان عبدالستار جو [1]مرشد هو. فقير صاحب صادق جي وڏن فرزندن، ابو الحسن (جنهن صادق فقير جي حياتيءَ ۾ وفات ڪئي) ۽ صوفي بايزيد فقير (جنهن جو وصال فقير صادق جي رحلت کان ڇهہ مهينا پوءِ ٿيو). جي راهہ رباني وٺڻ کان پوءِ، صوفي نظام الدين پنهنجي والد جي گاديءَ تي وينو. اڄ تائين سندن اولاد، فقير صادق جو سجاده نشين آهي. نظام الدين صوفيءَ متعلق ٻڌجي ٿو تہ پاڻ شاعر هئا، پر سندن شعر جو نمونو اڃا هٿ اچي ڪو نہ سگهيو آهي. فقير نظام الدين جي وفات ڳوٺ صوفي فقير ۾ ٿي. سندس مزار صوفي صادق فقير جي روضي جي سامهون تعمير ٿيل تجر شريف ۾ آهي. فقير صاحب نظام الدين کي ٽي فرزند هئا: 1_ فقير علي بخش 2_ فقير صوفي سليمان 3_ فقير حاجي محمد رحہ.

صوفي علي بخش جو اولاد صوفي صادق جو سجاده نشين رهندو ٿو اچي. هن وقت صوفي علي بخش فقير جو پوٽو [2]حضرت صوفي خدا دوست فقير درگاهہ صادق فقير صوفي جو سجاده نشين آهي. فقير صاحب کي ٽي فرزند آهن، سندن وليعهد جو نالو صوفي نبي بخش آهي. صوفي خدادوست جي فيض کي شل حق تعاليٰ گهڻو وقت قائم ۽ دائم رکي.(آمين) 2_ صوفي نظام الدين جو ٻيو فرزند فقير سليمان لاولد وفات ڪري ويو. 3_ صوفي حاجي محمد فقير کي بہ فرزند هئا: 1_ حضرت صوفي قلندر بخش شهيد (شهادت:1930ع) ۽ 2_ صوفي روشن الدين فقير مرحوم (وفات 1950ع). صوفي قلندر بخش ”شهيد“ وقت جو مشهور ”اهل حق“ فقير ۽ علم دوست شخص ٿي گذريو آهي، فقير کي تصنيف ۽ تاليف جو شوق هو سندن هڪ بہ تاليف بہ آهي، فقير ڪڏهن ڪڏهن شعر بہ چوندو هو. فقير کي فقط هڪ فرزند صوفي شمس الحق هو جو هن دنيا ۾ پنهنجي هڪ دختر نيڪ اختر يادگار ڇڏي وفات ڪري ويو معصوم حال حيات آهي، فقير قلندر بخش جي ”سوانح“، ”معمور يوسفاڻي“ لکي آهي، جيڪا غير مطبوع آهي، فقير صاحب جي

[1] ڪن اهم روايتن موجب صوفي عبدالستار مرشد نہ پر همعصر هوس (محقق)

[2] صوفي خدا دوست فقير وفات ڪري ويو ۽ هن وقت سندس فرزند نبي بخش سجاده نشين آهي (محقق)

وڌيڪ احوال لاءِ سه ماهي مهراڻ 1957ع پرچو 3 ۽ 4 "سوانح نمبر" ص 324 ڏسڻ گھرجي.

صوفي روشن الدين "روشن" به پنهنجي پياءُ وانگر گھڻو مشهور ٿي گذريو آهي: فقير شاعر به هو ته اديب ۽ صاحب تصنيف به، مقرر به چڱو هو ته سياح به. سندن اڪيلو فرزند صوفي ذوالفقار علي فقير، مجذوبي حالت ۾ اڃا حيات آهي. فقير ذوالفقار عليءَ جي شادي سندن مائٽن ڪرائي آهي، جنهن مان کين ٽي فرزند به آهن. فقير صاحب جي سڀ کان وڏي فرزند جو نالو روشن الدين فقير (المعروف صوفي فتح علي) آهي. ٻيو نمبر شمس الحق (عرف سڪندر- وفات: 1997ع)، ٽيون نمبر صوفي رفيق، چوٿون نمبر صوفي احمد رب شل هن خاندان کي اهل اولاد سميت هميشه خوش رکي! فقير روشن الدين "روشن" صوفي صاحب جو وڌيڪ احوال ۽ ڪلام، جيڪڏهن ڪو صاحب پڙهڻ گھري ته ڪيس جناب حضرت مخدوم زمان صاحب طالب المولىٰ جو ڪتاب "يادرفتگان" ۽ عبدالڪريم پلي صاحب جو ڪتاب "وڻجارن وايون" ڏسڻ گھرجي.

## 4. صوفي شهاب الدين رح:

جناب حضرت مرحوم شهاب الدين، صوفي صادق جو چوٿون فرزند هو. پاڻ سال 1244ع هجريءَ ۾ اهر شريف ۾ تولد ٿيا ۽ 1308هه ۾ وفات ڪيائون. سندن مزار مبارڪ سندن آبائي مقام "صوفي صادق فقير" ۾ آهي. کين ذڪر پنهنجي والد ماجد کان مليل هو ۽ شاعري ۽ درويشي کين ورثي ۾ مليون. سندن اولاد مان صوفي جلال محمد پنهنجي وقت جا مشهور شخص ٿي گذريا آهن. هن وقت سندن اولاد مان صوفي غلام محمد ۽ صوفي طالح محمد "ناز"، هن وقت جا باوقار زميندار آهن. سندن ڪلام تمام ٿوري انداز ۾ هٿجي ٿو سندن دستياب ٿيل ڪلام جو نمونو هي آهي:

درد بنا آهي ڪوڙي بات: ذات نه ڄاڻان ڪير آءٌ آهيان!
پاڙي اسانجي پهاڄيون، ڪر به اسان سان ڄات...
اوکي ويل اسان سان مرشد، هجي هميشه ساٿ...
هادي ويل هلڻ جي، مون کان ڪلمو چوائڻ وات...
"شهاب الدين" ڪرين سو ڪري وٺ، ڦنڊ تي آ پرڀات...

ٻيو نہ رکج مال، رکج نالو دل ۾ هر دم!
تڙي ڪيج دل منجهان تون، هو جو خام خيال...
هيڪڙائيءَ کي هڪ ڪري، دوئيءَ جو ڪيج دال...
ويهہ پاڙي پرين جي، تان رچي ٿئين لال...
"شهاب الدين" تي ڪندو مرشد، پلو سونهارو پال...

صدقي صدقي، جاني، آهيان اصل کان تنهنجي گولي!
اصلئون ڏنڙي ماءَ مون کي هئي، درد پريان جي لولي...
گلا غيبت لوڪ جي آڏو جهلي آهي مون جهولي...
ناتي پنهل جي سسئي ويچاري، رندن ۾ هئي رولي...
"شهاب الدين" کي، مرشد سائين، مٺي وٺي تنهنجي ٻولي...

مومل ساڻ ماڻا، يار راڻا! ڪر مَ رسڻ جا،
ڪرهو ڪاهي ڪاڪ تي، پرين ڪر مَ پڇاڻا...
توريءَ مير مينڌرا، وهہ ٿيا هي وهاڻا...
ڌريان ئي ڌوڙ ڀرجي، ٽيئڙا پلنگ پراڻا...
"شهاب الدين" چي، توريءَ اڱڻ جا راڻا، ڪنول ڪماڻا...

(وڻجارن وايون، ص25_26_27)

## 5. صوفي عبدالعلي فقير رح:

صوفي عبدالعلي فقير، صوفي شهاب الدين جو سڳو ڀاءُ ۽ فقير صاحب صادق جو آخري ۽ پنجون فرزند هو. سندن ولادت ڳوٺ صوفي فقير ۾ ٿي، ۽ وفات پنهنجي وڏي ڀاءُ صوفي شهاب الدين جي حياتيءَ ۾ ٿي. پاڻ پنهنجي مائٽاڻي مقام ۾ مدفون آهن. فقيرِ صاحب کي ٻہ فرزند، فقير حسين علي ۽ فقير خير محمد صوفي هئا، جيڪي پنهنجي وقت جا اهل دل فقيرِ ٿي گذريا آهن. فقير حسين عليءَ جي اولاد مان سندن پوٽو . فقير محمد زمان، تخلص "مجذوب"، ۽ فقير بهادر علي وغيره موجود آهن، ۽ صوفي خير محمد جي اولاد مان سندن فرزند. فقير ستار بخش ۽ فقير ڏاتار بخش، وقت جا معزز ۽ تعليم يافتہ زميندار شمار ٿين ٿا. فقير ڏاتار بخش کي

شعر_شاعري بہ پنهنجي والد کان ورثي ۾ مليل آهي، جيڪو چڱو شاعر بہ آهي. فقير عبدالعلي مائٽن جي پيرويءَ تي هلندڙ نهايت نيڪ صفات، عابد ۽ زاهد، صوفي باصفا هو. سندس شعر هٿ ڪو نہ ٿو اچي، شايد سندس توجهہ ان طرف خير ڪو هو.

## مريد ۽ طالب:

حضرت صوفي رحہ جي مريدن ۽ معتقدن، خليفن ۽ طالبن جو تعداد سون ۽ هزارن کان بہ مٿي ٿيندو. ڪئين حق جا طالب هن اهڙ جي آديسيءَ کان فيض پرائي، پنهنجي روحاني زندگيءَ کي تابنده ۽ درخشنده ڪري، دنيا ۽ عقبيٰ جي ڀلائي ۽ بهتري حاصل ڪري ويا. جن جو پورو ڪاٿو ڪڍڻ نہ رڳو مشڪل مسئلو آهي، بلڪ محال بہ آهي. ان سان گڏ سندن سمورن خليفن ۽ طالبن جو احوال قلمبند ڪرڻ تہ ان کان بہ محال آهي. صوفي صادق جي طالبن ۽ مريدن ۾ ڪي اهڙا فقير بہ هئا، جيڪي روشن ضمير درويش هجڻ سان گڏ، سٺي معيار جا صوفي شاعر بہ هئا. جهڙوڪ: 1. سندن مرشد زادو ۽ مريد صوفي ابراهيم شاهہ، 2. فقير ڪرم علي ڪورڪاٽي، 3. صوفي سرهو حجام، 4. ڀڳت رامچندر، 5. مراد فقير ڪنڊڙيءَ وارو؟ انهن فقيرن ۽ شاعرن کان سواءِ، 1. نانگو شاهہ (لاڙطرف)، 2. اجيو ساڌ، 3. فقير اميد علي لغاري ۽ 4. هريباٽي ڀڳتياڻي وغيره بہ صوفي صادق جي مشهور اهل دل طالبن مان ٿي گذريا آهن. هنن جو شعر ڪو نہ ٿو ٻڌجي، شايد شاعريءَ ڏانهن سندن توجهہ ڪو نہ هو. فقير اميد علي لغاري ۽ نانگي شاهہ لاڙواري جو احوال هٿ ڪو نہ ٿو اچي، باقي مٿي ذڪر ڪيل صادق فقير جي طالبن ۽ مريدن جو دستياب ٿيل احوال اختصار سان هيٺ پيش ڪجي ٿو:

## 1.صوفي ابراھيم شاھ فقير:

حضرت صوفي ابراھيم شاھ [1]ابن مخدوم صوفي فضل الله شاھ عرف شاھ قلندر رح جو شمار صادق فقير جي وڏن خليفن ۽ طالبن ۾ ٿئي ٿو. ھي فقير صادق جو مرشدزادو بہ ھو تہ مريد بہ. صوفي ابراھيم جي ولادت ۽ وفات جون تاريخون ۽ سال معلوم ٿي ڪين سگھيون آھن. صوفي ابراھيم شاھ اڃا عمر جو ننڍو ھو تہ سندس والد، [2]مخدوم فضل شاھ قلندر جو انتقال ٿي ويو. تنھنڪري ذڪر ۽ فڪر جي ھدايت ۽ اجازت صادق فقير کي، پنھنجي مرشد ھئڻ ڪري والد جي جاءِ تي سمجھندو ھو. صادق پنھنجي مرشدزادي جي ذھني ۽ روحاني ديني ۽ دنياوي پرورش ۽ پالنا ھڪ لائق ۽ فائق استاد، مرشد بلڪ والد وانگر ڪئي. دنياوي ۽ اُخروي زندگيءَ جي ھر ڪنھن ڏکي مرحلي ۾ صادق فقير ابراھيم شاھ جي رھنمائي ۽ رھبري ڪندو رھيو. صوفي ابراھيم شاھ جي شادي بہ صادق فقير تجل شريف وارن بزرگن مان ڪرائي، پر افسوس تہ ابراھيم شاھ صادق فقير جي حياتي ۾ ئي بي اولاد وفات ڪري ويو. ابراھيم شاھ جي وفات صادق فقير جي حياتيءَ جو جانڪاھ ۽ خونچڪان حادثو ھو. ھڪ طرف ھي پنھنجي محبوب مريد ۽ مرشدزادي کان محروم ٿي ويو تہ ٻئي طرف ھن وفات حسرت آيات سان سندن مرشد فضل شاھ قلندر جي نسل جو سلسلو ھميشہ لاءِ دنيا مان ختم ٿي ويو ۽ جھوڪ شريف، جيڪا سنڌ ۽ ھند ۾ روحانيت ۽ تصوف جو مرڪز ھئي تنھن جي عارفاڻي گادي پنھنجي اصلي عارف گادي نشين کان وانجھي رھي، تنھن کي بہ ڪنھن لائق ۽ عارف سجاده نشين ڏيڻ جو انتظام ۽ اھتمام صادق فقير کي ڪرڻو پيو ۽ پاڻ ميان عبدالستار اول رح، جيڪو صوفي ابراھيم شاھ جو [3]حقيقي مامو ۽ اھل دل ۽ لائق انسان ھو تنھن کي جھوڪ

---

[1] صوفي ابراھيم شاھ جي والد جو نالو صوفي عزت الله شاھ "سخي پير" ھو (محقق)

[2] سندس والد جو نالو مخدوم فضل الله شاھ قلندر نہ پر عزت الله شاھ ھو س (محقق)

[3] سالو ھو (محقق)

شريف جي گادي حوالي ڪيائون. صوفي ابراهيم شاهہ هڪ سنو صوفي شاعر بہ هو. سندن سنڌي ۽ سرائڪي زبان ۾ بيت ۽ ڪافيون هٿ اچن ٿيون. جنهن ۾ پاڻ پنهنجي نالي جي بجاءِ "فقير" تخلص طور استعمال ڪري ٿو. هڪ سرائڪي ڪافي ۾ پنهنجي مرشد صادق جي فيض ۽ هدايت جو هيئن ذڪر ڪري ٿو:

"صادق" ساجن مينوں مليا. جنهن نال فضل الله دا رليا.
نال "فقير" دي ڪرم ڪرايا. بات عجب بتايا يار.

صوفي ابراهيم شاهہ جي هٿ آيل ڪلام مان ڪجهہ ڪلام نموني طور هيٺ نقل ڪجي ٿو:

جيجا جوڳي ڪائي ذات. روندي مون نہ رهن ٿا رات.
وڃن پٽا سنياسي سنبريو.
ناد سڱيون. سنک سور جا. ورهہ وڄايو ويراڳين وات.
چت ڪري ويا چوريءَ چريو.
آءٌ هتني هو ساجهر هليا. پرهہ ڦٽيءَ پريات.
اکڙيون روئن آب پريو.
ڦوڙائي ۾ "فقير" چئي. ذک ڏئي ويا ذات.
سبق سنياسين سور جو سريو.



مون کي ساٿي نين نہ ساڻ. آءٌ نماڻي ٿي مران!
ڪاٽو پنيور سيج ٿيو هاڻ ويهان ڪنهن ڪاڻ....
مونکي چني رات هليا. رتيءَ رات رهاڻ....
پيئي آهي پرين جي. لکن ۾ لاڏاڻ....
جڏي مارن جبلين. آريچي اماڻ....
ڦوڙائي ۾ "فقير" چئي. هي هي ڪنديون هاڻ....



جس نون آپ جگايا يار، عشق انهان مر پايا يار!
هر کو آکي واصل ٿيوان، شال جڳان جُڳ دائم جيوان،
پاءِ پيالا وحدت پيوان، نفس کنهين نہ نمايا، يار!
دل دي اندر طلب جنهان کون، خوش نہ آوي لوک انهان کون،
کول نقاب شتاب تنها کون، ڍول ڳلي ڳل لايا، يار!
سر کات جدا ڏڙ ڌار جو رهندي، مردان موت انهان کو کهندي،
کل، قلب دي سي ئي لهندي، جيتا ئي مر چايا، يار!
"صادق" ساجن سانون مليا، جنهن نال فضل الله ڌارليا،
نال "فقير" دي کرم کرايا، بات عجيب بنايا، يار!

## 2. کرم علي فقير کورڪاٽي:

کرم علي کوٽڙي شهر جو وينل هو سندس ولادت، سال 1186ع هجريءَ ڌاري، کوٽڙيءَ ۾ ٿي. پاڻ ذات جو کورڪاٽي بلوچ هو صوفي صادق رح جو هڪ دفعي کوٽڙيءَ طرف مريدن ۾ وڃڻ ٿيو جتي کرم علي فقير جي ضادق فقير سان پريت جو پلئہ اهڙو تہ اٽڪي ويو جو مرڻ تائين صادق فقير رح جو در نہ مٽيائين. صادق فقير جن جڏهن کوٽڙيءَ کان سفر ختم کري ڳوٺ آيا، تڏهن کرم علي فقير بہ ساڻن گڏ اهڙ شريف اچي رهيو. مرشد جي نيک نظر سان هن فقير روحانيت ۾ چڱو مرتبو ماڻيو. ۽ شاعر بہ ٿي پيو. سندس کرامتن جا کئين قصا مشهور آهن. دل جي صفائيءَ، ضمير جي روشنائيءَ ۽ بلند نظريءَ جي کري سندس شمار صادق فقير جي وڏن طالبن ۾ ٿئي ٿو. صادق فقير جي وفات کانپوءِ، سندن مزار جو مجاور ۽ ڀهاريدار ٿي رهيو. پر موت فقير کي مرشد جي اها خدمت هڪ سال بہ مس کرڻ ڏني. آخرڪار 1266هہ ڌاري، راهہ رباني اختيار کيائين،

سندس قبر صادق فقير جي روضي جي اڳيان، تجر شريف ۾ آهي، جنهن ۾ صادق فقير جي اولاد جون بہ قبرون آهن.

فقير ڪرم علي ڪوڙڪاٽيءَ جي ڪلام ۾ بيت ۽ ڪافيون آهن. جيڪي صوفيانہ تعليمات ۽ اخلاق جي زيور سان سينگاريل آهن. سندس ڪلام، صادق فقير جي سيني طالبن جي ڪلام جي مقابلي ۾ گهٽي ڪان گهٽ وهٽ آيو آهي. فقير جي هڪ ڪافي ۽ چند بيت مطالع فرمايو:

## ڪافي

ڪـــڏهن ڪيـــائون ڪينڪـــي، هـــي جـــو ويـــس وڏائـــي،
ســـــامي ويئـــــا صـــــبر ۾، وو متـــــائي وائـــــي...
بڪـــون ڏنـــائون بـــدن ڪـــي، خـــوش نـــہ تيـــا ڪـــائي....
"ڪـرم علي" لاهـوتي نـہ لرزيا، جـي ڪنـڌ تـي ڪـاتي آئـي....

## بيت

اڪـــــين اوڏا ســـــــپرين ڏســـــڻ ڪنـــــان ڏور،
"ڪـــرم علـــي" ڪـــيچن جـــي، مـــاريس ان مـــذ ڪـــور،
وجـــــان تـــــي وهلـــــور ايءَ پـــــروڙي ڳـــــالهڙي



لنگهـــ لقـــا پُـــر، ڪـــاپڙي! دونهـــان ڪـــيم دڪـــاءِ،
واڳـــي ويهـــ وحـــدت ســـان، وٽ صـــبر جـــو تـــون ســـاءِ
ڏڪ وســـائج ڏيـــل ۾، جيئـــري جـــان جـــلاءِ،
پـــڏي ســـندرو ســـچ جـــو، پـــر ۾ پـــاڻ پچـــاءِ،
تـــڏهن ڪـــل پـــوئي ڪـــاءِ قلـــب انـــدر "ڪـــرم علـــي" چئـــي.



طالب چائين پاڻ کي، تہ بک سان رکج پير،
کيچين لاءِ "ڪرم علي" چئي، جال وهائج جر،
مٿي مارڳ مر تہ سيهي مان سون ٿئين!



عادتون آديسن جون، اهڙيون ٿي آهين،
عشق سندي آگ سان ٿا. جيءَ کي جلائين،
واڳيا وتن وحدت سان، ڳجهہ ۾ ڳالهائين،
هو خوديءَ کي کائين قلب اندر "ڪرم علي" چئي.

## 3. ڀڳت رامچندر:

ڀڳت رامچندر ذات جو لهاڻو (هندو) هو ۽ ڳوٺ "چر" تعلقي ساماري ضلعي ٿر پاڪر جو رهاڪو هو. سندس جم اٽڪل 1765 ع ڌاري، انهي ڳوٺ ۾ ٿيو. هن ڀڳت جي طبيعت ننڍ پڻ کان ئي ڀڳتيءَ ڏانهن مائل هئي، سو جوانيءَ ۾ قدم رکندي ئي اچي صوفي صاحبن جو مريد ٿيو. پنهنجي نيڪ نيتي ، اندر جي اجرائي ۽ جهد جي ڪري، صادق فقير جي ٽن "ڪبير خليفن" مان هڪ هو. ظاهري طرح تہ ڀڳت هندو هو. پر نماز جا پنج وقت پڙهندو هو ۽ مراقبو ڪندو هو. گهٽ کائڻ ، ٿورو سمهڻ ۽ محنت مزوري ڪرڻ سندس خاص عادتون هيون. سندس معاش جو ذريعو گهور ڪرڻ هو. ڏينهن جو گڏهہ تي معمولي وکر وجهي ڳوٺن ۾ وڪڻڻ ويندو هو ۽ رات جو اچي مرشد جي حاضري ڀريندو هو. ڪڏهن ڪڏهن تہ گهور جي سانگي پري وڃي نڪرندو هو. حالانڪ صادق جو فقيراڻو گنج ۽ ننگر اٽڪت هو ۽ ڀڳت جيڪڏهن گهور ڇڏي فقيرُ صاحب وٽ وهي رهي ها. تہ بہ کيس کاڌو ۽ ڪپڙو پيو ملي ها، پر ڀڳت جي طبيعت محنت ۽ مزوري کان سواءِ مفت جي ماني کائڻ تي ڪڏهن بہ راضي نہ ٿي، هن ڀڳت جي وسيع المشربيءَ ۽ سخاوت جون ڪئين کهاڻيون ۽ حقيقتون پيون ٻڌجن. ڀڳت رام چندر هڪ

بيواهه، سيد خاتون جي آڙيءَ جي وقت ۾ جيڪي خدمت ڪئي، اها بي مثال هئي. هن جي انهيءَ نيڪيءَ، سخاءَ خدمت جو داستان ڪجهه طويل آهي. تنهنڪري ان جي بيان کان پاسو ڪريون ٿا. ڀڳت رام چندر صادق فقير جي وفات کان پوءِ ٿي سال حيات رهيو. 1851ع ڌاري پرلوڪ پڌاريو. ڀڳت صاحب سنڌي جو شاعر بہ هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن جوش ۽ جذبات ۾ اچي بيت ڏيندو هو. سندس بيت سادا ۽ سوادي آهن. ڀڳت ظاهري طرح هو تہ هندو پر سندس ڪم ۽ خيال مسلمانن وارا آهن. ڀڳت رامچندر جي هٿ لکيل ڪلام مان بہ بيت ملاحظہ ٿين!

ڪلمـــو وڏي قـــرب مـــان، پـــائي ويٺـــو پـــر،
اهـــا راهـــ" رامچنـــدر" چئـــي، آهـــي پيغمبـــريءَ پـــر،
گـــروءَ ســـندو گهـــر، آهـــي انـــدر جـــي اوطـــاق ۾.



ڪلمـــي ســـپ ڪكوريـــا، خواجـــا، نبـــي ۽ شـــاهـ،
لڳـــن رنـــگ "رامچنـــدر" چئـــي، انـــدر ٿيـــا اجهـــا،
پيچـــي ســـيئي پـــاءَ نـــسوروئي نـــوري ٿيـــا.

## 4. سرهو فقير حجام:

فقير سرهو حجام، ڳوٺ غلام نبي شاهه تعلقي ساماري جو رهواسي هو. سندس جنم جو سال اندازي موجب 1775ع آهي. سرهو فقير طبعاً سنجيدو ۽ نيڪ انسان هو. سندس ڌنڌو هو حجامت ڪرڻ. فقير صادق صوفيءَ جي غلام نبي شاهه جي سيدن ۾ اچ وڃ هئي. هڪ دفعي فقير صادق مذڪور سيد جي مهمان جي حيثيت ۾، سندن اوتاري ۾ لٿل هو، تہ سيدن فقير صاحب جي سنوارت لاءِ فقير سرهي حجام کي گهرايو. سرهو فقير سيدن جو حڪم پهچندي ئي فقير صاحب جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ فقير صاحب صادق جي سنوارت شريف ڪيائين، سنوارت ڪندي، چون ٿا تہ فقير صاحب صادق سرهي فقير ڏانهن نهايت ئي غور

۽خوض سان چتائي ۽ چيتي نهاريندا رهيا، ۽ سنوارت جو ڪم ختم ٿيڻ تي صادق فقير سرهي کي مخاطب ٿي فرمايو تہ "سرها ڇڏ پاڻي ، تہ ملبئي ماني!" چوندا آهن انڌو گهري الله کان هڪ اک ، پر جي بہ ملنس تہ ٻہ چا ڪپي . سرهو فقير تہ فطرتاً هو ئي انهيءَ فقير جو طالبو. سو جڏهن فقير صاحب صادق جي سيدن جي ڳوٺ مان روانگي ٿي ،تڏهن هي بہ سونهاري سنگ سان ساڻ ٿي اچي اهر شريف جو آديسي ٿيو .مرشد جو فيض هن مريد تي گهڻو رهيو.جنهنڪري سُرهي فقير جو شمار صادق جي برک خليفن ۾ آهي ، ۽ خود سرهي فقير جا بہ هزارين مريد پڌجن ٿا.فقير صادق کان ڪن طالبن پڇيو تہ "سرهي فقير جي روحاني منزل متعلق ڪجهہ اسان کي ٻڌايو."جنهن جي جواب ۾ صادق فقير چيو تہ "ابا، سرهو ترهوآهي، گهڻن کي تاريندو ."هڪ ٻئي دفعي جي ڳالهہ ٿاڪن تہ صادق فقير جي رهاڻ ۾ حاضر فقرا (هندو ۽ مسلمان ) ۾ اچي ڪبير ڀڳت جو ذڪر نڪتو .فقراءَڪبير ڀڳت جي ساراهہ جا ڍڪ ڀرڻ لڳا ۽ چيائون تہ ڪبير ڀڳت وڏيءَ منزل وارو صاحب هو. آخر فقير صادق کي عرض ڪيائون تہ "قبلا، اوهين راءِ ڏيو ؟"جنهن تي فقير، صادق فرمايو تہ .ابا، ٿي ڪبير تہ ٻندي جي مريدن ۾ موجود آهن." انهيءَ تي فقيرن عرض ڪيو تہ "سائين مهرباني ڪري انهن ٽن ڪبيرن جا نالا ٻڌايو " فقير صاحب چيوتہ"اهي آهن:سرهو فقير، ڪرم علي فقير، ۽ رامچندر ڀڳت". سرهو فقير، صادق جي وفات کانپوءِ بہ حياتي هو. فقير صادق جي وفات کان پوءِ اهر شريف کان جهوڪ شريف وڃي رهيو ۽ لاڙ طرف ئي وفات ڪيائين .سندس مزار ماتليءَ لڳ، مگرين جي ڳوٺ پرسان آهي. اهو مقام "سرهي فقير جو مقام" سڏجي ٿو. سرهي فقير جو گهڻو ڪلام هٿ اچي ٿو. سندس هڪ سنڌي ۽ هڪ سرائڪي ڪافيون پيش ڪجن ٿيون.

آئون قربان ٿيان تن تان، مهر ڪري جي مون وٽ آيا !
تن طنبورو ڪري اڳيان ان جي، مون واجٹ سڀ وڃايا...
ڪاج سپيئي سريا سرتيون، تيڙا لايا سجايا ...

”ســرهو، چــوي، ڙي ســرتيون، پــرين پــال پلايــا...

*

ميــڏي مــارڻ خــاطر مــاهي، لا،الاه دي فــوج چڙهــائي!
مــر مــرڻ کنــون طالــب اڳــي، تــسان هــي راهــہ کڙائــي...
نکــا نفــسي نکــونــانءُ، نکــاهي لــوج لڙائــي....
ســت ســولان دي”ســرهي“ کــون، ”صــادق علــي“پڙهــائي...

## 5. اجيو ساڏ:

هي ساڏ ذات جو ميگھواڙ هو ۽ سندس جنم سال 1768ع ۾ ڳوٺ صوفي فقير ۾ ٿيو هن ساڏ جو شمار صادق فقير جي وڏنڌڙ طالبن ۾ ٿئي ٿو. هي ساڏ دنياوي ڏنڌن کان تارڪ ۽ فارغ ٿي، سڄي حياتي مرشد جي خدمت ۾ رهيو جهد ڪٽيندڙ، مراقبي ۽ذڪر فڪر ۾ گھڻو وقت گذاريندو هو. مرشد جي ٻاجهہ ۽ مهرباني مٿس گھڻي رهي. قربانيءَ ۽ ايثار جو مادو ۽ استقامت ساڏ صاحب ۾ تمام سرس هو. سندس هڪ قربانيءَجي ڳاله مشهور آهي. سال 1940ع ۾ ملڪ ۾ ڪا اهڙي اچي بيماري پيئي، جنهن ڳوٺن جا ڳوٺ ناس ڪري ڇڏيا. بيماريءَ جا اهي راڳا ڏسي، اجيو ساڏ پنهنجي مرشد صادق فقير جي خدمت ۾ حاضر ٿي عرض ڪيو تہ ”قبلا، ملڪ ۾ هن بيماريءَ تباهي آڻي ڇڏي آهي،۽ اوهين اجا ماٺ ۾ ويٺا آهيو. ڌڻيءَ جي درگاهہ ۾ دعا گھرو تہ بيماري دفع ٿئي.“ ساڏ جي انهي سوال تي صادق فقير فرمايو تہ ”ابا، بيماري دفع ڪرڻ لاءِ قربانيءَ جي ضرورت آهي؛ هڪڙو سر ٿو کپي، سو تون ڏي يا آئون ڏيان.“ انهيءَ تي صاحب چيو تہ ”سائين، توهان جي ملڪ ۾ ماڻهن کي گھڻي ضرورت آهي، خدا ڪري اوهان جي عمر خضري هجي، باقي مونکي اجازت ڏيو، آءٌ سر ڏيان.“ تنهن تي فقير صادق چيو تہ ”اها مرضِي اٿئي تہ سنو، پر پهرين وڃي ماءُ کان موڪل وٺي اچ، اهو سڻي اجيو ساڏ مرشد جي ارشاد جي تعميل ۾ پنهنجيءَ والده جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ ساري حقيقت کيس ٻڌايائين، جنهن ساڏ جي

مرضي تي خوشيءَ جو اظهار ڪيو ۽ گرم پاڻي ، تيل ۽ ميٽ تيار ڪري ڏنائين ته پهرين غسل ڪري صاف ٿئي ،پوءِ پلي وچي قرباني ڏي. ساڏ صاحب گهران تيار ٿي اچي مرشد کي خوشي ۽ جي خبر ڏني. ساڏ جي حقيقت ٻڌي، صادق فقير جن پاڻ اتان اٿي ، اچيو ساڏ جي والده وٽ انهي ۽ اجازت جي تصديق لاءِ ويا ، ۽ وچي ڪانئس پڇيائون . مائيءَ جواب ۾ چيو ته " سائين ، مون پنهنجي پٽڙي کي خوشيءَ سان قرباني ڏيڻ جي موڪل ڏني آهي . " اتان ڪان فقير صاحب صادق جن سڏو اوتاري ۾ آيا ،۽ حاضر فقراءَ کي ذڪر ڪرڻ جو حڪم ڏنائون، ۽ اچيو ساڏ اتر_ ذڪرڻ متو ۽ پير ڪري، منهن اولهه طرف ڦيري چادر اوڍي سمهي رهيو ،ٿوريءَ دير کانپوءِ وڏي آواز سان ڪلمو پڙهيائين ۽ سندس روح پرواز ڪري ويو .رب پاڪ جي قدرت ، جو ان قربانيءَ کانپوءِ بيماري ملڪ تان ٽري ويئي !اچيو ساڏ جو آستان فقير خير محمد صوفيءَ جي اوطاق وٽ هو، جو پوءِ فقيرن ميدان ڪرائي ڇڏيو، هينئر اتي ڪو بہ نشان ڪونهي . هن ساڏ جو شعر _ شاعريءَ ڪرڻ ڏانهن توجهه ڪو نہ هو.

## 6. هري ٻائي ڀڳتياڻي:

هيءَ نيڪ صفت عورت ، صادق فقير جي مريدياڻي ۽ رامچندر ڀڳت جي ننهن هئي ، صوفي صادق فقير جن وٽ جيڪو بہ هندو فقراءَ ايندو هو انهيءَ جي کاڌي پيتي جو انتظام هن مائيءَ جي حوالي هوندو هو. چون ٿا تہ هن عورت جي طبيعت ننڍپڻ کان ئي ڀڳتيءَ ۽ فقيريءَ ڏانهن مائل هئي، ويتر جو فقيرن ۽ صوفين جون صحبتون ۽ مرشد جي مهر ٿي، تنهن تہ هيڪاري رڱي رتو ڪري ڇڏيس. ڀڳتياڻي صاحبہ جو معمول هوندو هو تہ سڄي رات ويهي ذڪر ۽ فڪر ۽ مراقبي ۾ جاڳي گذاريندي هئي، ۽ اسر مهل فقير صاحب صادق جا ڏهر ڏيندي هئي، ۽ اولاد کي هميشہ رات جو جاڳڻ جي هدايت ڪندي هئي ۽ چوندي هئي تہ "ابا، سڄيون راتيون سمهيو هيرن ۽ جواهرن جو واپار وڃايو ڇڏيو ۽ رڳو ڏينهن جو ڪوڏين ۽ دمڙين جي واپار تي مٺا پيا آهيو جيڪو رڳو ڪوڙ ۽ فاني

آهي." هيءَ ڀاڳن ڀري ڀڳتياڻي، سؤ سالن جي عمر ماڻي، 1779ع ۾ پرلوڪ پڌاري.

**وصال:**

فقير صوفي صادق جن، 95 سالن جي طبعي عمر شريف ڪي رسي، 11_ رمضان المبارڪ 1265هہ مطابق 1848ع ۾، وچينءَ نماز مهل وصال فرمايو_ انالالله وانا اليہ راجعون.

سندن رحلت پنهنجي ڳوٺ اهر شريف ۾ ٿي. فقير صاحب جي جسم خاڪيءَ کي، سندن وصيت موجب، انهيءَ ڳوٺ ۾، سندن فرزند ابوالحسن فقير جي مزار جي پير ۾ سپرد خاڪ ڪيو ويو جنهن جي مٿان پوءِ ڪن هندو مريدن روضو تعمير ڪرايو. قبر جي اڏاوت سٺي آهي، ۽ هن وقت منجهس ٽي مزارون آهن. فقير صاحب جي درگاهہ عمرڪوٽ شهر کان ٻارهن ميلن جي مفاصلي تي، اولهہ طرف آهي، ميرپور خاص کان هيءَ درگاهہ اوڀر طرف، ٽيٽيهن ميلن جي مفاصلي تي ٿيندي ۽ ڍورو نارو ريلوي اسٽيشن ۽ شهر هتان کان ڇٽن _پنجن ميلن جي پنڌ تي، اتر طرف واقع آهي. فقير صاحب جي وصال کي هن وقت (1965ع) 117 سال ٿي چڪا آهن، پر سندس درگاهہ اڄ تائين مرجع خلائق آهي. مخدوم گرهوڙي صاحب سچ فرمايو آهي تہ "مرد مرن ڪينڪي، مرن مردودا."

**ميلو:**

صوفي فقير جي مبارڪ ياد ۾، ڳوٺ صوفي فقير ۾، سندن مزار پرانوار تي هر سال چيٽ مهيني جي ٻارهين تاريخ کان، ٽي ڏينهن، شايان شان ميلو لڳندو آهي، هي ميلو "صوفي فقير جو ميلو" جي نالي سان مشهور آهي ۽ ضلعي ٿرپارڪر جي قديم ميلن ۾ شمار ٿئي ٿو. حالانڪ هي ڪو اهڙو وڏو ميلو نہ آهي، جهڙا ساڳئي ضلعي ۾ پٿوري يا رام جاڳي عرف عاليشير شاهہ جا ميلا آهن، پر پنهنجيءَ قدامت ۽ صوفين جي مرڪز هئڻ ڪري عوام ۾ مقبوليت حاصل ڪري چڪو آهي. ميلي ۾ ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان هر سال هزارين عقيدتمند ۽ مريد، ٻري ٻري جا صوفياءِ ڪرام ۽ فقراءَ کهي ۽ ڪشالا ڪري، اچي صوفي صاحب جي مزار تي

سلامي ڀريندا آهن. ميلي ۾ رواجي واپار بہ ٿئي ٿو بازار بہ سينگارجي ٿي، ۽ انن ۽
گھوڙن جون ڊوڙون بہ ٿين ٿيون.

## رڳون ٿيون رباب:

ميلي وارا ٽي ڏينھن، صبح جو سويرو درگاھ جھوڪ شريف جي سجاده
نشين ۽ صادق فقير جي گادي نشين جي موجودگيءَ ۾، قديم دستور ۽ مخصوص
صوفياني طريقي موجب، روزانو ھڪ روح پرور رقت آميز ۽ وجد آور سماع جي
محفل پڻ منعقد ڪئي ويندي آھي، جنھن ۾ صادق صوفيءَ ۽ شاعرن جي سرموڙ
لاکيڻي لطيف جو ڪلام ڳايو ويندو آھي. ڳائڻا حضرات تہ سمورو ڪلام صادق
فقير جو ڪري ڳائيندا آهن، ۽ سندن خيال آھي تہ صادق فقير جو ڪلام شاھ
صاحب جي ڪلام سان خلط ملط ٿي ويو آھي، پر اھا سندن غلطي آھي. سماع جي
محفل ۾ جيڪي سرڳايا ۽ پڙھيا ويندا آھن، انھن جي ترتيب ساڳي درگاھ جھوڪ
شريف جي "راڳنامي" واري آھي. جھوڪ شريف جي "راڳنامي" جي ترتيب ھن طرح
آھي:

1۔ **پھريون ڏينھن:** ڏھر، وھاڳ، ۽ راڻو رات: سامونڊي، ڪنيات ۽ سھڻي.
2۔ **ٻيو ڏينھن:** رپ، آسا، ۽ مارئي، رات: ڪلياڻ، ليلان – چنيسر، گھاتو، ڪاموڏ، ڪارايل (ڪاريھر؟) ۽ بسنت.
3۔ **ٽيون ڏينھن:** ڌناسري، موکي ۽ سارنگ، رات: سسئي، سورٺ، ڪيڏارو ۽ بلاول.

مٿئينءَ ترتيب موجب صادق فقير جي درگاھ تي فقط ڏينھن وارا راڳ صبح
جو ڳايا ويندا آھن.

## ادبي محفل ۽ ورسي:

اسان سنڌين جي سرد مھريءَ، خاص ڪري پنھنجن شاعرن ۽ اديبن ڏانھن
عدم توجھيءَ تي سنڌ جا ڪافي تذڪري نويس ۽ عالم ماتم ڪري چڪا آھن، ۽
واقعي ايئن چوڻ ۾ اديب ۽ شاعر حضرات حق بجانب بہ آھن. پر نھايت ئي افسوس
جي ڳالھہ آھي تہ ھن اھڙ جي آديسيءَ ۽ سنڌي ادب جي تاريخ جي اھم ڪردار
صوفي صادق، تي ادبي دنيا ۾ تمام گھٽ لکيو ويو آھي ۽ ڪيس مطالع تہ بنھہ نہ ڪيو
ويو آھي. جنھن جو ھڪ واضح ثبوت صادق فقير جي ڪلام جو شايع نہ ٿيڻ بہ
آھي، صادق صوفي شعر – شاعريءَ جي لحاظ سان جنھن قدر جو لائق آھي، افسوس

تہ سنڌيدانن سندس قدر اوترو ۽ شانائتو نہ ڪيو آهي، وري بہ صد آفرين آهي چند انهن تذڪري نويسن کي، جن پنهنجي سرڪوشش وٽندي ڪجھہ نہ ڪجھہ فقير صاحب جي حياتيءَ جا احوال ۽ ڪلام جو انتخاب ۽ ڪلام تي ٿورو گهڻو تبصرو پنهنجن تذڪرن ۾ ڏنو آهي، جيتوڻيڪ صحت ۽ جامعيت جي لحاظ سان اهو بہ مستند نہ آهي، تہ بہ غنيمت آهي، وري بہ جس جڳائي "بزم ادب صوفي" کي جنهن ٿورن سالن کان فقير صاحب جي ميلي وارن ڏينهن ۾ هڪ محدود ادبي محفل منعقد ڪرائي صادق فقير جي ورسي ملهائڻ جو اهتمام ڪيو آهي، جنهن ۾ مقامي شاعر ۽ اديب، سگهڙ ۽ راڳيندڙ شريڪ ٿيندا آهن ۽ صادق صوفيءَ جي حياتيءَ ۽ پيغام تي مقالا ۽ شعر پڙهيا ويندا آهن ۽ راڳ جي رهاڻ ۾ پڻ سٺو رنگ ۽ رس پيدا ٿيندو آهي، جنهن ۾ صادق صوفي ۽ ٻين شاعرن جو ڪلام ڳايو ويندو آهي، ضرورت آهي تہ صادق جي يوم وصال کي سندن شايان شان ۽ وسيع پيماني تي ادبي رنگ ۾ ملهايو وڃي، انهيءَ موقعي تي ٻاهرين شهرن کان شاعر، اديب، سگهڙ ۽ موسيقار گهرايا وڃن، تہ جيئن ڪين صادق فقير کي سمجهڻ ۽ مطالع ڪرڻ جو موقعو ميسر ٿئي.

## صادق صوفيءَ جي شخصيت:

حضرت محمد صديق "صادق" صوفي رحہ جي شخصيت هر لحاظ کان همہ گير ۽ گونا گون، حڪيمانہ ۽ فقيرانہ صفات جي جامع ۽ عارفانہ ڪمالات جي حامل آهي. سندن شخصيت جي مطالعي کان سواءِ سندن شعر جو صحيح مطالعو ڪري نٿو سگهجي. هر ڪلام پنهنجي صاحب الڪلام جي تصوير هوندو آهي، تنهنڪري ان جو صحيح نموني مطالعو شخصيت جي مطالعي سان ئي ڪري سگهجي ٿو. صادق صوفيءَ جا حالات جيڪي مٿي لکجي آيا آهن، انهن مان سندن شخصيت تي ڪافي روشني پئي ٿي. سندن ڪلام، سندن شخصيت جو آئينو ئي آهي.

صادق هڪ ئي وقت مريد بہ آهي تہ مرشد بہ، طالب بہ آهي تہ مطلوب بہ، هڪ بيمثال ۽ وڏي شاعر هئڻ سان گڏ، صوفي باصفا ۽ روشن دل عارف ۽ مرد مومن بہ آهي، سندن معتقد مسلمان بہ آهن، تہ هندو حبدارن ۽ مريدن جو حلقو بہ وسيع آهي. صادق جي صحبت، هدايت ۽ مجلس ۾ هندو ۽ مسلمان يڪسان رهيا، هوئن

بہ. اوليائن ۽ عارفن لاءِ مشهور آهي تہ "عاشقان را مذهب وملت خدا است" يا ش
جي لفظن ۾: "سامين کي سيين پرين. روح ۾ رهيو رب." معرفت الاهيءَ جي عاش
۽ سرويچ صوفين ۽ عارفن جو مذهب ۽ ملت ڇا آهي، ۽ محبوب جي مشتاق ج
سنت ڇا آهي؟ _ فقط "دل" جا خدا جي جلوه گاهہ آهي، تنهن کي سڀ شئي ک
خالي ۽ صاف رکڻ! بقول شيخ سعدي رحہ:

مذهب عشاق چيست، سنت مشتاق چيست؟

دل کہ نظر گاهہ اوست. از همہ پرداختن!

صادق فقير، هڪ سچي مومن ۽ پڪي مسلمان جي حيثيت ۾، شري
شريف جا ادب ۽ احترام ڪندڙ ۽ سختيءَ سان شريعت جا پابند هئا. پاڻ اه
سنت جماعت جا پير وڪار هئا. غوث اعظم سيدنا عبدالقادر جيلانيءِ بغدادي ج
طريقي سان، جهوڪ شريف جي عارفن سان منسلڪ هئڻ ڪري، وابستہ هئا. ا
ڪري پاڻ "صوفي القادري" هئا. ان سان گڏ، آل رسول مقبول صلي الله عليہ وسل
جن سان سندن والهانہ محبت ۽ عقيدت ۽ فدايانہ عشق ۽ الفت جو داستان "س
ڪيڏاري" ۾ موجود آهي. ان طرح، مذهبي فرقيبندي ۽ اختلافن کان دور رهندا هئا

فقير صاحب جي فطرت سنجيده، مدبر، نهٺا، وسيع القلب ۽ رحمدل انسا
هئا. مردانگي ۽ شجاعت، غيرت ۽ حميت جي ڪري، الله ڪارڻ ڪنهن لاٽ سا
لڙڻ کين ورثي ۾ مليل هو. انهيءَ سان گڏ، زياده نيڪ ۽ حساس طبع هئڻ ڪري
غريب عوام خواهہ اوڙي پاڙي تي ڪو غير واجبي ۽ غير انساني ظلم ٿيندو ڏسي
کين گهڻو صدمو رسندو هو ۽ پاڻ اهڙن ظالمن جي ڪارروائيءَ تي سخت رنج ۽
برانگيختہ ٿيندا هئا. اهڙن موقعن تي کين جوش ۽ جلال پيدا ٿيندو هو پر اه
ڪيفيت تمام ٿورو وقت قائم رهندي هئي، ڇو تہ سندن نيڪ فطرت ۽ سادي
طبيعت ۾ عفو ۽ درگذر صبر ۽ شڪر جو مادوججهو سمايل هو.

"چڱاين لاءِ چوڻ" ۽ عوام الناس کي "براين کان روڪڻ" سندن سارا هڻ جهڙ
، فقيرانہ ۽ مومنانہ اصول رهيا. انهيءَ فرض کان سبڪدوش ٿيڻ لاءِ پاڻ وقت جي
حاڪمن کان بہ نہ مڙيا. هر ڪنهن جي خير خواهي، سڀ ڪنهن سان همدردي
اوڙي پاڙي ۽ راڄ _ ڀاڳ جي عزت ۽ غيرت کي پنهنجي غيرت ۽ عزت سمجهڻ ۽
سندن ادب ۽ احترام ۽ سنڀال ڪرڻ، مهمان نوازي ۽ فقراءَ پروري فقير صاحب ۾
گهڻي هئي. وقت جي ديني عالمن ۽ مذهبي پيشوائن جو ادب ۽ احترام ڪرڻ

فرقيوارانہ تنازعن ۽ آويزشن کان بيزاري، ۽ هندو _ مسلم اتحاد واري صوفيانہ اصول کي بہ وٽن گهڻو فروغ حاصل ٿيو. انهيءَ طرف اشارو ڪنهن، هڪ ڪلام ۾ چون ٿا:

هندو ترڪ تون نہ آهين _ آهين خاص خدائي.

فقير صاحب جي بزرگانہ ڪمالات ۽ ڪرامتن جون ڪئين حڪايتون ۽ روايتون مشهور آهن. اهي روايتون ڪيتريقدر حقيقت آميز آهن اها خبر خدا کي، باقي سندن پيشنگوئيون، دعائون ۽ بد دعائون تہ سڄ وانگر روشن آهن. فقير صاحب جيئن زبان مان چيو ايئن ٿيو.

جهوڪ شريف جي خليفن ۾ فقير صاحب وڏو خليفو ليکبو آهي. صادق فقير جهوڪ شريف جو نہ رڳو خليفو ۽ مريد آهي، بلڪ پنهنجي، مرشد زادي، ابراهيم شاهہ فقير بن [1] مخدوم فضل شاهہ جو رهبر بہ آهي، جيئن مٿي ذڪر ٿي چڪو آهي. جهوڪ شريف جي موجوده سجاده نشين جي وڏن کي جهوڪ شريف جي گادي بہ صادق فقير وٽي ڏني هئي، جيڪو سندن عظيم ڪارنامو آهي.

مير حڪمران صادق فقير جا تمام گهڻا معتقد ۽ سندن ادب ۽ احترام ڪندڙ رهيا. فقير جي زبان وٽن هر طرح مقبول هئي، پر فقير صاحب هنن اميرن جي معتقديءَ ۾ ڪڏهن ذاتي لالچ ۽ غرض نہ رکيو ۽ هميشہ کين سندن ظلم جهڙيءَ روش تي بيڌڙڪ خبردار ڪندا آيا (جنهن جو ثبوت سندن دعا ۽ بد دعا وارا بيت آهن) پاڻ ڪڏهن بہ ڪا ناجائز راءِ يا سفارش ميرن کي ڪا نہ ڪيائون.

اهي سندن فقيرانہ استغنيٰ، حق پرستيءَ ۽ بلند ڪرداريءَ جا زنده مثال آهن. سندن نظر فيض مان هزارين هندو ۽ مسلمان رڃي لعل ٿيا ۽ ڪيترن ئي سلوڪ ۽ تصوف جي راهگيرن جي فقير صاحب رهنمائي ۽ رهبري ڪئي. مختصر تہ فقير صاحب جو وجود نيڪين ۽ برڪتن جو ڀنڊار هو. سندن شخصيت ۽ ڪردار جي بلندي ۽ عظمت سندن پاڪيزه حياتيءَ جي هر ڪنهن پهلوءَ مان نمايان آهي. سندن روحاني ڪمالات جو هڪ سندن همعصر ۽ مريد هن طرح اعتراف ڪيو آهي، جنهن ۾ نہ رڳو عقيدت آهي، بلڪ حقيقت بہ سمايل آهي:

---

[1] سندس والد جو نالو فضل الله شاهہ نہ بلڪ عزت الله شاهہ هو. (محقق)

اپ تتو پون ٿامڙي، اتي بيهي ڪير،
وڙهيا، واڳيا، واپريا، "صادق" جهڙا شير:
ان پونءَ سندي پير، ڪي ڪي قليل ڪاپڙي
(ڪرم علي فقير)

## صادق جي شاعريءَ تي شاهہ جو اثر:

شاعرن جي سرتاج، لاکيڻي "لطيف" جي شاهاڻي شعر کان ڪهڙو سنڌي شاعر آهي جو متاثر نہ ٿيو هجي؟ سندن عارفانہ عبارت، فاضلانہ فڪر ۽ بزرگانہ بيتن کان سندن همعصر متاثر ٿيا، پوبہ تمام گهڻو اثر ورتو هن وقت بہ سنڌي شعر سندن زير اثر آهي ۽ آئيندي بہ سندن اثر سنڌي شعر ۽ ادب تي قائم ۽ دائم رهندو. فقير صوفي صادق تي لطيف جي فن ۽ فڪر شعر ۽ رسالي جي ادب جو اثر فني توڙي معنوي لحاظ سان، بلڪل نمايان آهي. سنڌي ادب جي چند تذڪرہ نويس صاحبن جي بہ اهڙي ئي راءِ آهي، جيڪا بلڪل قرين قياس آهي. سلطان العارفين حضرت شاهہ عبداللطيف جن جي وفات (1165ھ : 1752ع) کان پورا پنج سال پوءِ (1170ھ: 1756ع) صادق فقير تولد ٿيا، ۽ پنجانوي سالن جي عمر ۾ وفات ڪيائون. روايتن موجب، فقير صادق پنجويهن سالن جي عمر ۾ فقيري اختيار ڪئي ۽ شاعر بہ ٿيا. سندن حياتيءَ جي انهن پنجويهن – چويهين سالن لاءِ تہ ڪجهہ بہ چئي نٿو سگهجي، ڇو تہ سندن اهو دؤر چورين، ڌاڙ مڙسين ۽ خراب ماڻهن جي صحبتن ۾ گذريو. انهيءَ دؤر ۾ لطيفي رهاڻ حاصل ٿيس يا نہ، پر باقي حياتيءَ ۾ فقير کي لطيفي رهاڻين ۽ صوفيانہ صحبتن ۽ مجلسن ۽ سماع سرود جي محفلن ۾ "لطيفي لات" ٻڌڻ، سمجهڻ ۽ هنڊائڻ جا ڪافي موقعا ميسر ٿيا هوندا، جنهن جي ميچڻ ۾ ڪو انڪار ڪري ئي ڪونہ ٿو سگهجي، فقير صادق جي ڪلام کي مطالع ڪرڻ سان معلوم ٿيندو تہ مٿن شاهہ جو گهڻو ۽ گهاٽو اثر آهي ۽ سندن ڪلام سان فقير صاحب جا گهرا روحاني ناتا ۽ واسطا آهن ۽ اهي ئي هم آهنگي ۽ همخياليءَ جا لاڳاپا "صادق" جي لطيفي محبت ۽ الفت جو ثبوت آهن. هنن ٻنهي عارف ۽ شاعرن جي فڪر ۾ مطابقت، فن ۾ موافقت ۽ خيالن ۾ مناسبت، همخيالي ۽ هم آهنگي، سندن ڪلام پڙهڻ سان گهڻي نظر ايندي. هيئن چوڻ سان صادق فقير جي شاعرانہ رتبي ۾ رتيءَ جيترو بہ فرق ۽ تر جيترو بہ تفاوت نٿو پوي، تہ صادق فقير شعر ۾ فني توڙي معنوي لحاظ سان حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي پيروي ۽

تتبعو ڪنهن حد تائين ڪيو آهي، جنهن جون ثابتيون سندن ڪلام اندر موجود آهن.

صديق فقير جي شاعريءَ جو زمانو سنڌ جي ادبي تاريخ جو ميرن وارو دؤر آهي ۽ سندن شمار ان دور جي شاعرن ۾ ڪيو ويجي ٿو. جيتوڻيڪ ميراڻي دور جو وڏو شاعر سچل سرمست آهي، جنهن ان دور ۾ سنڌي غزل جي ابتدا بہ ڪئي ۽ موزون غزل نما ڪافيون بہ لکيون. ۽ ايراني شاعريءَ جي اثر هيٺ عربي ۽ فارسيءَ جو ترڪيبون پڻ عام جام استعمال ڪيون. پر صادق فقير معنوي طرح تہ سچل جو همخيال نظر اچي ٿو پر شاعريءَ جي دنيا ۾ فني طرح شاهہ جو پيرو آهي، چو تہ هن رڳو وائيءَ ۽ بيت جي ئي شاعري ڪئي آهي.

فقير صاحب جو ڪلام شاهہ جي ڪلام وانگر، ساڳين تمثيلن تي چيل ۽ چٽيل، روحانيت جي رازن ۽ باريڪ نڪتن ۾ رتل آهي، صادق فقير جي ڪافين ۽ بيتن ۾ شاهہ صاحب جي بيتن جا ٽڪرا تضمين طور بہ استعمال ڪيل آهن.

انهن کي فقير صادق اهڙي نموني پنهنجي مضمونن سان پيوند ڪيو آهي جو خبر ئي نٿي پئجي سگهي تہ ڪو هيءَ سٽ ٻئي شاعر جي آهي، پيو تہ صادق فقير جي رسالي جي ترتيب، سٽاءُ ۽ جڙاءُ بہ شاهہ جي رسالي وانگر آهي، منجهس سر ۽ انهن جا مضمون بہ شاهہ جي مضمونن سان بلڪل ملندڙ آهن. باقي سر "وهاڳڙو" ۽ "موکي" ، شاهہ جي رسالي کان وڌيڪ، صادق جي رسالي ۾ درج آهن. صادق جي رسالي ۽ ان جي مواد جي ترتيب ۽ جوڙجڪ لاءِ "سنڌي ادب جي تاريخ" جو مصنف لکي ٿو:

"هن رسالي جي ترتيب هوبهو شاهہ ڀٽائيءَ جهڙي آهي. جيڪي سرشاهہ جي رسالي ۾ آهن، سي سڀ هن ۾ موجود آهن، فقط ٻہ سر وڌيڪ ڏنل آهن، هڪڙو "وهاڳڙو" ۽ ٻيو "موکي". حقيقت ڪري اهي رڳو نالا وڌيڪ ڏنل آهن نہ تہ مضمون انهن ۾ ساڳيو ئي آهي، جو شاهہ جي رسالي جي سر ڪلياڻ، يمن ڪلياڻ ۽ پرڀاتيءَ ۾ آهي. ٻين سيني سُرن مان هر هڪ سر ۽ مضمون بہ اهو ساڳيو ئي آهي، جو شاهہ جي رسالي جي ساڳئي نالي واري سر ۾ آهي، نہ رڳو ايترو بلڪ هر هڪ سر ۾ وڏو انداز انهن ڏوهيڙن جو آهي، جي شاهہ ڀٽائيءَ جي رسالي ۾ موجود آهن. انهن ڏوهيڙن کي ڪنهن بہ شاعر جو نالو ڏنل ڪونهي، شاهہ جي رسالي ۾ اهي ڏوهيڙا بنا نالي ڏنل آهن ازانسواءِ رسالہ صادق فقير جي جدا جدا سرن ۾ ڪي اهڙا

ٻه ڏوهيڙا، جن مان گھڻو انداز شاهه جي رسالي ۾ موجود آهن. سي ۽ ٻين شاعرن جي نالن وارا ڏوهيڙا ڪيڊي ڇڏيا ته باقي صديق فقير جي نالن وارن ڏوهيڙن جو انداز تمام ٿورڙو وڃي بچندو. شاهه جي رسالي ۽ صديق فقير جي رسالي ۾ هي ٻه تفاوت آهي جو شاهه صاحب جي رسالي ۾ هر هڪ سر جا داستان ڪيا ويا آهن. ۽ هر هڪ داستان ۾ ڏوهيڙن جي پنيان وايون ڏنيون ويون آهن. پر صادق فقير جي رسالي ۾ هر هڪ سر، داستانن بنا. يڪوئي ڏنل آهي ۽ بيتن تي انگ ٻه لڳل ڪينهن. ۽ هر هڪ سُر جي منڍ ۾ وايون (صدائون) ۽ پڇاڙيءَ ۾ ٻه وايون آهن ۽ وچ ۾ بيت آهن. رسالي جي هر هڪ سر جو مضمون جيتوڻيڪ شاهه يتائيءَ جي ساڳئي نالي واري سر جي مضمون سان هوبهو هم صورت آهي، ته ٻه هر هڪ سر ۾ ڪي ڪي خيال، فقير صاحب جي رسالي ۾ نرالي ۽ دلچسپ طرز سان ڏنل آهن. مثلاً سر ڪيڏاري ۾، ميدان ڪربلا جي تصوير چٽيندي، صادق فقير نفس سان جنگ ڪرڻ ۾ صوفي شهيدن جي سرويچيءَ وارو جيڪو مضمون آندو آهي، سو شاهه صاحب واري رسالي ۾ ڏنل ڪيڏاري جي مضمون کان بلڪل علحدو آهي. فقير جي ڪلام جي ٻوليءَ شاهه يتائيءَ واري ٻوليءَ جي وچ ۾ ذرو تفاوت ڪونهي. مثال:

"سمهي سمهي مڱڻا، اجا ٿئين هير،
نياڳا ننڊون ڪرئين، ڏکها ڪريو پير،
وڏيءَ ڪنهين وير، مڱي ويا مڱڻا! (وهاڳڙو)
(سنڌي ادب جي تاريخ"، جلد 1 ص 218_220)

مؤلف مرحوم جي مٿئينءَ راءِ مان ٻه اهو ثابت ٿئي ٿو ته صادق جي زبان ۽ شاهه جي ٻوليءَ ۾ ذرو ٻه فرق ڪونهي ۽ صادق جي رسالي جا سر ۽ انهن جي مضمونن جي رٿا ۽ سٽا ٻه شاهه جي رسالي واري آهي، پر صادق طرفان ڪافي طرح سان پنهنجي شعر ۾ جدت ۽ نوان پڻ پيدا ڪيل آهي. باقي رهيو رسالي ۾ شاهه يا ٻين شاعرن جي ڪلام جو درج ٿيڻ. وائين جو بيتن جي اڳياڙيءَ ۽ پڇاڙيءَ ۾ اچڻ ۽ بيتن جي مٿان الڳ الڳ داستان ۽ بيتن جا نمبر نه هجڻ جو تعلق، سو براه راست شاعر سان نه بلڪ رسالي جي ڪاتبن سان آهي، تنهنڪري، انهن ڳالهين کي مدنظر رکي، ٻنهي شاعرن جي فن ۾ ڪو فرق پيدا ڪري نٿو سگهجي.

"سنڌي ادب جي تاريخ" جي مصنف مرحوم جي انهيءَ راءِ مان ته "رسالي جا بنا نالي ڏوهيڙا"، جن مان گھڻو انداز شاهه جي رسالي ۾ موجود آهي، سي ۽ ٻين

شاعرن جي نالن وارا ڏوهيڙا ڪڍي ڇڏيا تہ باقي صديق فقير جي نالن وارن ڏوهيڙن جو انداز تمام ٿورڙو وڃي بچندو." نظر اچي ٿو تہ فاضل مصنف جي نظر مان صديق فقير جي ڪلام جو ڪو ناقص نسخو گذريو آهي، ورنہ فقير صاحب جو ڪلام چڱي انداز ۾ دستياب ٿي رهيو آهي، هي مسئلو هٿ اچڻ تي صاف ٿي ويندو. دستياب ٿيل ڪلام مان صادق فقير تي شاهہ صاحب جي اثر جا چند مثال ملاحظہ ٿين:

## شاه صاحب جي تضمين جا مثال:

هيٺ لکيل ٻنهي بيتن ۾ پهرئين نمبر بيت جون اڳيون ٻئي سٽون، ۽ بيت نمبر ٻئي جي پهرين سٽ صديق فقير جي آهي، ٻنهي بيتن جون ٻئي آخري سٽون شاهہ صاحب جون آهن. جيڪي فقير صاحب بيتن ۾ تضمين طور پيوند ڪيون آهن. اهي بيت عام فقيرن ۽ سگهڙن کان، بلڪل انهن پڙهٽين سان، صديق فقير رح جي نالي ٻڌا ويا آهن. تنهنڪري چئي سگهجي ٿو تہ فقير صاحب اهي سٽون شاهہ صاحب کان کنيون آهن.

ڪتان هلئين ڪاپڙي، ڪتي هئين ڪال،
اکيون رت گاڏيون، ٿو لڙڪ وهائين لال،
"ڏنئي جي جمال، سامي ڪونہ سلائين؟" (10)

هل ميرانپور مگٽا، جت ڏاتر ڏئي ٿو ڏات،
"کهڙي پڇين ذات، جي آيا سي اگهيا." (11)

## فڪر جي مناسبت:

اڄ پڻ اتر پار ڏي، ڪڪر ٿو ڪري،
وسايو واٽڙين تي، ٿو خالق کنڊ پري
پاساريان پري، سانگ مَ وڃن سپرين.

(شاهہ: سر سارنگ)

اج پڻ اتر پار ڏي، سحر سونهاري جوڙ
اڳ مَ وچ ولها، محب منهنجا موڙ
توريءَ ڪنڌي توڙ آءُ ڪانڌ ڪنديس ڪن سان.

(صادق: سر سارنگ)

سج سياٽي جا ڪري، ساميءَ سائي ونڪ،
سهي نہ سگهان ساٿ سئين، تنهن راسن جي رونق،
ڪ رتائين لاڪ ۾، ڪ ڏنائين پانن پڪ،
سندي سوڍي سڪ، ڪپر ڪورون جهليون.

(شاهہ: سر مومل-راڻو) [1]

پرهہ جو پيدا ٿيو ڳاڙهائيءَ جو ڳچ،
ساميءَ ڪي صورت جو منهن ۾ ٻري مچ،
سامي ڳالهاءِ سچ، تہ ڪتان ڪڪورئين ڪاپڙي؟

(صادق: سر مومل-راڻو)

جوڳيءَ تي جڙاءِ، نسورو ئي نينهن جو،
پتنگ جيئن پيدا ٿيو سامي سچ وڙاءِ...

(شاهہ: سر راڻو) [2]

ايرندي اُس ڪري، جيڏو سج سهاءِ،
تيڏو ڪاڪ ڏجائين، بابوءَ جي بناءِ،
مومل مون مناءِ، ڪنهن ويل نہ وڃي وسري.

(صادق: سر راڻو)

---

[1] ڏسو سُر "مومل راڻو" داستان ٻيو بيت نمبر- 1، سٽ نمبر- 3، ص نمبر- 5 : هتمم انجهاني ڊاڪٽر هہ.م. گربخشاڻي، ايڊيوڪيشنل پرنٽنگ پريس، ڪچهري روڊ، ڪراچي، 1941ع.

[2] ايضاً: داستان ٽائون، بيت- 5، سٽ- 3، ص- 55

ڪالهہ گڏيو مون ڪاپڙي، بابو بان بري،
سائي شال گُلن ۾، سامي سون سري،
خبر ڏي ڪري ڪا مومل جي مجاز جي.

(شاهہ: سر راڻو)

ڪو جو گڏيو ڪاپڙي، گيڙوءَ سان گلزار،
تنهن موچاري مومل جا، پيهي ڏنا پار،
گهوڙا گهوٽ سوار، ڪاهي آيا ڪاڪ تي.

(صادق: سر راڻو)

## همخيالي:

### وحدت الوجود:

سو هي سو هو سو اجل سو الله،
سو پرين سو پساهہ، سو ويري سو واهرو. (شاهہ)

سين صاحب هيڪڙو جابجا ذاتي،
سو صادق سو سپرين، سو ڪسڻ سا ڪاتي،
جان مون اک پاتي، حوصلو حيران ٿئو. (صادق)

### مڙيوئي منهن ٿيو:

منهن محراب پرين جو جامع سڀ جهان،
ڦرهيءَ تان فرقان ڪي، ڪاٿيائون قرآن،
اڏامي ات ويا، عقل ۽ عرفان،
سيوئي سبحان، ڪيڏانهن ڪري نيتيان! (شاهہ: رامڪلي)

مڙيوئي منهن ٿيو هلڻ ٿئو حيران،
جوڳيءَ سندي جوءِ ۾، سيوئي سبحان،
ڪعبو ۽ قرآن، ڪيڏانهن نئي نيتان. (صادق)

Scanned with CamScanner

## پيغام جي وحدت:

وڃين ڇو وڻڪار، هت نہ ڳولين هوت کي،
لڪو ڪين "لطيف" چئي، ٻاروچو ٻيءَ پار،
نائي نيڻ نهار، تو ۾ ديرو دوست جو. (شاهہ: سسئي)

الله اورانهون ڇڏي، پرانهين پنڌ پيا،
بنا نالي سپرين، اجاڪي ٻيا،
واڪيندي ويا، "صادق"، ٻڌيو سندرا. (صادق)

جان جيئن تان جل، ڪانهي جاءِ جلڻ ري،
تتيءَ ٿڌيءَ هل، ڪانهي ويل ويهڻ جي. (شاهہ)

جيڪي اٿئي اڄ، سيان ناهہ صديق چئي،
واڇي وانگر وڃ، مٿي ڪي مرلي ڪري. (صادق)

واقف نہ وڻڪار جي، پاڻي ڪنئي نہ پاءِ،
جبل جلدايون ڪري، تڪ ڏيڪاري تاءِ،
لڳي لڪ "لطيف" چئي، معذورن مٿاءِ،
اتي اوڏو آءٌ، جتي هوت هيڪلي آهيان. (شاهہ: سسئي)

هڪ جبل جاڏا آيا، ٻي جهنگل پئي جهڪ،
اڇن اڻ سونهي ڪي شرڪ گهڻيرا شڪ،
سي سڀ لنگهيائين لڪ، ڪنهن سبب ساڻ "صديق" چئي. (صادق)
تتيءَ ٿڌيءَ ڪاهہ، ڪانهي ويل ويهڻ جي،
متان ٿئي اونداهہ، پير نہ لهين پنهون جو. (شاهہ)

صباح ناهي "صديق" چئي، اٿي اورج هير،
ڏگها ڪري پير، پئي رهندينءَ پٺ ۾. (صادق)

مٿين مثالن پيش ڪرڻ مان اسان جو مقصد هنن عارفن جي ڀيٽ ڪرڻ هرگز نہ آهي، بلڪ صادق فقير رح تي شاهہ صاحب جي اثر ۽ رنگ ڏيکارڻ لاءِ سندن خيالن ۽ شعرن جا متجانس ۽ متشابهہ پهلو پيش ڪيا ويا آهن. صادق تي شاهہ صاحب جي گهري اثر هوندي بہ هن شاعر شيرين مقال جي ڪلام کي رڳو شاهہ صاحب جي تتبع ۽ تقليد ۾ چيل شعرن جو مجموعو ڪنهن بہ حالت ۾ سڏي نہ سگهبو. هن عارف ۽ قادرالڪلام شاعر پنهنجي طرفان ڪافي مسلم الثبوت ادبي ۽ علمي جدتون ۽ نيرنگيون پيدا ڪيون آهن، جنهن ۾ شاعر جي معنيٰ خيز تجربن، گهرين بصيرتن، بلند تخيل، حقيقي ۽ سچن مشاهدن گڏجي فن ۽ فڪر کي معراج تي رسايو آهي، جنهن ۾ شاعر جي شاعرانہ جذبات ۽ احساسات، قلبي واردات ۽ مشاهدات، داخلي ۽ خارجي اثرات ۽ ڪيفيات جو عڪس آهي، انڪان سواءِ سنڌي ادب ۾ "ڪيڏارو" صديق فقير جوئي آهي، جو فني حيثيت سان رقت انگيز ۽ رجزيہ انداز کي نباهي سگهيو آهي، سندس مقابلي ۾ ٻين شاعرن جا ڪيڏارا ڪابہ فني حيثيت نٿا رکن. شعر ۾ نوان خيال ۽ نوان تصور پڪا ۽ پختا مشاهدا، نوان لفظ، نوان محاورا، نوان قافيا ۽ نئون ۽ نرالو فڪر، حسن بيان، وسيع نظري ۽ بلند خيالي، واقع نگاري ۽ منظر ڪشي، "مخاڪات" ۽ بلند پروازي، جوش ۽ درد ، رواني ۽ سلاست، سوز ۽ گداز انداز بيان جي بلاغت وغيره، صادق فقير جي شاعرانہ شعور جي عظمت ۽ فطري صلاحيتن جي ڪمال، فني قابليت، معنوي ڄاڻ ۽ علمي واقفيت جي ساک ڀرين ٿا. اهو ڀلاري ڀٽ ڌڻيءَ سان مقابلو ۽ موازنو تہ ڪنهن بہ حالت ۾ نہ آهي، پر اهو بہ سچ آهي تہ اهو لطيفي فيض ئي آهي، جنهن سنڌي صوفيائي شاعريءَ ۾ اهي رنگ رچايا آهن، پر جتي شعر ۾ جدت ۽ ندرت پيدا ڪرڻ لاءِ نون خيالن کي نئين طرزن، نون اسلوبن ۽ نون پيراين ۾ پيش ڪرڻ جو سوال آهي، اتي اهو چئي سگهجي ٿو تہ صادق فقير ۾ ان قسم جو فني اجتهاد جام آهي، اڳوڻا ۽ ورجايل خيال بہ، نون اسلوبن ۽ نمونن، پيراين ۽ رنگن ۽ ڍنگن سان پيش ڪرڻ بہ شاعريءَ ۾ داخل آهي، جنهن کي ڪنهن بہ حالت ۾ شعر جي دنيا مان خارج ڪري نٿو سگهجي. انهيءَ لحاظ کان، صادق فقير بہ اڳيان ورجايل خيال ورجايا آهن، پر انهن ۾ اسلوب ۽ نگارش جي نواڻ ۽ ندرت بہ آهي، ۽ پنهنجي حال ۽ قال جي انفراديت بہ.

## فقير صادق جي ڪيڏاري تي تحقيق

سنڌي ادب ۾ سر ڪيڏاري تي بحث، لطيفي شاعرن ۽ محققن جو خاص موضوع گفتگو رهيو آهي، آنجهاڻي پروفيسر ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ پنهنجي عظيم تاليف ”شاهہ جو رسالو“ ۾ پنهنجي تحقيق جي بنياد تي، سر ڪيڏاري کي شاهہ جو ڪلام تسليم ڪري، پنهنجي رسالي ۾ داخل ڪيو تڏهن کان ”شاهہ جي رسالي ۾ ڌاريو ڪلام“ جي موضوع تي ان دؤر جي عالمن ۽ لطيفي ڄاڻن زوردار بحث ڪيا، ان سلسلي ۾ ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ کان وٺندي موجوده دؤر جي لطيفي محققن ان ڳالهہ تي پنهنجا خاص دليل ۽ رايا قائم ڪيا آهن، تہ سرڪيڏارو شاهہ جو چيل آهي يا احسان فقير جو؟ ۽ جي واقعي شاهہ سرڪيڏاري جا بيت چيا آهن، تہ پوءِ انهن ۾ شاهہ جي بيتن جي تعداد ڪيترو آهي؟ وغيره هيستائين شاهہ جي سر ڪيڏاري جي بيتن جي تعداد متعلق بحث ڪندي انگن اکرن جو عجيب سلسلو پيدا ڪيو ويو آهي، ڪن محققن شاهہ جا ٻاهتر بيت مڃيا، تہ ڪن وري ستر لکيا، تہ ڪن عالمن جي ڇنڊڇاڻ اٺ بيت باقي شاهہ جا بچايا، ۽ ڪن ان سلسلي جي سموري بحث جو جائزو وٺي، انهن اٺن کان وڌيڪ چار بيت ”شاهہ لطيف“ تي ”ڇاٽيا“ آهن. مطلب تہ اهو بحث اٽڪيل آهي، جيڪو شايد اڃا بہ لطيفي محققن ۾ گهڻو وقت هلي! اسان مٿيان لطيفي شاعرن جي تحقيق جا مختصر اشارا فقط ان ڪري ڏنا آهن، ڇا لاءِ تہ لطيف جي سرڪيڏاري تي بحث دوران فقير صديق جي سر ڪيڏاري ۾ آيل شاهہ جي بيتن تي بہ خاص طرح بحث ڪري، ڪي رايا قائم ڪيا ويا آهن.

”صوفي صديق فقير“ جي سر ڪيڏاري جي تحقيق ۽ تاليف جو ڪم سڀ کان اول مخدوم محمد صالح ڀٽي هالائي مرحوم ڪيو آهي. مخدوم مرحوم احسان فقير جي سر ڪيڏاري جي تحقيقي ۽ تصحيح لاءِ فقير صديق جو ڪيڏارو جمع بہ ڪيو ۽ ان ۾ ڌارئين ڪلام جي تحقيق بہ ڪئي. مخدوم مرحوم جي اها تحقيقي ڪاوش سنڌن وفات (1953ع) کانپوءِ ”ڪيڏارو“ نالي ڪتاب ۾ آيل آهي، اسان جي اڳيان ڪتاب جو ٻيو ڇاپو آهي، جنهن جي اشاعت جو سال ڏيکاريل ڪونهي ڪتاب ڪيڏاري ۾ جامع، 1۔ فقير احسان، 2۔ سيد جيئندل شاهہ، 3۔ اسماعيل فقير، 4۔ جاڙو فقير، 5۔ صديق فقير ۽ آخر ۾ جامع پنهنجي ڪيڏاري جا بيت، وايون، زاريون ڏنيون آهن، ان کانپوءِ احسان فقير جي سرڪيڏاري جي بيتن کان

سواءِ فقير جي ٻين ٻارهن سرن جا بيت پڻ ڪتاب ۾ درج ڪيا ويا آهن. صديق فقير جي سر "ڪيڏارو" مولف ڇا لاءِ ڪتان ۽ ڪيئن هٿ ڪيو تنهن بابت مرحوم جو فرزند لکي ٿو:

"صادق فقير جو ڪيڏارو جو هتي ڏجي ٿو سو والد محترم محمد صالح پٽي هالائي کي درگاهه جهوڪ شريف توڙي درگاهه اهر شريف جي مهربانيءَ سان هٿ آيو جنهن کي ڪجھ ورهه گذريا. شايد سندن خيال هو ته احسان فقير جي ڪيڏاري جي تصحيح بعد هن ناياب تحفي کي پڻ شايع ڪيو وڃي."

صادق فقير جا "ڪيڏاري سان گڏ مولف پنج بيت سر "سوڏڙي" جي عنوان سان جدا ڏنا آهن، جن جو مضمون به سر ڪيڏاري وارو آهي. افسوس هن ڳالهه جو آهي، ته مؤلف جي فرزند، مٿين وضاحت ۾ اهڙو ڪوبه اطلاع ڪونه ڏنو آهي ته مخدوم محمد صالح جي هٿ ڪيل ڪيڏاري جو ماخذ "صادق فقير" جي ڪلام جو ڪو مڪمل قلمي نسخو هو يا مٿي ذڪر ڪيل درگاهن جي راڳيندڙن جي ياداشت موجب مختلف ڳائڻن کان لکرايو ويو هو؟ ڇو ته هن ڪيڏاري جو ماخذ جيڪڏهن فقير جي ڪلام وارو مشهور "مڪمل بياض" آهي ته پوءِ ان سر کي مڪمل تصور ڪري سگهجي ٿو پر جيڪڏهن اهو ڪلام ڳائڻن جي ياداشت تان لکيو ويو آهي، ته پوءِ چئي سگهجي ٿو ته ان سرجا کي ٻيا بيت به هوندا. ڇو ته ڳائڻن کي سارو ڪلام ياد هجي سو ته ٿي نٿو سگهي. شاهه جي ڪيڏاري تي بحث ڪندي مؤلف جو هڪ فقرو پروفيسر محبوب علي چنا جو هن طرح آيل آهي ته:

"سُر ڪيڏاري جا ٻارهن بيت صادق فقير صوفيءَ جي رسالي ۾ موجود آهن."

"ڪيڏاري" جي مؤلف جي مٿئين فقري مان ڪنهن حد تائين اهو نتيجو وٺي سگهجي ٿو ته سر ڪيڏارو صديق فقير جي ڪنهن رسالي تان نقل ڪيو هئائين يا صديق فقير جو رسالو مطالع ضرور ڪيو هئائين: نه ته مٿئين فقري ۾ رسالي جو لفظ نه لکي ها، ته: "صديق صوفي جي ڪيڏاري ۾ شاهه جا ٻارهن بيت موجود آهن." ڇو ته رڳو "اهر" ۽ "جهوڪ" تان هٿ آيل ڪيڏاري کي سندن جهڙو محقق، "رسالو" نٿو لکي سگهي، ٻي هڪ خاص ڳالهه جنهن جو هت ذڪر ڪرڻ ضروري آهي ته مؤلف، صديق فقير جي ڪيڏاري ۾ جيڪي "ٻارهن بيت" شاهه جا ڪري آندا آهن ۽ انهن بيتن مٿان جي نمبر اصل رسالي جا ڏنا ويا آهن، اتي اهو ڇاٽايل ئي ڪونهي ته شاهه جي ڪهڙي رسالي جي ترتيب جا نمبر آهن: ڇو ته شاهه جا

مختلف رسالا آهن، ۽ هر ڪنهن رسالي جي ترتيب پنهنجي پنهنجي آهي تنهنڪري سندن ڏنل نمبرن موجب جتي ڪنهن بہ هڪ ڇاپي جو حوالو ڏنل ڪونهي، تہ پوءِ ان صورتحال ۾ بيت ڪنڌڙ لاءِ وڏو مونجهارو پيدا ٿي سگهي ٿو.

مخدوم محمد صالح مرحوم، صديق فقير جي سرڪيڏاري ۾ ٽيونجاهہ بيت ۽ ست صدائون جمع ڪيون آهن. انهيءَ ڪيڏاري ۾ پاڻ "شاهہ" جا ٻارهن بيت پڻ ڏنا اٿن. جيڪي ڪيڏاري ڪتاب ۾ سندن قائم ڪيل ترتيب موجب هيٺين نمبرن سان درجل ٿيل آهن. هن مهراڻ ۾ صادق فقير جي ڪلام جي انتخاب ۾ بہ اهي بيت انهيءَ ترتيب ۽ نمبرن سان ڏسي سگهجن ٿا. 4، 10، 11، 13، 14، 15، 18، 22، 27، 33، 38، 39.

انهن ٻارهن بيتن مان بيت نمبر يارهون، چوڏهن، ارڙهون ۽ ائٽيهون، جملي چار بيت فقط شاهہ جا چاڻايل آهن، باقي اٺ بيت احسان فقير جي بيتن جهڙا آهن ۽ مشڪوڪ آهن. جن مٿان شاهہ ۽ احسان جي هڪجهڙائي وارن بيتن جا حوالا ڏنل آهن. انهيءَ کان سواءِ صديق فقير جي ڪيڏاري ۾ آيل اٽپورا بہ بيت نمبر چاليهہ ۽ ايڪيتاليهہ احسان فقير جا آهن. جيڪي احسان فقير جي سرڪيڏاري ۾ مڪمل طرح واڌاري سان موجود آهن. ان کانسواءِ فقير جي ڪيڏاري ۾ آيل بيت نمبر پنجاهون بہ "يتيم" نالي يا تخلص واري ڪنهن شاعر جو ٿو ڀائنجي، جنهن لاءِ مخدوم مرحوم يا سندس فرزند اهڙو ڪو بہ ذڪر ڪو نہ ڪيو آهي، جيئن:

ٻيبيـــــي ٻيبيـــــان ۾، ايـــــي ٻاڪـــــاري
گهـــوٽ گهڙيـــا گهمـــسان ۾، ســـي ڏاتـــر ڏيڪـــاري،
لڳـــي جنـــگ "يتـــيم" چـــوي، هنيـــائون هاڪـــاري،
ســـر بـــہ ســـينگاري، مـــانجهي گهڙيـــا مـــچ ۾.

هن بيت پڙهڻ کانپوءِ، صديق فقير جي ٻين بيتن تي بہ هڪ نظر وجهڻ گهرجي ۽ فيصلو ڪرڻ گهرجي تہ هن بيت جي زبان، انداز بيان ۽ شاعراڻو قالب ۽ مضمون صديق فقير جو ٿي سگهي ٿو ڇا؟ يقيناً هي بيت "يتيم"، جوئي آهي.

ان طرح هاڻ صديق فقير جي سر ڪيڏاري ۾ ڏارئين ڪلام جو تعداد هن طرح ٿو بيهي:

ٻارهن بيت شاهہ جي نالي ٿيل، بہ بيت احسان فقير جا، هڪ بيت "يتيم" نالي شاعر جو جملي پندرهن بيت، باقي ائٽيهہ بيت صديق فقير جا ئي آهن، جن ۾

”سوزڙي“ جي عنوان وارا پنج بيت ملائجن، تہ پوءِ اهو تعداد ٽيتاليهہ بيت ٿيندا ۽ ست وايون بہ سرڪيڏاري ۾ صديق فقير جون ئي آهن. ”ڪيڏاري“ جي مؤلف، ڪيڏاري ۾ جيڪي وايون ڏنيون آهن، سي صديق فقير جي ٻين سرن ۾ چيل واين جي ڀيٽ ۾ نهايت ئي ڪُڇَسيون آهن ۽ بلڪل ”پار“ ۽ ”اوساري“ جي انداز ۾ آهن. ياد رهي تہ مرحوم مؤلف، ڪيڏاري ۾ آيل واين مٿان ”واين“ سان گڏ ”صدائون“ بہ لکيو آهي، ٿي سگهي ٿو تہ ”وائي“ ۽ ”صدا“ جي مَعنيٰ ۾ ڪو تفاوت مرحوم مؤلف جي مدنظر هجي، يا صديق فقير، جهڙي طرح ٻين شاعرن امامن جي ذڪ وارو جيڪو ڪلام ”زاري“ جي نالي سان سڏيو آهي، تنهن کي ”صدائون“ ڪوٺيو هجي، مثال لاءِ هڪڙي صدا پيش ڪجي ٿي:

ڪانڌ کي ڪوڏ منجهان، ڪوڏ منجهان،
هلي هار ٻڌائون، هيج منجهان، هيج منجهان.

اي هو... مٿان، پوئيم، رات وچان، رات وچان،
اچي اچي ڪانڌ ڪڪوريون ڪوڏ منجهان ڪوڏ منجهان،
هلي هار ٻڌائون، هيج منجهان هيج منجهان!
(ڪتاب ڪيڏارو ص85)

مٿئين ”صدا“ ۾ عام طرح جيئن ڳاٽا يا اوساريندڙ عورتون جيئن پار ڪڍن ٿيون، تيئن ورائي ورائي ساڳيون سٽون ”اي هو“ سميت لکيون ويون آهن. اهي ”صدائون، اهڙي نموني ۾ ”ڪيڏاري“ جي مؤلف ڪيئن لکيون آهن، تن بابت ڪا بہ خبر پئجي نہ سگهي آهي. ڇپجڻ بعد تہ انهن ”واين يا صدائن“ خواهہ ٻين ڪيڏاري جي بيتن ۾ گهڻيون غلطيون ٿي ويون آهن، جن جي تصحيح جي سخت ضرورت آهي، ان هوندي بہ مخدوم محمد صالح مرحوم جي تحقيقي ڪاوشن کي ڪڏهن بہ وساري نٿو سگهجي.

نياز حسين "نياز" نهڙي

# صوفي صادق فقير جي درگاهہ جي تاريخ

جڏهن حضرت صوفي صادق فقيرؒ، هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪيو ۽ سندن جسم مبارڪ ڌرتيءَ جي حوالي ٿيو تہ سندن مزار مٿان پڪي جي ڇانو ڪئي وئي.

جيئن تہ صوفي صاحب پنهنجي وقت جو وڏو باشرع، بزرگ ۽ فقير هو ان ڪري سندن مريد بہ ڪافي هئا، جيڪي هر سال مرشد جي مزار تي فاتحہ پڙهڻ ايندا هئا.جن مان ڪن فقيرن، صوفي صاحب جي فرزند، صوفي نظام الدين کان اجازت وٺي فقير جي قبر مٿان هڪ پڪي "چوڪنڊي" ٺهرائي، جيڪا چند سالن کان پوءِ هڪ وڏي ٻوڏ اچڻ جي ڪري،ڪمزورٿي ڪري پئي. جنهن بعد سموري جماعت متفق ٿي، مزار مٿان قبو ٺهرائڻ جو فيصلو ڪيو ۽ انهيءَ سلسلي ۾ هنن 35 هزار روپيا چندو گڏ ڪري، ٺٽي مان ڪاريگر گهرائي،قبو ٺهرايو جيڪو هن وقت بہ موجود آهي. صوفي صاحب جي مزار ۾ جيڪو سنگ مرمر جو پٿر استعمال ٿيل آهي، اهو جوڌپور علائقي مان گهرايو ويو هو ۽ ان جي ٺاهڻ لاءِ ڪاريگر بہ اتان گهرايا ويا هئا، جيڪي سڀ سيلاٽا هئا. فقير صاحب ۽ سندس فرزندن جي قبرن مٿان جيڪو ڪاٺ جو پينگهو رکيل آهي، اهو ڪافي وقت پوءِ 27_1928ع ڌاري چوڙ جي سوٿهڙن ٺاهيو هئو جيڪو هن وقت بہ تازو ٺهيل پيو پيو پائيجي.

درگاهہ جي شروعاتي اڏاوت ۽ ان لاءِ چندي گڏ ڪرڻ ۾ گهڻي ڀاڱي سڀ، فقير صاحب جي هندو مريدن جو هٿ هو جن ۾ جسومل پرسواڻي ۽ ڀڳت امر ڏنو مل خاص هئا.

اهڙي طرح درگاهہ جي پهرين مرمت جو ڪم بہ فقير صاحب جي هڪ هندو مريد روچيرام عرف "روچي ڀڳت" جي هٿان 1948ع ڌاري ٿيو جنهن ۾ تمام گهڻو ڪم ٿيو اها بہ هڪ هندو مريد سيٺ لالچند ولد سيرومل جي هٿان ٿي آهي. ياد رهي تہ مذڪور هندو مريدن مان ڀڳت امر ڏنو مل ۽ روچو ڀڳت اهڙا فقير هئا، جيڪي رمضان شريف جي رمزن ۽ پنج وقت نماز پڙهڻ سان گڏ روزانو قرآن شريف جو فور پڙ ڪندا هئا ۽ هر وقت سندن زبان تي ڪلمي طيب جو ورد هوندو هو. انهن ٻنهي هندو فقيرن جون تربتون، صوفي صاحب جي درگاهہ جي اولهہ طرف، دروازي جي ويجهو واٽ جي لڳ آهن.

عبدالمجيد "ماجد" آھروي

# صوفي صاحب جن جي اولاد مان مشھور شخصيتون

## صوفي حاجي محمد فقير:

سندن والد جن جو نالو صوفي نظام الدين بن صوفي صادق فقير ھو. پاڻ ڳوٺ صوفي فقير ۾ تولد ٿيا. پاڻ صوفي نظام الدين جن جا ٻيو نمبر فرزند ھئا. سندن والد ماجد جن ڪين قرآن پاڪ پڙھائڻ لاءِ ھڪ مولوي مقرر ڪري ڏنو. پر ٻي ظاھري تعليم ڏانھن ايترو لاڙو نہ رکندا ھئا. ھڪ ڏينھن ڪين اسڪول جا شاگرد وٺڻ لاءِ آيا تہ پاڻ شاگردن کي ڏسي ڀڄڻ لڳا ۽ پنھنجي والد جن ڏانھن ويا. سندن والد اڳ ئي ذڪر الاھي ۾ محو مراقبي ۾ ويٺل ھئا. پاڻ بہ پنھنجي والد جن جي جھولي ۾ ڪريا تہ شاگرد بہ اچي پھتا.

سندن والد صاحب پنھنجي فرزند ارجمند جن کي خوفزده ڏسي شاگردن کي فرمايو "ابا، حاجي محمد جي ٻانھن وٺي، الله جي رسول کي ڏيان ٿو. ھو پاڻ ڪين علم لدني پڙھائيندو تنھنڪري ڪين ظاھري علم جي ضرورت نہ آھي. شاگرد اھا ڳالھہ ٻڌي مڪتب ڏانھن واپس ويا. بزرگن جا قول آھن. الله وارن جي زبان قبول ٿيل ھوندي آھي. سندن والد جن جي زبان جو اھو اثر ٿيو جو جڏھن پاڻ وڏا ٿيا تہ عالمن سان بعضي وقت اسلامي مسئلن تي ڳالھائيندا ھئا ۽ ڪي اھڙا مسئلا عالمن کي حل ڪري ڏيندا ھئا، جن مسئلن ۾ ھو منجھيل ھوندا ھئا. سندن ڪچھريءَ جو شغل عجيب نموني جو ھوندو ھو. ننڍي، خواھہ وڏي کي ڪجھہ بہ ڳالھائڻ جو حق ھوندو ھو. ڪڏھن ڪڏھن عيسائي مذھب جي پادرين سان بہ بحث مباحثو ڪندا ھئا، جنھن جي نتيجي ۾ پادرين کي شڪست نصيب ٿيندي ھئي. سندن اھا ھاڪ جڏھن ڪراچيءَ جي ديولن ۾ پھتي تہ اتان جو وڏو پوپ ساڻن حضرت عيسيٰ عليه السلام جن جي مسئلي تي ڳالھائڻ لاءِ آيو ھو پاڻ ڪين قرآني دليل ڏيئي "لم يلد" جي آيت پڙھي ٻڌائي ۽ پوپ کي چيائون "حضرت عيسيٰ عليه السلام جن جي تہ

ماءُ هئي. پر حضرت آدم عليه السلام جن جا تہ ماءُ پيءُ بہ نہ هئا. رب سائين
پرواهہ آهي جيئن وٽي ڪري سگهي ٿو.“

صوفي صاحب جن کي شڪار جو تمام گهڻو شوق هوندو هو پاڻ ا
ڪري شينهن جو شڪار ڪندا هئا. ايتري قدر جو انن جي مسافري ڪري
مهينا شڪار پويان پالنپور ۽ ابو جبل تائين ويندا هئا. هر ڀيري ساڻن گهٽ ۾
200 کن ماڻهو هوندا هئا. سيني لاءِ کاڌي جو سامان وغيره بہ گڏ انن تي کڻندا
سندن اها هاڪ اڄ بہ ملڪان ملڪ مشهور آهي. ان ڪانسواءِ پاڻ نماز جا
هوندا هئا تنهنڪري پاڻ ڳوٺ صوفي فقير ۾ هڪ مسجد ٺهرائي جيڪا سند
ديني خدمت جي ساک ڀري ٿي.

پاڻ نهايت ئي بيباڪ، سرويچ، ڏلير، بهادر ۽ سخي مرد هوندا هئا. سند
سخاوت جي ساک لاءِ جکري نالي هڪ شاعر جي ڪلام جون چند سٽون پيش
ڪجن ٿيون.

ٿلهہ: صوفي حاجي محمد جوان، تنهنجو شاهہ وڏايو شان،

سون پور جي ڪرن ۾ آهن انن جا گودام،

گهوڙا ڏي ٿو ڪڏٽا ڪري انن جا دان،

لنگر وهي لهرين جيئن خبر پئي ٿي ڪان،

عرض ڪري ٿو جکرو ڏجانءِ دين ايمان.

سندن، هندستان جي رياستن جي راجائن ۽ مهاراجائن سان دوستانہ تعلقا
هئا جن کي سندن فرزندن بہ خير خوبيءَ سان نڀايو. پاڻ سنہ 1920ع ۾ ڳوٺ صوفي
فقير ۾ وفات ڪئي. سندن مزار شريف ، درگاهہ صديق فقير جي صحن ۾ آهي.

## صوفي خير محمد فقير:

صوفي خير محمد فقير جن جي والد ماجد جن جو نالو عبدالعلي بن صوفي
صديق فقير هو. پاڻ ڳوٺ صوفي فقير ۾ سنہ 1285هہ ۾ تولد ٿيا. سندن زندگي
مبارڪ ۾ تمام گهڻيون تڪليفون آيون، سڀ کان پهريائين تہ سندن ننڍپڻ ۾
سندن والده ماجده جن گذاري وئي، انهي ڪري سندن پرورش ڳوٺ ”نبي سر“ لڳ
رڻا واءِ ۾ سندن ناناڻن وٽ ٿي. جڏهن پاڻ سمجهہ لائق ٿيا تہ پاڻ نبي سر جي
مڪتب ۾ قرآن شريف جي تعليم مڪمل ڪئي. جڏهن پاڻ ٻارهن سالن جا ٿيا ت

سندن والد کين پنھنجي ڳوٺ ۾ وٺي آيا، پر ڪجھہ ڏينھن بعد اھي بہ کين داغ فرقت ڏيئي ويا. ان کانپوءِ سندن تربيت جو بار سندن چاچي (شھاب الدين "صوفي") پنھنجي سرتي کنيو پاڻ پنھنجي چاچي جي محبت ۽ شفقت جي ڪري سندن تمام گھڻو عزت و احترام ڪندا ھئا.

جڏھن پاڻ جوانيءَ کي پھتا تہ سندن چاچو بہ کين ڇڏي راھہ رباني ڏانھن راھي ٿيا. انھي کانپوءِ پاڻ پنھنجي ياءُ "صوفي حسين علي" جن کي پنھنجو رفيق ڪار بنائي ڪاروبار سنڀالڻ لڳا.

صوفي صاحب جن ذڪر جي واٽ صوفي عبدالستار اول (جھوڪ شريف) جن کان ورتي. ذڪر وٺڻ کان پوءِ پاڻ ڪافي رياضتون ڪري تزڪيہ نفس لاءِ چلہ ڪڍيا. پاڻ عظيم شاعر بہ ھئا. سندن شعر سچو صوفياني رنگ جو آھي. جنھن ۾ بيت دوھيڙا ۽ صدائون شامل آھن. جيڪي اڄ بہ سندن پوين وٽ موجود آھن. سندن فيض ۽ برڪت جو اھو عالم ھو جو سنہ 1914ع جي لڙائي کانپوءِ موسمي ھوائن جي ڪري سڄي ملڪ ۾ ويا جي بيماري ڦھليل ھئي. ان وقت پاڻ سفر تي ويل ھئا. اتان موٽندي رات جو ناري واھہ جي ڪپ تي لٿا تہ پتڻ بند ھو. اتي پاڻ ذڪر جو حلقو ڪيائون تہ پاٽي ٻيڙي پھچائي، صوفي صاحب کي پتڻ اڪاريو. ذڪر جو حلقو جڏھن صوفي جي ماڻھن ٻڌو تہ ننڍ مان جاڳي پيا ۽ صوفي حاجي محمد صاحب جن بہ ننڊ مان جاڳي پيا ۽ ٻاھر اوطاق تي اچي پڇيائون تہ "اھو ذڪر جو حلقو ڪٿي آھي." نوڪرن عرض ڪيو "قبلا سائين، خير محمد جن سفر تان موٽيا آھن". صوفي حاجي محمد جن فرمايو "ابا، خير محمد آيو خير ٿيو." سچ تہ ٿيو بہ ائين جيڪي ماڻھو بيمار ھئا، اھي جلدي شفاياب ٿي ويا.

صوفي صاحب جن بہ شاديون ڪيون، ھڪ عزيزن مان ۽ ٻي سرطان سوڍن مان، پھرين شادي مان کين ڪوبہ اولاد نہ ٿيو ۽ ٻي شادي مان کين چار فرزند عطا ٿيا. پاڻ 1348ھہ مطابق 1929ع جي رات جو عصر مھل ذڪر حقيقي اچارينديدارالبقا ڏانھن راھي ٿيا، سندن مزار سندن آبائي مقام صوفي صديق فقير ۾ آھي.

### صوفي قلندر بخش:

سندن والد بزرگوار جن جو اسم مبارڪ "صوفي حاجي محمد" ھو. پاڻ سندن پھريون نمبر وڏا فرزند ھئا ۽ سندن ولادت سنہ 12 صفر 1297ھہ مطابق 25 جنوري

1880ع ۾ ڳوٺ صوفي فقير ۾ ٿي. سندن ابتدائي فارسي تعليم مولوي عبدالڪريم سمي مٽيارين واري وٽ ٿي ۽ وڌيڪ تعليم لاءِ سندن والد جن محمد هاشم "مخلص" ولد حافظ حامد ٽکڙ واري کي مقرر ڪيو. پاڻ فارسي ۾ "سڪندر نامي" جي سند حاصل ڪئي ۽ پوءِ سندن والد ماجد جن کين انگريزي پڙهائڻ لاءِ سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچي ۾ ويهاريو. پاڻ فارسي تي سٺو عبور رکندا هئا. "نواب الحاج مير الله داد خان" جن کان روايت آهي تہ "صوفي صاحب جن مونکان 5 سال وڏا هئا. مدرسي ۾ تعليم پرائڻ جي باوجود بہ صوم صلوات جا پابند هئا. تنهائي پسند ۽ ذڪر الاهي ۾ غوطہ زن هوندا هئا. ننڍپڻ کان کين ورزش ۽ شڪار جو شوق هوندو هو. پاڻ پوري جواني جي وقت ۾ 30 سيرن جا مگر هٿن سان ڦيرائيندا هئا. پاڻ پنهنجي والد وانگر شينهن جي شڪار جا ڪوڏيا هوندا هئا. تمام پري پري تائين پالنپور، بڙودا، جوڌپور، جيسلمير ۽ آبو جبل تائين وڃي شينهن جو شڪار ڪندا هئا.

صوفي صاحب جن ڏها، چاليها ۽ مجاهدا بہ ڪيندا هئا. پاڻ همير سومري جي پڙي تي وڃي راتين جو ذڪر الاهي ڪندا هئا، ڏها ۽ چاليها بہ اتي ئي رکندا هئا. هڪ دفعي ايتري قدر جو پاڻ انهي پڙي تي چلہ دوران بلڪل ضعيف ٿي ويا ۽ خليفہ کين جهولي ۾ وجهي ڳوٺ کڻي آيا. پاڻ سخي ۽ عادل هوندا هئا. ايتري قدر جو هڪ دفعي پاڻ عمرڪوٽ مان گهوڙي تي اچي رهيا هئا تہ کين رستي ۾ ڪو ماڻهو مليو جنهن سوال ڪيو تہ "مونکي توهان پنهنجو گهوڙو ڏيو." انهي شخص اجان اهي لفظ مس ورتا تہ پاڻ ٽپ ڏيئي گهوڙي تان لهي پيا ۽ گهوڙي جي واڳ انهيءَ شخص کي ڏيئي پاڻ پنڌ روانہ ٿيا.

انهيءَ کانسواءِ سندن دوستي جو حلقو تمام وسيع هو جهڙوڪ: مخدوم صاحب هالہ، پير صاحب پاڳارو صبغت الله شاهہ، پير الله يار شاهہ مٽياريون، نواب طالع محمد والي رياست پالنپور، والي رياست جوڌپور، رئيس فقير الله بخش ڪاڇي، واحد بخش خان پٽو ۽ بلوچستان جي سردارن سان سندن خصوصي تعلقات هئا. پاڻ ادبي خدمت جي لحاظ کان "سنڌ جي قديم تاريخ" جو نسخو بہ لکيو، ڇپيو وڃي ٿو تہ اهو سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي وارن ڇپايو هو. صوفي صاحب جن سياست ۾ بہ بهرو ورتو هو. پاڻ ڪجهہ وقت ضلعي لوڪل بورڊ جا پريزيڊنٽ ۽ بمبئي ڪائونسل جا ميمبر بہ رهيا پر جلدئي سياست کان ڪناره ڪش ٿي ويا.

صوفي صاحب جن جي شهادت 8 محرم 1349ھ مطابق 7 جون 1929ع ۾ ٿي.

## صوفي روشن الدين ”روشن“

سائين صوفي روشن الدين جن جو تخلص ”روشن“ هو. پاڻ صوفي حاجي محمد جن جا ٻيو نمبر فرزند ارجمند هئا. سندن ولادت سعادت پنهنجي آبائي ڳوٺ صوفي فقير سنہ 1900ع ۾ ٿي. پاڻ پنهنجي والد بزرگوار جناب فقير روشن ضمير حاجي محمد صوفي وانگر پنهنجي دور جي باعظمت شخصيت هئا. سندن جود سخا، مهمان نوازي، حسن اخلاق، راڄنيتي، فيصلا، ڳوٺ جو حسن انتظام ۽ سندن روح پرور رهاڻ جا هر وقت عالمن اديبن شاعرن، سگهڙن، راڳيندڙن ۽ فقيرن سان مزين هوندي هئي، سا اڄ بہ سڀ ڪنهن جي ورد زبان آهي. سندن پرورش، جسماني، ذهني روحاني ۽ ابتدائي تعليم ۽ تربيت سندن والد بزرگوار جن جي زيرسايہ نهايت ئي شاهانہ اميرانہ ۽ فقيرانہ طور طريقي سان ٿي. جنهن ڪين بااخلاق ۽ با تهذيب، خوش خصلت ۽ بامروت، فقير سيرت ۽ درويش صورت، بهادر ۽ بيباڪ، سخن و سنج، سخن فهم، بلند خيالات ۽ جامع ڪمالات انسان بنائي وڌو. سندن ناتو هندستان جي راجائن ۽ مهاراجائن سان دوستانہ هوندا هئا. جنهنڪري پاڻ پوري هندستان جو سير ڪيو هو. جنهن تي پاڻ تصنيف ڪيل غير مطبوعہ ڪتاب ”سير هند“ لکيو. جيڪو سندن نثر جو اعليٰ نمونو سندن علمي، لياقت، ادبي ۽ تاريخي معلومات جي اڄ بہ ساک ڀري ٿو ۽ ان کانسواءِ ڪافي غير مطبوعہ ڪتابن جا مصنف، اعليٰ اديب، بهترين نثر نويس، سٺا مترجم، قادرالڪلام شاعر، فصيح اللسان، بليغ البيان ۽ خوش الحان، موسيقي جا ماهر ۽ سير و سياحت جا دلداده هئا.

سندن آخري عمر ۾ ڪين هزارين غم و درد، رنج و الم، هجر و فراق، ناگهاني بيمارين جي آزمائش اچي ويئي، تنهن هوندي بہ صاحب خاندان هئا.

گهٽ کائڻ، ٿورو سمهڻ، گهٽ گفتگو گوشہ نشيني، ذڪر و فڪر، چلہ ڪشي، شعر و شاعري ۽ تصنيف و تاليف سندن آخري دور جا مشغلہ هئا. پاڻ سنہ 1950ع ۾ راه رباني ڏانهن راهي ٿيا. پاڻ پنهنجي آبائي مقام ۾، ”صوفي“ صادق رح جن جي روضي جي صحن ۾ مدفون آهن.

جي ايم سيد

# مِيان قلندر بخش صاحب
# ولد حاجي محمد صاحب صوفي

## (ڀورو نارو)

هي فقير محمد صديق عليه رحمت، تخلص "صادق" سومري جي اولاد مان هو جنهن جي درگاهہ ڳوٺ صوفي تعلقي عمرڪوٽ ۾ آهي، جنهن کي اڳ "اهر شريف" سڏيندا هئا. فقير "صادق" شوال 1170ھ مطابق، 1762ع ۾ ڄائو هو ۽ پنجانوي ورهين جي عمر ۾ 11 رمضان 1265ھ مطابق، 1847ع تي هن وفات ڪئي. هن جا وڏا اصل رياست ڪڇ جي ڀُڄ شهر جا رهاڪو هئا. پوءِ جڏهن جهوڪ جي درگاهہ تان فيض ورتائين، تہ مرشد جي حڪم موجب "اهر" نالي ديهہ ۾ ڳوٺ ٻڌي اچي وينو هو. فقير محمد صديق، شاهہ عنايت صوفي جهوڪ واري جي خاص خليفن مان هو ۽ وڏو شاعر بہ هو. اڪثر شعر مرشد جي ساراهہ ۾ چيا اٿس. هن بيعت شاهہ عنايت رح جي سجاده نشين، حضرت شاهہ قلندر فضل الله جي هٿ تي ڪئي هئي. هن کي ميان نظام الدين نالي فرزند ٿيو جنهن جو وڏو فرزند فقير حاجي محمد صوفي ٿيو جنهن چڱو نالو ڪييو. فقير حاجي محمد شڪار جو خاص شوقين هو. خاص ڪري شينهن جي شڪار جو. سنڌ جي خاندانن سان دوستاڻا تعلقات هئس. وڏي ملڪيت ۽ جائداد ٺاهيائين. سندس بخت سڪندري هو. گهر جون جايون ۽ بنگلا نهايت عمدا ٺهراياڻين.

فقير ميان قلندر بخش صاحب، فقير حاجي محمد صوفيءَ جو وڏو فرزند هو جو 12 صفر 1297ھ مطابق، 25 جنوري 1880ع ڌاري ڄائو هو. هن قرآن شريف گهر ۾ پڙهي پورو ڪيو. سنڌي تعليم صوفي ڳوٺ جي اسڪول ۾ ورتائين. سندس ابتدائي فارسي تعليم مولوي عبدالرحيم سمي، مٺيارين واري وٽ ٿي. ٽن درجن تائين انگريزي ڪراچيءَ جي سنڌ مدرسي ۾ پڙهيائين. سندس وڌيڪ فارسي تعليم لاءِ سندس والد، فقير صاحب وڏي، ميان محمد هاشم "مخلص" ولد حافظ حامد ٺڪڙ واري کي مقرر ڪيو جنهن وٽ هن "سڪندر نامي" تائين تعليم حاصل

ڪٽي. ننڍي هوندي کان عبادت ۽ رياضت طرف لاڙو هوندو هوس. سال بسال هميراٽي پاڙي ۾ وڃي، اعتڪاف رکندو هو. جتي حبس دم پچائيندي، هڪ دفعي تہ ذري گهٽ سندس وفات جو هل ٿهلجي ويو هو. چوڻ ۾ اچي ٿو تہ هي بهادر، بي ڊپو، رحمدل، سخي ۽ بي ريا شخص ٿي گذريو آهي. سيرت خواهہ صورت جو سهڻو هو. هن وڏي کان وڏي عملدار اڳيان بہ ڪڏهن سر نہ نمايو. ارادي جو پڪو وعدي جو وفادار قول جو سچو ۽ مستقل مزاج شخص هو.

فقير صاحب پنهنجي زندگيءَ جو جيڪو طور طريقو اختيار ڪيو، تنهن ۾ آخري وقت تائين ڦيرقار ڪانہ ڪيائين. رات جي ماني ڪائي، سمهاڻي نماز ۽ وظيفو پڙهي، آرام ڪري، اڌ رات جو اٿندو هو. تهجد نماز پڙهي، قادري طريقي تي ڏاڍيان ذڪر ڪري، قرآن شريف پڙهي، صوفيانہ بيت پڙهندو هو. صبح جي نماز پڙهي، گهمڻ نڪرندو هو. تسبيح هميشه هٿ ۾ هوندي هيس. فجر نماز کان اشراق تائين، ۽ وري وچينءَ کان شام تائين گفتگو ڪانہ ڪندو هو. اشراق بعد نيرن ڪري، بنگلي ۾ قديم دستور موجب، شينهن جي کل تي ڪانڀ ڪڍي ويهندو هو. جتي راڄن جا فيصلا بہ ڪندو رهندو هو ۽ پنهنجو زمينداري ڪاروبار بہ هلائيندو هو. جوانيءَ ۾ شڪار، ورزش ۽ گهوڙن جو شوقين هوندو هو. سندس لاڳاپا پالن پور، سيروهي ۽ جوڌ پور جي راجائن سان هوندا هئا. گهوڙا اڪثر گڙهي کان پلا پلا گهرائي، سواريءَ لاءِ رکندو هو. ورزش ۾ اڍائي مڻ کن بارتريءَ تي ڪٽي ويندو هو. ٻنپهرن جو ماني ڪائي، آرام ڪري اڳين نماز پڙهي، وري اچي بنگلي ۾ ڪچهري ڪندو هو. وچينءَ تائين اتي رهي، پوءِ وري نماز ۽ وظيفي ۾ مشغول ٿيندو هو. سانجهي نماز کان پوءِ، ڪم ڪار لاءِ حڪم احڪام ڏيئي، سمهاڻي پڙهڻ بعد، آرام ڪندو هو.

فقير صاحب ابتدا ۾ ضلعي لوڪل بورڊ جو پريزيڊنٽ ۽ بمبئي ڪائونسل جو ميمبر بہ ٿيو پر طبيعت ۾ سخت ۽ خود سر هئڻ سبب، سندس سخت ڪوشي ۽ سختگيري نہ عملدارن کي پسند پيئي ۽ نہ جمهوري سرشتي موجب زميندارن کي قبول پيئي. نتيجو اهو نڪتو جو خوشامد طلب، تواضع سان هلڻ وارا، وچولي اخلاق ۽ ابن الوقت طرز جا ماڻهو هن کان گوءِ کٽي ويا ۽ هن کي مجبوراً سياست کان رٽائر ڪرڻو پيو. هي سندس خانداني مرشد شاهہ عنايت صوفيءَ وانگر، وڏي استقلال جو ماڻهو هو. "سرداد نداد دست در دست يزيد" بسندس زندگيءَ جو متو ٿي

ويو هو. سندس غنا جي اها حالت هئي جو سندس دسترخوان جي مک ٻہ حاتم جهڙي سخيءَ جي دروازي تي وڃڻ لاءِ تيار نہ هئي. اڄڪلهہ انهن صفتن وارا ماڻهو ڇتا آهن. زميندار زده سوسائٽيءَ جو ماحول بلند اخلاقيءَ کان هيٺ ڪري چڪو هو جنهن ۾ خود مطلبي، خوشامد، چاپلوسي، آفيسر پرستيءَ ۽ بزدلي جو عادتون گهر ڪري ويل هيون. انهيءَ ماحول ۾ هو پاڻ کي اڪيلو محسوس ڪرڻ لڳو. ان ڪري خدمت خلق، عبادت ۽ ادبي ذوق سان زندگي گذارڻ لڳو. هي حد درجي جو سخي هو. ڪوبہ سوالي سندس در تان خالي نہ ويندو هو. آسپاس جي غريبن ۽ بيواهہ عورتن کي گهر ويٺي مدد پهچائيندو هو.

فقير صاحب سنڌ جي قديم تاريخ جو هڪ نسخو لکيو هو جو "سنڌ مسلم ادبي سوسائٽيءَ" وارن، ڇوڙ ۾ اڇي ٿو تہ ڇپايو هو.

هو بدن ۾ پريل، قد جو پورو پنو هو. ڪشادي پيشاني، وڏو نڪ، وڏيون اکيون، چاپئين ڏاڙهي رکندو هو. سندس وار ڀٽوئان هوندا هئا. سندس لباس عمدو ۽ اميراڻو هوندو هو. ڪيمخواب جو ڪوٽ، مشهدي لونگي اڪثر پائيندو هو. ويس نوابي پهريندو هو ليڪن دل درويش هيس. دنيا ۽ دين کي گڏي هلائڻ تي گهريائين. زماني سازيءَ جي سُتي ڪانہ پيل هيس.

سنڌي سياست ۾ اڪثر ماڻهو اهي داخل ٿيا هئا، جن جا مقصد شخصي اقتدار ۽ ذاتي مطلب حاصل ڪرڻ هئا. عام ماڻهن ۾ سياسي شعور پيدا ٿيل ڪونہ هو. ڪري ڪوٺي جو پتو ڪونہ هون: تنهنڪري، مخلص قومي ڪارڪن کي بہ "زمانہ باتو نسازد، تو با زمانہ بساز" موجب هلڻو پوندو هو. ليڪن صوفي صاحب جي طبيعت اها ڳالهہ برداشت ڪري نٿي سگهي. نتيجو اهو نڪتو تہ عزيز خويش بہ برخلاف ٿي پيس. آخر، جمعي ڏينهن 9 محرم 1349هہ مطابق 7 جون 1930ع تي، زمين جي پاڻيءَ جي سوال تان، سندس عزيزن جي اشاري تي، ڏينهن ڏٺي جو کيس شهيد ڪيو ويو. کيس سندن والد جي پير ۾، فقير محمد صديق جي پيرانديءَ کان مدفون ڪيو ويو. سندس خط ۽ تصوير مون وٽ محفوظ آهن.

منهنجي ساڻس پهرين ملاقات مخدوم ميان غلام محمد صاحب هالا جي مجلس ۾ ٿي. اهو واقعو وسري نٿو سگهي. فقير صاحب وڏي بنگلي ۾ مهمان هو. آءٌ مخدوم صاحب جي ڪچهريءَ ۾، سندس بنگلي اڳاس ۾ ويٺو هوس. اطلاع آيو تہ فقير صاحب ملڻ اچن ٿا. مخدوم صاحب جا صوفي راڳيندڙ فقير، صوفي صاحب

کي ٻاهرئين دروازي کان راڳ سرود سان وٺي مجلس تائين پهتا. پوءِ مجلس ۾ سڀ ڪنڌ هيٺ ڪريو ويٺا رهيا. اڌ ڪلاڪ تائين راڳ هلندو رهيو. ڪجهه به گفتگو ڪانه ٿي. ان کان پوءِ صوفي صاحب موڪلايو. ان تي مخدوم صاحب چيو ته: فقيرن جون مجلسون ائين ٿينديون آهن. يعني بي زبانيءَ سان حال احوال ٿي ويا. انهيءَ ڳالهه مون تي گهڻو اثر ڪيو. غالب جي مصرع "بي زبان هَي زبان ميري" عملي صورت ۾ اکين اڳيان هئي. هن وقت فقير قلندر بخش حيات نه آهي، ليڪن سندس نالو نه مئو آهي. سندس وڏي، دودي سومري، وانگر سنڌ جي تاريخ ۾ پنهنجي سڪي جا نشان ڇڏي ويو آهي.

ڊاڪٽر محمد علي مانجهي

# فتح محمد ڪرمتي

## (صوفي صادق فقير جي سلسلي جو شاعر)

سنڌ ملڪ جي ڪوهستاني علائقي حو "رود مڪان" هڪ اهڙو علائقو آهي جنهن سان فطرت پاڻ پيار ڪري ٿي ۽ ساوڻ رت تہ مٿس عاشق ٿي پوندي آهي. هُونءَ تہ هِي علائقو برابر ڏکن ڀريو آهي پر جڏهن هن تي مينهن پوندا آهن تہ هي پٽ ائين لڳندو آهي جيئن ڪنهن بنهہ سهڻي ناريءَ جي جسم تي جُڳائي مست ٿي لهندي آهي ۽ سندس انگ انگ خماري ۽ لڳ لڳ کي لهڪائي وجهندي آهي. اهو دعويٰ سان چئي سگهجي ٿو تہ وسڪاري کان پوءِ جيڪو منظر هن علائقي جو هوندو آهي سوٽر جي ڀٽن کان ڪنهن بہ لحاظ کان گهٽ نہ هوندو آهي. مينهن ڪٽيون پوندي ئي ڪيئي گلزاريون ۽ سُرهاڻيون هن ماڳ کي ڳڳي ۽ ڳهري وجهنديون آهن. هتي جا ماڻهو ۽ جانور تہ ڇا پر پٿر بہ ٻهڪي ۽ مهڪي پوندا آهن.

فتح محمد بہ انهي ئي "رود مڪان" جهڙي موهڻي ماڳ ۾ ڄائو ۽ نپنو. ڪاڻوينن، لُلَر، مربڙهي، ليار ۽ ڀُٽائيءَ جهڙن سُرهن (ڏُٽن ۽) ڪکن واري ڌرتيءَ تي پيرڙا ڪڍي فطرت جا حسين منظر ڏسي موهجي پاڻ ڀرو ٿيو توري گهڻي تعليم بہ اُتي ئي مُلان مڪتب ۾ حاصل ڪري لکڻ پڙهڻ جهڙو ٿيو. هي اڄان ڇهن ستن سالن جو مس هوندو جو سنڌ ۾ وسڪارو نہ پوڻ جي ڪري ڏڪار پيو تہ فتح محمد جا (ڪرمتي ٻروچ) مالوند مائٽ بہ پنهنجا ڍُنگا ۽ پيٽيون چڏيہ جهرڪ ويجهو ڪچي جي علائقي ۾ اچي اجها اڏي ويٺا. انهيءَ سال ئي انگريز سنڌ ۾ وارد ٿيا تہ ٽالپُر حڪمرانن، انگريزن کي مُنهن ڏيڻ لاءِ فوج کان سواءِ هر وڏي قبيلي (يا مخصوص راڄن) مان چاليهہ چاليهہ نوجوان گهرايا. هنن ڪرمتين (جماري) بہ پنهنجي راڄ مان چاليهہ نوجوان، انگريزن سان مُنهن ڏيڻ لاءِ موڪليا تن ۾ فتح محمد جو اُهو مامو بہ هو جيڪو ساڻس بنهہ گهڻو پيار ڪندو هو. اُهي چاليهہ ئي ڪرمتين جا جوان بہ ٻين ڪيترن ڳوٺاڻن وانگر شهيد ٿي ويا انهن جا لاش بہ اچي نہ سگهيا. تنهن کان پوءِ انگريزن جڏهن سنڌ تي قبضو ڪري ورتو تہ سنڌ جي ٻين مختلف اهم هنڌن وانگر جهرڪ ۾ بہ فوجي ڇانوڻي قائم ڪئي ۽ جهرڪ جا ٻروچ جيڪي انگريزن کي ڏکيا پيا هُئا تن کي بہ مُنهن ڏيڻ لاءِ اُپاءَ ورتائون.

هڪ ڀيري انگريزن جا ڪي ٽي گورا آفيسر ساپائيءَ مهل ڇانوڻيءَ مان نڪري ڪچي جي علائقي ۾ گُهمي ڦري رهيا هئا تہ ڪين ڪرمتي ٻروچن جي ڪن نوجوانن ڏسي ورتو ۽ وجهہ وٺي هڪ سوڙهي لنگهہ ۾ لڪي ويهي رهيا. جيئن ئي انگريز آفيسر اُتان

لانگھائو ٿيا تہ ڪرمتي نوجوانن مٿن اچانڪ حملو ڪري ڪين قتل ڪري وڌو پوءِ اُنهن کي ڪٽي جهنگ جي وڏن ڪکن ۾ اُڇلي، ڪکن کي باهہ ڏيئي پاڻ ڀڄي ويا. (هن واقعي جو ذڪر نائومل ڪتاب يادگيريون ۾ ص: 119 تي ڪيو آهي) هن واقعي کان پوءِ انگريزن پاران ڪلمتي ٻروچن تي وڏا ظلم ۽ ڏاڍ ڪيا. ڪلمتي مجبور تي دريا جي ڀرئي پاسي وارن ٻيلن/جهنگن ۾ گذارڻ لڳا.

ظاهر آهي تہ مٿين واقعن فتح محمد تي تمام گهڻو اثر ڪيو. وڏي ڳالهہ تہ اِنهيءَ ئي دؤر ۾ هِي جهرڪ جي ڪنهن وينگس جي دام محبت ۾ ڦاسِي پيو ۽ هن لاءِ اُن کان هڪ پل بہ الڳ گذارڻ ڏکيو هو ۽ هن تہ اُن وينگس سان هميشہ گڏ گذارڻ لاءِ ڪيئي سپنا ڏسِي سهڻين سوچن جا ڪي ڪاڪ محل اڏيا هُئا پر مٿين واقعن جي ڪري ڪيس ويتر پريِنءَ جو پاڙو ئي ڇڏڻ وڃڙڻو پئجي ويو تنهن ڳالهہ تہ هيڪاري هن ڳيروءَ کي گهائي وڌو. هِيءُ پنهنجي محبوب کان جدائي نہ سهي سگهيو ۽ نيٺ لِڪي ڇپي سائيٽ درياءَ اُڪري جهرڪ ۾ روح رهاڻيون ڪري ايندو هو. اها ڳالهہ ڪيترا ڏينهن هلندي رهي، نيٺ انهيءَ ڳالهہ جو پتو جڏهن سندس مائٽن کي پيو تہ اُنهن ڊپ کان ڪيس وري بہ رود مڪان طرف ڪن سنگتين وٽ وڃي رهڻ لاءِ موڪلي ڇڏيو. هيءُ اتي بہ رهندي پاڻ جهلي نہ سگهيو ۽ راتو رات پيرين پيادو پنڌ ڪري جهرڪ ۾ پنهنجي محبوب سان مٺيون ملاقاتون ڪري سج اُڀرڻ کان اڳ ۾ واپس رود مڪان تي پهچي ويندو هو. ڪجهہ وقت پوءِ اُنهي ڳالهہ جي خبر بہ مائٽن کي پئجي تہ هنن مٿس وڌيڪ سختي ڪئي.

هن کي اُنهيءَ سختيءَ ۽ جانب سان جدائيءَ جي جهيرن جهوري وڌو ۽ هن جي ڦٽي دل دانهون ڪرڻ لڳي تہ هيءُ شاعري ڪرڻ لڳو. سندس اندر جو لاڙو فقيري ڏانهن لڙيو ۽ گهڻو وقت پنهنجي دنيا ۾ رهڻ لڳو. ڪن روايتن موجب "هڪ پيرو ست ڏينهن فتح محمد نہ زبان مان ڪو لفظ ڪڍيو. نہ ڪاڌو نہ پيتو فقط هڪ ڪنڌي جي وڻ هيٺان ويهي ڏور ڏور گهوريندو رهيو. انين ڏينهن ساپائيءَ مهل اُٿي چاندو پاٽي ڪري اجاتي منزل ڏانهن نڪري پيو. رود مڪان کان نڪري ٻيراٽي کان ٽيندو آچڙيءَ کان ڦرندو جهمپير جو سلامي تي مڪليءَ تي پهتو. اُتي ڪجهہ ڏينهن رهي نٽي وٽان درياءَ ٽپي وڃي جهوڪ شريف جي درگاهہ تي حاضر ٿيو. جتي ڪجهہ ڏينهن رهڻ کان پوءِ ڪيس صوفي صديق فقير سان وڃي ملڻ جو حڪم ٿيو تہ پاڻ ڏوريندو وڃي صوفي صديق "صادق" فقير وٽ حاضر ٿي ذڪر فڪر ڪري فقيريءَ واري تي منزل تي رسيو. سِگهو ئي ڪيس واپس ورڻ جو حڪم ٿيو تہ هي وري ساڳي وات تان ورندو ڦرندو رود مڪان تي پهتو. پوءِ سڄي چمار اُتي ئي گذاريائين. مائٽن جي تمام گهڻي زور ڀرڻ تي بہ سڄي حياتي شادي نہ ڪيائين.

اڪبر علي چانڊيو

# شيرو فقير مڱڻهار

## (صوفي صديق فقير جن جو پيارو خليفو)

شيرو فقير مڱڻهار ولد ستار فقير مڱڻهار اصل ڪڇ جو رهاڪو هو. والدين جي وفات کان پوءِ ساز وڄائڻ يا اصل ڪرت مڱڻهارڪو فن نہ ڄاڻندو هو جنهن سبب پاڻ ڪيس گهران ڪڍي ڇڏيو. اتان گهمندو ڦرندو اچي اهر شريف ۾ قيام ڪيائين جتي صوفي صديق فقير جو آستانو مشهور هو. پاڻ اتي آيو ۽ ننگر پاڻي ڪري آرامي ٿيو. ان وقت صوفي صديق فقير ياد الاهي ۾ مستغرق هئا. ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ صوفي صاحب تنهائي کان نڪري ٻاهر فقيرن سان ملڻ آيا ۽ سڀني فقيرن کي ديدار ڪرايائون. اتي شيرو فقير مڱڻهار بہ ويٺو هو. جيئن ئي شيرو فقير، صوفي صاحب سان مليو تہ پاڻ شيري فقير کان حال احوال پڇيائون. شيري فقير پنهنجو تعارف ڪرايو جنهن ۾ پنهنجي نالي سان گڏ پنهنجي ذات پڻ ٻڌايائون. صوفي صديق فقير ان کان پڇيو تہ هتي ڪيئن آيا آهيو؟ شيري فقير عرض ڪيو تہ قبلا پنهنجي ڪرت مڱڻهارڪو فن نہ ڄاڻڻ سبب مون کي گهران ڪڍيو ڇڏيو اٿن. گهمندو ڦرندو اچي هن آستاني تي پهتس ۽ هت سڪون مليو آهي ۽ هتي ترسي پيو آهيان. صوفي صديق فقير، شيري فقير کي آزمائڻ لاءِ چيو تہ هتي نانگ بلائون ۽ ٻيا ڪيترائي خوفناڪ جانور آهن. هتان هليو وڃ تہ تنهنجي جان بچي ويندي نہ تہ هتي مرڻ جو گهڻو خطرو آهي. شيري فقير عرض ڪيو تہ قبلا مرڻ لاءِ ئي هت آيو آهيان. هي در ڇڏي پيو ڪيڏانهن وڃان؟ بس پنهنجي ڪرم نوازي ڪريو ۽ مون کا بہ پنهنجي خدمت ڪرڻ جو موقعو ڏيو.

صوفي صديق فقير کي موسيقي ۽ شاعري سان لڳاءُ گهڻو هو سو شيري فقير تي ڪرم جي نگاهہ ڪيائون ۽ پنهنجي زبان مبارڪ مان لب ڪڍي سندس وات ۾ وڌائون ۽

---

• صوفي صادق شاهہ جي سجاده نشين صوفي نبي بخش جي اوتاري تي برڪت فقير مڱڻهار (شيري فقير جي خاندان جي فرد) کان مليل روايتن جي روشنيءَ ۾ هيءُ لکڻي تاريخ 31 مارچ 2009ع تي منجهند جو 12 بجي لکي وئي.

کيس دعا ڪيائون، جيڪا اڄ تائين شيري فقير جي اولاد وٽ موجود آهي. شيرو فقير صوفي صديق فقير جي دست بعيت ڪري طالب ٿيو.

صوفي صاحب جي دعا سان شيرو فقير ڳائڻ وڄائڻ جي فن ۾ اعليٰ مقام پهتو. شيري فقير پنهنجي مرشد صوفي صادق فقير جي ڪلام کي نين ڌنن ذريعي خوبصورت انداز ۾ ڳائي ميڃتا ماڻي. اهي ڪمپوز ٿيل ڌنون اڄ بہ ڳايون وڃن ٿيون جن کي هن وقت بہ تمام گھڻو پسند ڪيو وڃي ٿو.

درگاهہ جهوڪ شريف ۾ صوفي داتا فضل الله شاهہ قلندر جڏهن قصرِ قلندر ۾ ويهندا هئا تہ فقيرن کي مرشد جي ديدار ڪرڻ لاءِ شيرو فقير، صوفي صادق شاهہ سان گڏ ويهي موجوده شام واري ڪچهري (ميلي دوران) واري جاءِ تي ڳائيندو هو جنهن ڪان پوءِ شاهہ قلندر جن ٻاهر نڪري ايندا هئا ۽ پوءِ سڀ فقير ديدار ڪندا هئا.

شيري فقير جو ساز ۽ آواز ۽ صوفي صادق شاهہ جو پرڪشش ڪلام، صوفي، صوفي شاهہ قلندر کي ٻاهر اچڻ تي مجبور ڪري ڇڏيندو هو.

روايت آهي ۽ حيدرآباد ۾ ميرن خلاف پڙهي ڏيڻ ۾ بہ شيرو فقير شامل هو ۽ پاڻ سارنگي وڄايائون ۽ لکو مل، صوفي صادق شاهہ پاران لکرايل اعلان پڙهي ٻڌايو هو.

صوفي صادق شاهہ شيري فقير کي گھڻو پائيندا هئا. صوفي صادق شاهہ جي ٻي شادي شيري فقير نڪرن مان ڪرائي هئي.

مطلب تہ شيري فقير مڱڻهار تي صوفي صادق اهڙي مهر ڪئي جو کيس رت جي رشتن بہ نفرت ڪري گھران ڪڍي ڇڏيو هو پر پوءِ صوفي صاحب جي دعا سان کيس هر ڪنهن جيءَ ۾ جايون ٿي ڏنيون. شيري فقير، فقير توڙي فن ۾ ماڻهن کان محبت ۽ عزت ماڻي سٺو مقام حاصل ڪيو.

شيري فقير جي پوئين خاندان مان همير فقير ۽ ڏٽي بخش تمام ناليوار راڳي ٿي گذريا آهن ۽ هن وقت سندس اولاد مان شيرو فقير سنو ڳائي رهيو آهي. ان کان سواءِ عثمان فقير، قربان فقير، برڪت فقير ۽ علي نواز فقير پڻ ڳائي رهيا آهن. اهڙيءَ ريت سندس خاندان موسيقيءَ جي خدمت ڪري رهيو آهي.

راڄ محمد پلي

# دردنامو

صوفي صادق جي ڪلام جو هي ٻيو اهم منتخب آهي، جو هڪ ٻن جاين تي دستياب ٿي سگهيو آهي. "دردنامو" هن ڪري بہ سڀ کان وڌيڪ اهميت وارو نسخو آهي جو ان ڪلام جو انتخاب ڪندڙ صوفي صادق فقير جو مرشد حضرت صوفي فضل الله شاھ قلندر رح پاڻ آهي ۽ ٻيو تہ اهي بيت فقير صادق جي حياتيءَ ۾ ئي قلمبند ڪيا ويا آهن ۽ ٽيون تہ انهن بيتن کي آخري طرح يڪجا ڪرڻ جو ڪم بہ فقير صادق جي هڪ اهم همعصر ۽ همشرب اهل دل فقير نور الله سرانجام ڏنو آهي. هن انتخاب جو هڪ نسخو فقير غلام علي مسرور مرحوم کان جناب لطف الله صاحب بدويءَ کي هٿ آيو هو جنهن تان پاڻ پنهنجي ڪتاب "تذڪرهٔ لطفيءَ" ۾ صوفي صادق جي تذڪري ۾ سندن ڪلام جو انتخاب ڏنو اٿس. ٿي سگهي ٿو تہ اهو نسخو جناب بدوي موصوف وٽ اڃا بہ محفوظ هجي. "دردنامي" جي جامع ۽ تاليف جي سال ۽ انتخاب ڪندڙ لاءِ بدوي صاحب لکي ٿو:

"صديق فقير جي هڪ تصنيف "دردنامہ" نظر مان گذريو، جنهن ۾ شاعر جو صحيح ڪلام موجود هو. "دردنامي" جو جامع فقير نورالله، جهوڪ ميران پور جو طالب هو جو صديق فقير جو همعصر هو. ڪتاب صوفيانہ تعليم سان پرپور آهي ۽ نهايت ئي محنت سان تيار ڪيل آهي، هر هڪ صوفيانہ نڪتي بيان ڪرڻ کانپوءِ ڪتاب جي پڇاڙيءَ ۾ جامع (نورالله فقير) هيٺيون مختصر تعارف اصل مصنف ڪتاب جي لاءِ ڏئي ٿو:

"هي رسالو "دردنامہ"، مرشد حضرت مخدوم فضل الله شاھ قلندر صوفي القادريءَ جي خليفي صديق شاھ، جنهن جو نالو محمد صديق فقير سومرو هو جيڪي ڏيک ڏنا ۽ عروج ۽ نزول جي مقامن ۾ غيب ڏنا ۽ ٻيا ڪي نڪتا وحدت جا نصيحت سان پريل پنهنجي حال جا ٿي ڏنا، سي مٿئين حضور جي روبرو بيان ٿي ڪيا. اهڙن مان جي مرشد جي نظر ۾ قبول ٿي پيا، ۽ انهيءَ وقت ۾ جيڪي لفظ انهيءَ حال موجب حضرت صاحب جن پنهنجي زبان مبارڪ سان ٿي فرمايا، سي سڀ سال 1224 هجريءَ ۾ ٻين خليفن جدا ڪاغذن تي لکي ٿي رکيا، تنهن کان پوءِ

هن شائق، نور الله صوفيءَ انهن ڪلامن کي گڏ ڪري گهٽ وڌ لفظ پنهنجي حوصلي موجب لکي سال 1226هہ ۾ رسالو جوڙيو“

فقير صاحب جي ڪلام جو هي انتخاب، جڻ تہ فقير صاحب جي نظرداريءَ هيٺ تيار ٿيو آهي، ڇو تہ جڏهن هي ڪلام آخري طرح فقير نورالله تاليف ڪري رهيو هو تڏهن جهوڪ شريف ۾ فقير صادق جو قيام هو جنهن جي تصديق فقير صادق جي سڀ کان وڏي فرزند فقير بايزيد جي ولادت جي سال ۽ جنم واري جڳهہ وارين روايتن مان ٿئي ٿي، تہ صوفي بايزيد جي ولادت سنہ 1226هہ ۾ ٿي آهي ۽ جهوڪ شريف ۾ ٿي آهي. تڏهن يقين سان فقير صاحب جي رهائش جهوڪ شريف ۾ تسليم ڪبي، ۽ ”دردنامو“ بہ غالباً جهوڪ شريف ۾ ئي تاليف ڪيو ويو هوندو. هن رسالي تاليف ٿيڻ کانپوءِ فقير صادق، جن 38_39 سال حيات رهيا آهن، ٿي سگهي ٿو تہ سندن حياتيءَ ۾ سندن ڪلام کي باقاعده قلمبند ڪرڻ جي اها پهرين ڪوشش هجي، بعد ۾ هن نسخي تان ٻيا رسالا بہ نقل ڪيا ويا هجن ۽ ممڪن آهي تہ انهن ۾ ڪي ٻيا بيت بہ شامل ڪيا ويا هجن. اها بہ حقيقت آهي تہ ”درد نامہ“ جا خاص نقل وقت بوقت ٿيندا رهيا آهن. جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ”ميين شاهہ عنايت جو ڪلام“ جي مهاڳ ۾ فقير صادق جي ڪلام جي هڪ نسخي جو نالو ”رازنامہ“ ڄاڻايو آهي، حالانڪ ان نالي سان فقير صاحب جي ڪلام جو ڪو بہ نسخو هيستائين ٻڌڻ ۾ ڪونہ آيو آهي، تنهنڪري راقم الحروف ان نالي بابت ڊاڪٽر صاحب جن کان استفسار ڪيو جنهن جي جواب ۾ ڊاڪٽر صاحب جن لکن ٿا:

”جو نسخو منهنجي نظر مان گذريو هو غالباً ان جي سرورق تي ”رازنامہ“ لکيل هو ٿي سگهي ٿو نظر پل وڃان ”دردنامي“ جي بجاءِ ”رازنامہ“ لکجي ويو هجي. وڌيڪ تصديق لاءِ مهرباني ڪري هيٺئين ائڊريس تي خط لکندا، جو نسخو مون وٽن ئي ڏٺو هو جناب حاجي سومر خان گل محمد خان لغاري، پوسٽ آفيس ٽارو خان لغاري، شهدادپور ضلعو سانگهڙ“ (ڊاڪٽر صاحب جو خط لکيل، تاريخ 14_ اپريل 1964ع)

جناب ڊاڪٽر صاحب جن جي نوازش نامي اچڻ کانپوءِ، مٿئين ائڊريس تي وڌيڪ تصديق لاءِ خط لکيو ويو پر هيستائين ڪوبہ جواب موصول ڪو نہ ٿيو آهي، نڪا جواب ملڻ جي ڪا اميد بہ آهي، اهو نسخو گمان غالب آهي تہ ”دردنامہ“

جو ٻيو نقل هوندو نظر پيل وچان مٿس عنوان "رازنامہ" لکجي ويو آهي. دردنامہ" جا ٻيا بہ نقل ٽيل نسخا هوندا، پر انهن جو پتو پئجي نہ سگھيو آهي. عام طرح اسان کي فقيرن ۽ سگھڙن کان جيڪي بيت هٿ آيا آهن، انهن ۾ "درد نامہ" وارا بيت بہ هٿ آيا آهن. هيٺ قارئين جي واقفيت لاءِ "دردنامہ" جا چند بيت "تذڪره لطفي" تان نقل ڪريون ٿا، حالانڪہ اهي بيت هن مقالي ۾ ڪلام جي انتخاب واري بابت ۾ بہ موجود آهن، پر آيل آهن جدا جدا سرن ۾، تنهنڪري خبر پئجي ڪانہ سگھندي تہ اهي بيت "دردنامہ" جا آهن يا ٻيا عام بيت:

هو جي ٿورا سڄڻين، سو مون پانيان سور،
پهتس تان نہ پور، ڳڻ ڳٽيندين تن جا.

روئي ريجهائج، ڳجهون ڳرهي ڳالهيون،
پهت مان پهائج، ليلا پنهنجي ڪانڌ کي.

سي ويري نہ واهرو جي مان پانيان مِٺ،
سورن سندي سِٺ، پاٽان پاڙهي هليا.

معني مثل نہ جڙي، عجب آهيم اِيءُ،
ڏسيو ڏسان نہ سپرين، جلي پيو جيءُ،
هاڻي ويو هيءُ، هو پڻ ويو هن کان.

سارنگ سِڪي وڄ، وڄ وسي منجهہ ڪين،
تان سڪ سنيها ڏين، پرين پاڻ لڪايو.

نالي ۾ نالو ٿيا، پرين سي پسن،
آهي احديت تن، جي واحدون واحد ٿيا.

(تذڪره لطفي ۾ آيل)

صوفي حضور بخش

# صوفي صادق فقير سومرو

سومرا خاندان سنڌ تي وڏو عرصو حڪمراني ڪئي آهي. صوفي صادق فقير سومرو بہ ان خاندان مان آهي. سندس وڏا اصل ۾ ڪڇ ڀڄ جا رهاڪو هئا. صادق فقير جو ڏاڏو جلال الدين سومرو "حضرت شاهہ عنايت الله شهيد رحہ" جو خليفو هو. هي جهوڪ جي جنگ ۾ شهادت ماڻي پنهنجي ٻين شهيد صوفين سان گڏ مشترڪ قبرن "گنج شهيدان" ۾ دفن آهي، ان ڪان وڌيڪ سندس بابت احوال نٿو ملي. جلال الدين جو پٽ دين محمد سومرو وري شاهہ عبدالڪريم بلڙيءَ واري جي سيدن جو اچي مريد ٿيو. دين محمد سومرو گهڻو وقت ڪڇ ۾ گذاريو هو. مالوند ڀاڳيو هو. سانگي سان اچ وڃ سڄيءَ سنڌ سان رهي، پر خاص طور تي لاڙ واري طرف سندس لاڙو گهڻو رهيو. هي بزرگ بہ همت ۽ مردانگيءَ وارو حق ڪمائڻ، حق ڪارائڻ وارو هو.

آخر هڪ دفعي پنهنجي اباڻي رهائش ڪڇ کي ڪن سببن ڪري هميشہ لاءِ الوداع چئي اچي ڳوٺ ڏوڏاري ويجهو (تعلقو مٺي) ۾ مستقل طرح رهيو.

چيو وڃي ٿو تہ جڏهن دين محمد سومرو ڪڇ ڪان لڏي ڏوڏاري ۾ اچي ويٺو تہ ان وقت صادق فقير جي عمر سورهن سترهن سال هئي، ڪڇ ڀڄ جي هڪ نومڙئي ذات جي سردار ڪنهن ڳالهہ تان صوفي صادق جي سئوٽ کي قتل ڪرائي ڇڏيو. ❶ سئوٽ جنهن سان صادق فقير بي انتها پيار ڪندو هو. تنهن جي مارجڻ سندس زندگيءَ ۾ وڏو ڇلانگ ڏنو. هن ڀيرو نوجوان سردارن، نوابن، جاگيردارن ۽ ظالمن خلاف پنهنجي اندر ۾ نفرت جو آڙاهہ ٻرندي محسوس ڪيو. هن پڪو پهہ ڪيو تہ هو پنهنجي سئوٽ جو پلاند ان ظالم سردار ڪان ضرور وٺندو ائين هي سر جو سانگو لاهي ڪنهن کي ٻڌائڻ بنا ماڻ ميٺ ۾ گهر ڇڏي گم تي ويو ۽ وڃي ڪڇ جي مشهور ڪاٺڪو ڏاڙيل جو ساٿي بنيو.

❶ (ڪن روايتن ۾ صديق فقير جي وڏي ڀاءُ نالي حاجي محمد سومري جي مارجڻ جي روايت ڪئي آهي تہ ڪي وري ان کي صديق فقير جي سئوٽ نالي "جميل" تا چون)

صادق جي گم ٿيڻ ۽ ڌاڙيلن سان ملڻ ۽ پلاند ڪرڻ جي ڳالهين جون خبرون جڏهن نومڙئي سردار کي پهتيون تہ هو پنهنجي رهائش بدلائي وڃي نئين رهيو. صادق سومرو بہ سندس نئين ڏانهن وڃڻ کان باخبر ٿي چڪو هو. آخر ڪار کيس قتل ڪري پنهنجي سئوٽ جو پلاند ورتائين.

ڪڏهن ڪڏهن هو سوچيندو هو تہ ڇا هو ائين زندگيءَ جا ڏينهن گذاريندو رهندو. رکي رکي هن جي ذهن ۾ سوال اڀرندا هئا تہ ڌاڙا هڻڻ، ڦرون ڪرڻ تہ خدا جي خلق کي آزارڻ آهي. ان عمل ڪري خدا ۽ عام جو ڏوهہ الڳ آهي ۽ ماڻهو بہ ڪانئس نفرت ڪن ٿا. اهو سراسر ظلم جبر آهي، جيڪي حڪمران، ظالم، جاگيردار، وڏيرا ۽ پير ماڻهن سان حڪومت جي ڏنڊي جي زور تي روا رکيو اچن ۽ اسان ڌاڙيل، چور بڻ ساڳي طرح پنهنجي انفرادي ڏاڍ جي زور تي ماڻهن کي ڦريون ٿا ۽ آزاريون ٿا.

هن ڪچ کان ڪاڙ تائين ٻالڪ پڻيءَ کان جوانيءَ ۾ داخل ٿيندي ڌاڙيلن سان رلندي ڦرون ڪندي "شاهہ عنايت الله شهيد رحہ" جي غريب پروري، امن، انسانيت، برابري، مساوات ۽ مذهبي رواداريءَ واري صوفي فلسفي، صوفين جي منظم تنظيم، حق سچ انصاف لاءِ مرڪزي مغل شهنشاهہ کان وٺي هيٺ انهن جي ايجنٽن سان ٽڪر کائي عظيم جدوجهد ۽ شهادتن جا قصا ٻڌا هئا. هن پنهنجي ڏاڏي جلال الدين جو صوفي ٿي وڙهندي شهادت ماڻڻ ۽ پنهنجي پيءُ دين محمد جو وري شاهہ ڪريم بلڙيءَ واري جي پير واسع ڏانهن لاڙو ڪرڻ تي بہ سوچيو.

هن نادر شاهہ افشار جي برباد ٿيل سنڌ ڏٺي، هي سورهن سالن جو هو جو سرفراز ڪلهوڙي هٿان مير بهرام ۽ سندس پٽ صوبيدار کي مارائڻ جي خبر ٻڌائين. هو پنجويهہ سالن جو سرڪش جوان هو جو ميان عبدالنبي ڪلهوڙو مدد شاهہ پٺاڻ کي سنڌ تي چاڙهي آيو ۽ پوءِ پورو هڪ سال عمر ڪوٽ قلعي سميت سڄي سنڌ کي افغان لشڪر لٽيندو رهيو. هن افغان لشڪر جي بربادي ڪري سنڌ ۾ پيدا ٿيندڙ ڪارو ڏڪار ڏٺو ۽ سنڌ جي ماڻهن کي بکن وگهي مرندي، اٽي لپ لاءِ پنندي ڏٺو. هو اهو بہ ڏسي رهيو هو تہ سنڌ خانہ جنگيءَ جي باهہ ۾ ٻري رهي آهي.

هو ڪشمڪش ۾ هو ۽ فيصلو نہ پيو ڪري سگهي تہ ڇا ڪري؟ هڪ طرف عشق چوي پيو تہ ڏاڍ ۽ جبر ۽ ظلم جي زندگي کي تياڳي سچ ۽ انصاف جو ساٿ

ڏي مظلوم ماريل ستايلن جو ساٿي بنجي ظالم جابر سان مهاڏو اٽڪائي سادگي ۽ سهپ جو نمونو ٿيءُ.

ته ٻئي طرف عقل چوي پيو ته متان ائين ڪرين هي دٻدٻو ڏاڍ ڏهڪاءُ، عام جو تو کان ڊڄڻ، ڪڪڙ، چيلا، پلاءُ، شاندار ڪپڙا، مال جا ڍڳ هليا ويندءِ (چڱي ڀلي بت کي اڪ جو کير نه مڪ) صادق سومري جي ذهن ۾ اها ڪشمڪش جاري هئي جو هڪ ننڍڙي معمولي حادثي ان کي وڌيڪ شديد بنايو.

چون ٿا ته هڪ دفعي صادق پنهنجي ساٿيءَ سان ڪنهن امير کي ڦرڻ ٿي ويو ته واٽ تي هڪ بيمار بکايل ٻڍڙي عورت سندس گس جهلي سوال ڪيو ته ابا آئون ڏاڍي ستايل بکايل آهيان. منهنجي ٻچن ٻن ڏينهن کان ڪجهه به نه کاڌو آهي، خدا جي، واسطي، منهنجي، مدد ڪريو. صادق جي، ساٿين، ته ڪو جواب ڪين ڏنو. البت صادق فقير مائيءَ کي چيو ته ٻڍڙي تون اتي ويٺي هج، اسان واپسيءَ ۾ تنهنجي مدد ڪنداسون. هي ٽولو جڏهن ڦر ڪري واپس موٽيو ته، وٽن ڪافي مال هو ۽ صادق فقير پنهنجي ساٿين کي چئي سيئي مال ان عورت کي ڏئي ڇڏيو. ان عورت دعا ڪندي صادق فقير کي چيو "ابا خدا ڪندو ته تون وڏو درويش ٿيندين!"

انهن حالتن ۽ انهن خيالن ۾ صادق فقير هاڻي پنهنجي روحاني تسڪين لاءِ رهبر جي تلاش ۾ رهڻ لڳو هن پنهنجي خيالن ۾ سنڌ ۽ هندستان جي ڪيترن روحاني خاندانن لاءِ سوچيو پر ڪنهن ۾ به ڪيس پنهنجي مڪمل مقصد جي پورائي ٿيندي نظر نه پئي آئي.

جهوڪ ميرانپور جي صوفين جي سچائي، سهپ، سورهيائي ۽ سادگيءَ جا قصا هو بار بار پيو ٻڌندو هو.

راڻي ملا رات نئون نياپو آيو.
لڏي سين لطيف چئي، ڪنان ڏاتر ڏات،
ڪو نه پڇي ٿو ذات، جي آئيا سي اگهيا.

هڪ دفعي صادق فقير پنهنجي ساٿين سان ڪنهن چوريءَ جي نيت سان وڃي رهيو هو ته، پراڻي ميران پور جهوڪ وٽان لانگهائو ٿيو.[1] جتي ميان زاهد شاهه

---

[1] انيس المساڪين واري ۽ راڄ محمد پلي صاحب پراڻي ميرانپور لکي آهي. اهو سائين فضل الله شاهه جو ابتدائي هنڌ آهي، پاڻ چوڏهن سالن جا آهن، ٻي روايت ۾ آهي ته، صديق فقير ٽنڊي منا خان پرسان ڪبير جي کوهه تي مريد ٿيو. مون کي پوئين رُوايت جاندار معلوم ٿئي ٿي. (مصنف)

(اول) جو وچون پٽ ميان فضل الله شاهہ دنيا ترڪ ڪري وڃي رهيو ۽ ٻيا ٻ ڪيترائي فقير ساڻس گڏ اتي موجود هئا. صادق فقير پنهنجي ساٿين ۽ ڪاٺڪ کي چيو تہ توهان اتي ترسو تہ آئون هنن صوفين جي ڪچهري ٻڌي اچان ٿو.

صادق فقير جڏهن فقيرن جي ويجهو پهتو تہ سائين فضل الله شاهہ قلندر ڪنڌ مٿي ڪري فقيرن کي چيو تہ ٻيڙيءَ ۾ اچي درياهہ پيو آهي، اهڙو ڪو آهي جيڪو درياهہ کي ڪوزي ۾ بند ڪري. ● چون ٿا تہ سائين فضل الله شاهہ ٽي دفعا اهو فقير کان پڇيو جنهن تي فقيرن چيو تہ قبلا اسان اجا ان منزل تي ڪين پهتا آهيون. صادق فقير چيو تہ قبلا بندو ائين ڪري سگهي ٿو. صادق فقير ايترو متاثر ٿيو جو سائين فضل الله شاهہ کي رهبر مڃي عرض ڪيائين تہ مون کي تلقين (ذڪر) ڏئي، پنهنجو مريد طالب ڪيو. سائين، فضل الله شاهہ فقيرن ۾ موجود پوڄو پڳت مينگهواڙ کي حڪم ڪيو تہ فقير کي تلقين ڏي (ذڪر ڏسي). صادق فقير بنا چون چران جي پوڄو پڳت کان تلقين وٺي صوفين جي حلقي ۾ داخل ٿيو.

انيس المساڪين جي قاضي غلام مهدي صفحہ 159 تي لکيو آهي تہ پاڻ نورنگ فقير جلالاڻي کي حڪم ڪيائون تہ صوفي صادق فقير کي خدا پاڪ جل شانہ جو رستو ڏس ۽ چوينس تہ صورت اسان جي نظر ۾ رکي.

صادق فقير جا ڪاٺڪو ساٿي جڏهن انتظار ڪري ٿڪا تہ هنن کي پڪ ٿي تہ صادق هوندن نہ موٽندو هلو تہ وٺي اچونس. همراه همٿ ڪري لوڙهي اندر پهتا. صادق ڪنڌ هيٺ ڪري هٿ ٻڌي ادب ۾ ويٺو هو. ساٿين کيس هلڻ لاءِ زور پريو. صادق فقير هلڻ کان انڪار ڪندي چيو تہ صوفين وٽ سچ، انصاف، محبت، عشق جو جادو آهي. مون تي بہ اهو جادو ٿي چڪو آهي. هاڻي اوهين هليا وڃو مون کي منهنجي حال تي ڇڏي ڏيو. پاڻ ڪبير جي کوهہ تي رهي وحدانيت جي واٽ تي سفر شروع ڪيائين.

جيئن اڳيان ذڪر ٿي آيو آهي تہ ڪبير جي کوهہ تان پنهنجي مرشد فضل الله شاهہ ۽ لوڙاهو صوفي فقيرن کي وٺي پاڻ مرشد سان درگاهہ جهوڪ اچي رهيو. مسلسل مرشد سان گڏ رهڻ ۽ رياضتون خدمتون ڪرڻ ڪري صادق سومري مان هاڻي پاڻ صوفي صادق شاهہ سڏجڻ لڳو. ان دوران صوفي فضل الله شاهہ جي

● (هڪڙو انيس المساڪين وارو ۽ ٻڙ راڄ محمد پلي صاحب بہ ٻيڙيءَ ۾ درياهہ لکيو آهي، جڏهن تہ درياهہ کي ڪوزي ۾ بند ڪرڻ واريون روايتون بہ آهن.)

مهرباني [1] ۽ سجاده نشين درگاھ جھوڪ ميان عزت الله شاھ ثاني المعروف سخي پير سائين جي مڪمل اعتماد ڪري جھوڪ جي خليفي اول جي درجي تي پهتو. ان حد تائين جو درگاھ جھوڪ جي صوفين جا سياسي سماجي ويندي صوفي خاندان جا فيصلا صوفي صادق فقير جي راءِ ۽ رضامنديءَ سان ٿيندا هئا. صوفي صادق فقير سومري کي بہ پنھنجي مرشد شهيد رحہ جي بهادري، صوفين جي قرباني، سچائيءَ تي سر ڏيڻ تي فخر هو. جو چوي ٿو:

ڏنو سر ڏک تي، صوفين جي سردار،
ڳائي ڳالهائو ٿيو سر ڏڙان ئي ڏار،
تنھنجي ڪندو ڪير ڪوان جيڪو ڪلمي سين ڪاٽيو.

❋❋❋

وڙھيا واڳيا واپريا، سي صوفي شير،
واڳڻ وڏي آئيا، مانجھي مل مٿير،
پڙ ۾ کوڙي پير، سر ڏنائون صدقا.

❋❋❋

وڙھيا واڳيا واپريا جھيڙي جھوڪ ڏٺي،
امر ساڻ الله جي، اونچي ڪيائون اٽي،
رضا جا رحمان جي سا واحد کي وٽي،
ڪاھوڙي ڪٽي ويا، گذاري ڏينھڙا.

صوفي صادق مرشد جي خدمت ۾ رهي هڪ وحدانيت پسند صوفي سان گڏ غريب پرور، ڌرتي دوست، انسان دوست ۽ امن پسند شاعر ۽ درويش انسان بنجي ويو. سندس شاعريءَ ۾ جابجا ان جو اظهار آهي:

تندا مندا مڱڻا، سبڙ آهن چت،
ڪونهي سي قرب سين، جنھين ۾ نہ پت،
سي وھائي هت، ڏاتر ڪٽي ڏک ڪيا.

❋❋❋

[1] (ميان صوفي فضل الله شاھ قلندر کي ڪتاب ”راڳنامي“ جي مھاڳ ۾ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ يا وري راڄ محمد پلي صاحب پنھنجي مضمون ۾ بار بار سجاده نشين جھوڪ لکيو آهي، جيڪو صحيح نہ آهي. فضل الله شاہ جي شروع ۾ سندس وڏو ڀاءُ ابراهيم شاھ ثالث ۽ پوءِ واري دور ۾ سندس ڀاءُ نور الله شاھ جو وڏو فرزند ميان عزت الله شاھ سخي پير ستن سالن جي ننڍي عمر ۾ سجاده نشين ٿيو).

تنڊا منڊا مڱڻا، آهونتا ا ڪاج،
لنگهن بہ لوڏي چڙيا، معذور ۽ محتاج،
تن سونهارا ساج، سہڙ ڏنا سون جا.

صادق فقير وٽ ستايل ماريل مسڪين دانهون ڪٺي ايندا هئا تہ هي فقير وقت جي حڪمرانن سان گڏ ظالمن ۽ ڌاڙيلن سان ٽڪرائجي ويندو هو. ان طرف ڪوسا ماڻهن کان ڦرون ڪندا هئا. ڪوسن مان، شادي ڪوسو مشهور ڌاڙيل هو. هن غريب عام ماڻهن کي آزاري سندن جيئڻ حرام ڪري ڇڏيو هو. ريهارين سميت ڪيترائي غريب راڄ روزانو صوفي صادق وٽ ڪوسن جون شڪايتون ڪٺي ايندا هئا. صادق فقير شادي ڪوسي ۽ سندس قبيلي جي ماڻهن ڏي نياپا ڪيا ۽ سمجهايو پر هو نہ مڙيا. نتيجي ۾ صادق فقير ستايل راڄن جي پاسي ٿي بيٺو ۽ آخر ٽڪرن هٿان شادي ڪوسو مارجي ويو. تڏهن پاڻ چيائين:

شادي مئو سک ٿيو سڻو سنگهارا،
انيون اوتارا، پهرايو پٽن ڏي
شادي مئو سک ٿيو پئي پار ڪر پچار،
ايندا اهي پار ڪندا صلح صديق چئي.

۽ پوءِ شادي ڪوسي جي قبيلي جا ماڻهو ۽ شادي ڪوسي جا پيا ڪاٽڪو نيٽ اچي فقير وٽ پيش پيا ۽ آئنده لاءِ عوام کي آزارڻ کان توبهہ تائب ٿيا.

مطلب تہ درگاهہ "شاهہ عنايت الله شهيد رحہ" سان واڳيل صوفين جو ڪردار هر دور ۾ تصوف ۽ ذڪر اذڪار سان گڏ سماج دشمن عنصرن چورن، ڌاڙيلن ۽ اميرن ۽ حڪمرانن جي اُرهہ زورائين خلاف جدوجهد وارن واقعن سان ڀريل آهي انهن ۾ صوفي صادق جو نالو پڻ جرئتمندي ۽ بهادريءَ جي ڪارنامن سان ڀرپور آهي.

درگاهہ جهوڪ شريف جو بااختيار خليفہ اول هئڻ ڪري مير حڪمران صادق فقير جي تمام وڏي عزت ڪندا هئا. سندن دعوتون جهليندا ۽ ڪيس تحفا وغيره بہ ڏيندا هئا.

پر جڏهن سچ ۽ انصاف جي راهہ ۾ رنڊڪ پئي تہ جهوڪ، تجل، خيرپور ۽ سڄي سنڌ جا صوفي سراپا احتجاج بنجي ويا ۽ صادق فقير پڻ مير حڪمرانن سان بہ ٽڪر کائڻ لاءِ عملي طرح ميدان ۾ نڪري پيو.

ٻيٺا آهن. ٻئي پاسي صوفين سان ٻہ وڙهو سنو ڪونهي. مير ماءُ جي صلاح مڃيندي ٻانهن وٺي آٽي صادق فقير اڳيان مڱٽهار ڪي ڏني ۽ صوفين کان معافي ورتي.

هن واقعي بعد ترت ٻيو واقعو پيش آيو. درگاهہ تجل شريف جي صوفين ڪي پڻ ميرن سان اختلاف ٿي پيا هئا. سجاده نشين (ٽر ڏٽي سلام الله شاهہ) صوفي مبارڪ شاهہ اول صوفي هادي بخش ولد نور محمد سجاده نشين، ولي محمد شاهہ اول جي وقت ۾ ڪيترن مسئلن تي خيرپور جي ميرن سان اختلاف هئا. پر خاص طرح هڪ واقعي انهيءَ صورتحال کي وڌيڪ شدت ۾ آندو. مير علي مراد خان جي زماني ۾ مير برادران مان ڪنهن مير چونڊڪي يا سوراه واري علائقي مان هڪ مسڪين کان بيگار تي ڪم پئي ورتو هو ڏٻرو ۽ ڪمزور هو جنهن ڪري ڪم جي رفتار سست هئي، جنهن تي مير صاحبان ڪاوڙ ۾ اچي ان مسڪين تي ڪتن جي ٻچ ڪرائي. ان ڪري اهو ڪتن جي چڪن لڳڻ ڪري سخت زخمي ٿي پيو.

درگاهہ تجل جي صوفين کي ميرن جي ان ظلم جي خبر پئي تہ هنن سخت احتجاج ڪيو. ان احتجاج جي رد عمل ۾ مير علي مراد خان، مير سهراب خان جي وقت ۾ صوفين کي مليل زمينون ۽ ٻيون رعايتون رد ڪري ڇڏيون. ڪيترن ماڻهن مير علي مراد ۽ ٻين ميرن کي سمجهايو تہ هو صوفين جي طاقت کي نہ للڪارين ۽ وڏن جي اعتماد ۽ عقيدت واري رشتن کي ماڻُ ڏئي درگذر سهپ ۽ سمجهہ جو مظاهرو ڪن. مير علي مراد خان انهن صلاح ڏيندڙن کي چيو تہ جيڪڏهن صوفي ميان مبارڪ شاهہ ولي محمد شاهہ يا ٻين صوفين مان مُون وٽ لنگهي اچن تہ آئون سندن زمينون ۽ ٻيون رعايتون بحال ڪري ڇڏيندس، ورنہ ڪنهن بہ حالت ۾ زمينون وغيره بحال نہ ڪندس.

انهن خير خواهن وري درگاهہ تجل جي صوفين کي صلاح ڏني تہ هو خيرپور ميرن ڏانهن لنگهي وڃن، توهان فقير ماڻهو ڇو ٿا طاقتور ميرن حڪمرانن سان ٽڪراءَ ۾ اچي پنهنجو نقصان ڪيو پر صوفين چيو اقتدار اچڻي ويڃڻي شيءِ آهي، وقت گذري ويندو. صوفي ظالمن جا مخالف ٿيندا آهن نہ ظالمن اڳيان هٿيار ڦٽا ڪندا آهن. اسان هر ظلم جي مخالفت ڪندا رهنداسون. "ٻلي ٻڪ ڀرم جي شال نہ وڃي شان!" اسان ميرن ڏانهن نہ وينداسون. هنن کي جيڪي ڪرڻو آهي، سو ڪري گذرن.

انهن واقعن کان سواءِ ٻيا بہ ڪوڙ سارا واقعا جيڪي صوفين سڳورن جي سياسي ۽ سماجي سرگرمين بابت آهن، سي سڀ هتي ڪتاب جي طوالت سبب بيان نٿا ڪري سگهجن.

صوفي صادق فقير ٿر بر ڦرندو عام غريبن مسڪينن توڙي صوفي فقراءَ جي خبر چار لهندو سندن فيصلا ڪندو ۽ مسئلا حل ڪرائيندو ٿي وتيو. ان لاءِ فقير صاحب پيير سنيءَ واري عمر ۾ بہ ورچي نہ ويٺو. خدمت خلق جو ڪم ڪندو رهيو. جنهن بابت ڪتاب "وڙهيا واڳيا واپريا." مصنف راج محمد پلي جي صفحي 184، ضميمو 2 ۾ هيئن تفصيل بيان ڪيو آهي، جنهن ۾ ڪجهہ اضافي احوال شامل ڪري لکجي ٿو:

"صوفي صاحب اڪثر سفر ڪندا هئا. سڄي سنڌ ۾ سندن "تڪيا" ۽ منزلن جا نشان، آثار ۽ روايتون موجود آهن. ساڻن گڏ هميشہ ماڻهن جو وڏو اٿالو ۽ مال موجود هوندو هو. روايتن موجب جتي ڇهہ مهينا منزل ڪندا هئا اتي لوڙهو ڏيندا هئا، جتي سال ترسندا هئا اتي ڪوٽ ڏياريندا هئا. سندن تڪين ۽ منزلن جو مختصر احوال جيڪو ميسر ٿيو آهي، اهو هن ريت آهي:

1. تعلقو ڪوٽ غلام محمد (جيمس آباد) جي پرڳڻين جي ڳوٺن ۾ فقير جا تڪيا آهن.
2. خدا داد: ڏڪڙيءَ لڳ واٽين جي ڳوٺ ۾ فقير جا تڪيا آهن.
3. ڪور واهہ (تعلقو گولاڙچي) ۾ صوفي صادق جو تڪيو آهي.
4. ٽنڊي غلام علي شهر ۾ پوڄو پڳت مينگهواڙ جيڪو فقير کي تلقين ڏيندڙ مرشد پائي هو فقير صاحب سندس ڳوٺان ايندي ۽ جهوڪ کان واپس ٿيندي پوڄو وٽ اچي ترسندو هو.
5. ٽنڊي محمد خان ۾ فقير صاحب جو تڪيو هو جتان جو هڪ مير سندن مريد هو.
6. پرور شاهہ جو پڙ: پرور شاهہ درگاهہ جهوڪ شاهہ عنايت شهيد رحہ جو مريد هو. سندس مزار علم پاڪ ريشمي گهٽيءَ جي ڇيڙي ۾ حيدر آباد ۾ آهي. صوفي صادق فقير اڪثر هتي اچي ترسندو هو.
7. صوفين جو اوتارو: هي اوتارو قلعي حيدر آباد جي اپرندي طرف هو جتي ڪانگن ڪاڏي ڍنڍ هوندي هئي. هن ڍنڍ جي ڪپ تي هڪ باغ هوندو هو

انهن واقعن کان سواءِ ٻيا بہ ڪوڙ سارا واقعا جيڪي صوفين سڳورن جي سياسي ۽ سماجي سرگرمين بابت آهن، سي سڀ هتي ڪتاب جي طوالت سبب بيان نٿا ڪري سگهجن.

صوفي صادق فقير ٽر بر ڦرندو عام غريبن مسڪينن توڙي صوفي فقراءَ جي خبر چار لهندو ٻنهن فيصلا ڪندو ۽ مسئلا حل ڪرائيندو ٿي وتيو. ان لاءِ فقير صاحب پير سنبيءَ واري عمر ۾ بہ ورچي نہ ويٺو. خدمت خلق جو ڪم ڪندو رهيو. جنهن بابت ڪتاب "وڙهيا واڳيا واپريا،" مصنف راڄ محمد پلي جي صفحي 184، ضميمو 2 ۾ هيئن تفصيل بيان ڪيو آهي، جنهن ۾ ڪجهہ اضافي احوال شامل ڪري لکجي ٿو:

"صوفي، صاحب اڪثر سفر ڪندا هئا. سڄي، سنڌ ۾ سندن، "تڪيا" ۽ منزلن، جا نشان، آثار ۽ روايتون موجود آهن. ساڻن گڏ هميشہ ماڻهن جو وڏو اٺالو ۽ مال موجود هوندو هو. روايتن موجب جتي ڇهہ مهينا منزل ڪندا هئا اتي لوڙهو ڏيندا هئا، جتي سال ترسندا هئا اتي ڪوٽ ڏياريندا هئا. سندن تڪين ۽ منزلن جو مختصر احوال جيڪو ميسر ٿيو آهي، اهو هن ريت آهي:

1. تعلقو ڪوٽ غلام محمد (جيمس آباد) جي پرڳڻين جي ڳوٺن ۾ فقير جا تڪيا آهن.
2. خدا داد: ڏگڙيءَ لڳ واڻين جي ڳوٺ ۾ فقير جا تڪيا آهن.
3. ڪور واهہ (تعلقو گولاڙچي) ۾ صوفي صادق جو تڪيو آهي.
4. ٽنڊي،غلام علي شهر ۾ پوچو پڳت مينگهواڙ جيڪو فقير کي تلقين ڏيندڙ مرشد پائي هو فقير صاحب سندس ڳوٺان ايندي ۽ جهوڪ کان واپس ٿيندي پوچو وٽ اچي ترسندو هو.
5. ٽنڊي محمد خان ۾ فقير صاحب جو تڪيو هو جتان جو هڪ مير سندن مريد هو.
6. پرور شاهہ جو پڙ: پرور شاهہ درگاهہ جهوڪ شاهہ عنايت شهيد رحہ جو مريد هو. سندس مزار علم پاڪ ريشمي گهٽيءَ جي چيڙي ۾ حيدر آباد ۾ آهي. صوفي صادق فقير اڪثر هتي اچي ترسندو هو.
7. صوفين جو اوتارو: هي اوتارو قلعي حيدر آباد جي ايرندي طرف هو جتي ڪانگن ڪاڏي ڍنڍ هوندي هئي. هن ڍنڍ جي ڪپ تي هڪ باغ هوندو هو

جيڪو انگريزن جي سنڌ فتح ڪرڻ کان پوءِ "ڪرنل تروٽ" جي نالي سان سڏيو ويو. جڏهن ڪرنل تروٽ تي برٽش گورنمينٽ طرفان ڪيس داخل ٿيو تہ پوءِ ان باغ جو نالو وڪيل حسن علي آفندي سان سڏيو ويو جيڪو هاڻي آفندي ٽائون سڏيو وڃي ٿو.

8. ٽنڊو جهانيان: سيد فتح الدين شاهہ جهانيان پوٽو جيڪو صادق فقير جو مرشد پائي هو.

9. ڪوٽڙي: صوفي صادق فقير جا ڪورڪاڻي مريد جيڪي سنڌن حڪم تي ميرن پاران مليل جاگيرون ۽ عهدا ڇڏي درياهہ سنڌ جي هُن پر وڃي رهيا.

10. تاجپور: جتي صوفي صادق فقير جا مرشد پائي نواب رهندا هئا. سندس دوست پير پائي نواب غلام الله وٽ اچڻ وڃڻ ٿيندو هو. نواب غلام الله فارسيءَ ۽ سنڌيءَ جو پلوڙ شاعر هو. عمر ڪوٽ جو نواب تي رهيو هو ۽ جڏهن شادي ڪوسي (ڏاڙيل) ريبارين جو وڳ ڪاهيو هو تہ فقير غلام الله تياڪڙي ڪري وڳ شادي ڪوسي کان واپس ڪرايو هو.

11. مقام شاهہ عبدالڪريم بلڙي: چيو وڃي ٿو تہ هن مقام ۾ صوفي صادق فقير جي والده مرحومہ جي تربت آهي ۽ پڻ سندس والد بہ شاهہ ڪريم ۾ دفن ٿيل آهي.

12. سنجهورو: ڪورڪاڻين ۾ فقير صاحب جو تڪيو آهي ۽ سندس زمين بہ آهي سنجهوري لڳ اميد علي لغاري ۾ پڻ فقير صاحب جو تڪيو ۽ منزل آهي.

13. سانگهڙ شهر جي نظاماڻي پاڙي ۾ هن وقت بہ فقير صاحب جو تڪيو موجود آهي.

14. پيراڻي: هتي ديوان لکو مل جي ڳوٺ ۾ فقير صاحب اچي رهندو هو پيراڻيءَ جا مري بلوچ جيڪي شاهہ عنايت شهيد رحہ جي خاندان جا مريد آهن. صادق فقير جا پير پائي هئڻ ڪري ساڻس وڏي عقيدت رکندا هئا. هنن بلوچن جي وڏي جو نالو آدم خان هو جنهن جي نالي تي ٽنڊو آدم آهي. هن مري خاندان جا ڪيترائي فرد درگاهہ جهوڪ "شهيد رحہ" جي مقام ۾ دفن آهن.

15. غلام نبي شاهہ جي ڳوٺ ۾ بہ صوفي صادق ايندو ويندو رهيو جتي سر هو فقير حجام فيض ور ٿيو.

16. تجل شريف (ضلعو خيرپور ميرس) درگاهہ صوفي سلام الله شاهہ جي صوفين وٽ پڻ فقير صاحب ايندو ويندو رهيو.
17. روپا ماڙي: شهيد دودي سومري جي مزار تي ويو جتي ست راتيون جاڳيو.
18. ڪوٽ ڏيجي جي جبلن ۾ رهي چلا ڪڍيا اٿن.
19. ڪنب تعلقو ڪوٽ ڏيجي، ضلعو خيرپور، ڳوٺ نصير فقير جلالاڻي اڳي نورنگ فقير جلالاڻي ۾ بہ فقير صاحب ايندو ويندو رهيو.
20. روهڙي: غلام علي شاهہ ۽ سندس فرزند سوال شاهہ جو اوتارو هو سيد علائقي جا وڏا جاگيردار هئا. صوفي فقير جا مريد هئا، هن ئي اوتاري تي بيدل سان صوفي فقير جون ملاقاتون ۽ ڪچهريون ٿيون.
21. گهري (بڪار): تعلقو روهڙي، ضلعو سکر جو تاريخي ڳوٺ آهي، هتان جا سيد جاگيردار سائين سلام الله رحہ جا مريد ۽ درگاهہ جهوڪ جي صوفي سلسلي سان واڳيل آهن، ڪيترا صوفي صادق فقير جا مريد ٿيا.
22. درازا: حضرت سچل سرمست بابت چيو وڃي ٿو تہ خيرپور سکر ايندي ويندي، فقير جون سچل سان ملاقاتون هيون ۽ هڪبئي سان شعر و شاعريءَ جو تبادلو بہ ڪيو اٿن.
23. پير پٿوري تي فقير چلو ڪڍيو هئو ۽ اتان جو هڪڙو وڏو زميندار سائينداد چورو جي خاندان جا سندن معتقد هئا.
24. ڳوٺ جعفر خان لغاري (موجوده تعلقو شهداد پور) هن ڳوٺ ۾ فقير صاحب جو تڪيو آهي ۽ ڪافي مريد بہ ا ٿس.
25. صوفي صادق فقير پنهنجي مرشد (شاهہ عنايت الله شهيد رحہ) جي خليفن ۽ پنهنجي پير پائين ڏانهن ڇهوٽڻ، جيسلمير، سورت، آبو جبل ۽ ٻين هنڌن تي بہ ويو هوندو.
26. صوفي صادق فقير روحل فقير ڪنڊڙيءَ واري کان 23 سال ننڍو هو ۽ مراد فقير زنگيجي کان 13 سال عمر ۾ ننڍو هو. صوفي صادق بہ عمر ڪوٽ جي پٽيءَ جو هو تہ زنگيجا فقير بہ ان ئي پٽيءَ جا رهواسي هئا. وڏي ڳالهہ اها هئي تہ هي هڪڙي يونيورسٽيءَ جا طالب علم هئا. اها يونيورسٽي جهوڪ شريف هئي. جتي "شاهہ عنايت الله شهيد رحہ" جو وحدانيت ۽ جدوجهد وارو صوفي فلسفو پڙهايو ويندو هو تہ اهو ڪيئن ٿو ٿي سگهي تہ صوفي صادق فقير

روحل فقير ڪنڊڙيءَ واري ۽ سندس ساٿي مراد فقير زنگيجي سان نہ مليو هجي.

صوفي صادق فقير پنهنجي مريدن معتقدن لاءِ جتي درگاهہ جهوڪ جي شهيد رح جي صوفي فلسفي جي وحدانيت ۽ تصوف جو ساکي بنجڻ لاءِ جدوجهد جو زباني عملي باب ڇڏيو اتي تسڪين قلب لاءِ هڪ پنهنجي ڪلام ڀيو راڳ نامون، ٿيون درد نامو نالي ڪتاب ڇڏيا. جن ۾ سلوڪ، طريقت، روحانيت، وحدانيت، سچ ۽ سچائي تي بيهڻ، جسم ۽ نفس کي تڪليف ۾ وجهي خدمت خلق جو درس ڏنل آهي.

صوفي صادق فقير جڏهن پنهنجي مرشد فضل الله شاهہ المعروف داتا پير شاهہ قلندر کي درگاهہ جهوڪ شريف وٽي آيو تہ اهو 1230هہ _ 1813ع هو ۽ هي اهو دور هو جو صوفي صادق فقير درگاهہ جهوڪ ۾ باقاعده راڳ جي ترتيب ٺاهي، سلسلي وار شروعات ڪئي.[1] جنهن لاءِ روايت آهي تہ جڏهن ميان فضل الله شاهہ جن درگاهہ جهوڪ اچي رهيا تہ درگاهہ جهوڪ جو ننڍڙو معصوم سجاده نشين مياں صوفي عزت الله شاهہ سخي پير يا تہ حويليءَ ۾ هوندا هئا يا وري ٻارن سان راند روند ۾ مشغول هوندا هئا. صوفي سائين فضل الله شاهہ پنهنجي لوڙاهو[2] فقيرن سان مراقبي ۽ ذڪر فڪر ۾ مشغول رهندا هئا، تڏهن صادق فقير اهو سوچيو تہ ان صورتحال کي ڪيئن تبديل ڪجي، جيئن درگاهہ جهوڪ شريف تي ايندڙ صوفي فقراءَ يا مهمانن سان ڪچهرين، رس رهاڻين جو باقاعده ڪو سسٽم هجي، جنهن تي صوفي فقراءَ ۽ ٻيا سائين فضل الله شاهہ سان گڏ ننڍڙي سجاده نشين ميان عزت الله شاهہ ڪان ۽ انهن جي فيملي فردن کان واقفيت رکن.

---

[1] (ڏنو وڃي تہ راڳ صوفين جي عبادت ۾ شامل آهي. "شاهہ عنايت الله شهيد رحہ" جن پاڻ شاعر هئا تہ سندن سيئي خليفا معتقد مريد، دوست، ساٿي وڏا شاعر ۽ راڳ جا پارکو ٿي گذريا آهن. جن ۾ جان الله شاهہ رضوي، باقر شاهہ المعروف ٻاوا ڏونگرپوري، اسماعيل شاهہ نئوي ۽ مخدوم معين نئوي جا نالا ڳڻائي سگهجن ٿا. ان ڪري اهو چئي سگهجي ٿو تہ "شاهہ شهيد رحہ" يا سندس خليفن جي دور ۾ راڳ ويراڳ جون محفلون ٿينديون هونديون. جيڪي سڄي رات هلنديون هونديون. ها البت گهٽو پوءِ صوفي صادق فقير پنهنجو راڳ نامون تشڪيل ڏنو ۽ جديد نموني درگاهہ جهوڪ شريف ۾ باقاعدي سسٽم ۽ ترتيب سان راڳ شروع ڪرايو.)

[2] سائين فضل الله شاهہ جن درگاهہ جي جنهن ميدان ۾ رهندا هئا تہ ان جي چئو طرف لوڙهو ڏنل هوندو هو. (يعني ڪنڊن جي واڙ) ان اندر رهندڙ صوفي فقيرن کي لوڙائو يا لوڙاهو فقير سڏيو ويندو هو.)

ان ڪري صوفي صادق فقير پنهنجي مرشد سائين فضل الله شاهہ ڪي گذارش ڪري راضي ڪيو تہ شام جو درگاهہ جي ميدان ۾ [1] راڳ جي ان محفل ۾ اچي ويهن. ان راڳ جي ڪچهريءَ جو مهندار درگاهہ شهيد رح جو سجاده نشين عزت الله شاهہ پيو هوندو هو. اهڙيءَ ريت شام جو سازن تي ٿيندڙ هن راڳ کي مرشد جي حاضريءَ وارو راڳ (شاهہ جي ڪچهريءَ وارو راڳ) جو نالو ڏنو ويو. [2]

چوي وڃي ٿو تہ مرشد جي حاضريءَ واري ان رات ۾ صُوفي صادق فقير پاڻ، نوازو فقير زنگيجو ۽ شيرو فقير مگڻهار سارنگي نواز گڏجي حصو وٺندا هئا.

ٻيو راڳ جو حصو جيڪو بنا سازن جي ڳايو ويو ان راڳ کي سماع جو راڳ ڪوٺيو ويو. ان راڳ ۾ ڏهہ پندرهن فقير حصو وٺندا هئا. درگاهہ جهوڪ شريف سان وابستہ هر جڳهہ جا صوفي اسہ ويل اتي ذڪر ڪندا هئا، جنهن ۾ ٻڌ "راڳ نامي" ۾ درج بيت چيا ويندا هئا ۽ آخري ۾ "الله هو الله هو الله هو...." جو ورد ڪيو ويندو هو. اهو رواج هاڻي تقريباً ختم ٿي ويو آهي. البت ڪي ڳاڻ ڳڻيا صوفي ائين تسلسل سان ڪندا هجن تہ هوندو ۽ صوفي فقير فوتيءَ مهل جڏهن جنازو کڻندا آهن تہ مقام تائين پهچڻ واري پنڌ ۾ جنازي اڳيان هڪ ماڻهو اهي بيت چوندو ۽ بيت جي پڇاڙيءَ تي هر ماڻهو الله هو الله هو الله هوالله هو.... جو ذڪر ڪندو هلندو آهي. اها روايت درگاهہ جهوڪ شريف، درگاهہ تجل شريف، درگاهہ صادق فقير تي هلندي اچي.

چيو وڃي ٿو تہ ان ڪلچر جو بنياد سائين عزت الله شاهہ کان هلندڙ هو صوفي صادق فقير انهيءَ ۾ جدت پيدا ڪري ان کي وڌيڪ بهتر ڪيو. اسر ويل

---

[1] (اهو ميدان اهو آهي جتي هينئر ميلي ۾ شام جو راڳ ٿئي ٿو جنهن ۾ سيمينٽ جي ٿهيل چنڙيءَ هيٺيان درگاهہ جهوڪ شريف جو سجاده نشين پلال (پراڻ) گاهہ جي ڪکن تي وهي ٿو هاڻي ان شام واري ڪچهريءَ جي راڳ ۾ صوفي صادق فقير جا راڳيندڙ ۽ درگاهہ فتحپور (رکيل شاهہ چيزل شاهہ) ياڳناڙي بلوچستان جو سجاده نشين پنهنجي راڳيندڙن سان مرشد جي حاضريءَ ۾ راڳ ڳائين ٿا.)

[2] (صوفي صادق فقير جي "راڳ نامي" جي مهاڳ ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لکيو آهي تہ سائين عزت الله شاهہ صوفيءَ جي دور ۾ درگاهہ جهوڪ شريف تي هر مهيني جي 18 تاريخ مولود پڙهايا ويندا هئا. جيڪا روايت تمام گهڻو پوءِ سجاده نشين صوفي عبدالستار (ثالث) جي ننڍي ڀاءُ صوفي محمد وارث راقم الحروف جي مامي برقرار رکندي هر مهيني جي 17 تاريخ پڙهائيندو هو ائين نہ هو. سائين صوفي محمد وارث مهيني ۾ چار ڀيرا يعني هر هفتي جي جمعي رات جو مولود پڙهائيندو هو جيڪو سلسلو هاڻي بند ٿي چڪو آهي.)

جاڳي ذڪر ڪرڻ مهل يا جنازي سان گڏ اچاريا ويندڙ بيتن ۾ هڪ نياپو هدايت، نصيحت وارو پيغام سمايل هوندو آهي. جنهن ۾ ماڻهوءَ کي ٻڌايو ويجي ٿو تہ هيءَ دنيا فاني آهي، جنهن ۾ هر حيوانات، نباتات کي پنهنجي وقت سان فنا ٿيڻو آهي. ان ڪري خواهش نفس اماره کي ڪنٽرول ۾ آڻي سادگي، سهپ، سچائيءَ سان زندگي گذار سستي، ڪاهلي، نياڳ جي ننڊ ڇڏي مسلسل جدوجهد ڪندي خدمت خلق، سچ، انصاف، امن لاءِ پاڻ پتوڙيندو رهہ. جي ويهي آرام ۽ عيش ۾ زندگي گذاريندين تہ چڱو نہ ٿيندءِ ۽ چڱائي، امن، انسانيت جي خدمت لاءِ مليل وقت گذري ويو تہ وري نہ ملندئي.

روايت آهي تہ درگاهہ جهوڪ شريف جي ڇهين سجاده نشين ميان زاهد شاهہ صوفي، المعروف پيرل سائين جي آخري دور ۾ ان کان پوءِ هادي سائين جي دور ۾ سماع جي راڳ جو مهندار طيب فقير پنهور هوندو هو.[1] جنهن کي سڄو "راڳ نامو" حفظ ٿيل هو ۽ شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ کان وٺي ٻين صوفي شاعرن جا پڻ ڪيس ست سئو کان مٿي بيت ياد هوندا هئا. طيب فقير پيرل سائين جو طالب هو. هن لاءِ مشهور هو تہ هو سڄي رات جاڳندو هو ۽ اٿندي ويهندي سندس زبان تي هي بيت هوندو هو:

وڙهيا، واڳيا، واپريا، جهيڙي جهوڪ ڏٺي،
امر ساڻ الله جي، اونچي ڪيائون اٽي،
رضا جا رحمان جي، سا واحد ڪي وٺي،
ڪاهوڙي ڪٺي ويا گذاري ڏينهڙا.

طيب فقير درگاهہ تي ايندڙ صوفي فقراءَ کي اسر ويل راڳ نامي جي بيتن تي ذڪر ڪرائيندو هو.

صوفي صادق فقير جي "راڳ نامي" شاعريءَ مان "شاهہ شهيد رحہ" جي صوفي فلسفي، تصوف، وحدانيت، جدوجهد ۽ برابريءَ جي پروڙي پوي ٿي.

---

[1] (طيب فقير پنهور جي ڏيءَ سجاده نشين جهوڪ شريف ميان غوث محمد المعروف هادي سائين جي گهر حق نڪاح ۾ هئي. طيب فقير جي پيڻ ناني صالحان پنهوران وقت سڄو پاندارو سنياليندي هئي ۽ فقراءَ جو ننگر تيار ڪندي هئي.)

صوفي صادق فقير پنهنجي مرشد فضل الله شاهه شاهه قلندر داتا پير جي وفات کان پوءِ به 21 _ 22 سال حال حيات هو. مرشد جي وڇوڙي صادق کي جهوري وڌو هو جنهن لاءِ چوي ٿو:

لڳي آڳ مچ ٻريو چٽي چٽڪي چت،
من واڍوڙيو ونجهلي هوتن ڏاران هت،
جهوزي جهجهڻ نت، سگهو ساعت نه جندڙو.

جڏهن ميرن جي باهمي ڪشمڪش ۽ نااهليءَ ڪري 1843ع ۾ انگريزن سنڌ تي قبضو ڪري سنڌ کي غلاميءَ جو ڳٽ ڳچيءَ ۾ وڌو ان کان پوءِ به صوفي صادق چار پنج سال جيئرو رهي انگريزن جي حڪومت دوران سنه 1265 هه بمطابق 1849ع ۾ 95 سالن جي عمر ۾ وفات ڪيائين.

تيئن تيئن تاٽي پنڌ ۾ جيئن جيئن تپي ڏينهن،
ڪو اُگهائج نينهن ٻانهي ٻار ٻروچن سين.

ڊاڪٽر غفور ميمڻ

# صوفي صادق فقير جي زندگي ۽ شاعري

صوفي محمد صديق سومرو جيڪو صوفي صادق فقير جي نالي سان مشهور ٿيو سندس ولادت 1170هه بمطابق 1756ع ۾ ڪڇ ۾ ٿي. سندس والدين مالدار ماڻهو هئا. صادق فقير اڃان سورهن سالن جو هو تہ سندس خاندان لڏي اچي نئين ڪوٽ جي نزديڪ "ڍوداري" نالي مقام تي ويٺو. انهن ڏينهن ۾ هڪ اهڙو واقعو ٿيو جنهن صوفي صادق فقير جي زندگيءَ کي لوڏي ڇڏيو. ٿيو ائين جو ٺٽي جي نواب کنهن ڳالهہ تان ڪاوڙجي سندس پيءُ حاجي محمد سومري کي مارائي ڇڏيو. صادق فقير پنهنجي پيءُ جي بدلي وٺڻ لاءِ ماننن کان موڪلائڻ کانسواءِ گهر کان نڪري ويجي ڌاڙيلن سان مليو ۽ سندن ساٿي بنجي نواب کان بدلي وٺڻ جو پڪو پهہ ڪيائين. آخر ٺٽي جي نواب کي ماري پڪو ڌاڙيل بنجي ويو. چون ٿا تہ فطرتي طور طبيعت ۾ صادق فقير رهزن ڪونہ هو بلڪ حالتن کيس ڌاڙيل بنائي ڇڏيو. سندس طبيعت ۾ جا فقيري هئي انهيءَ کيس آخر ڌاڙيل مان صوفي منش بنائي ڇڏيو. ٿيو ائين جو هڪ رات جو چوريءَ جي خيال کان ويجي رهيا هئا تہ ڪنهن لاوارث پيرڙي عورت کيس مدد لاءِ سوال ڪيو فقير جي ساٿين تہ مائي کي ورندي ڪا نہ ڏني پر پاڻ سوچيائون تہ واپس ورندي مائيءَ جي مدد ڪندا ۽ ان رات کين چوريءَ جو مال بہ گهڻو هٿ آيو. سو ان عورت وٽ پهچندي سڀ مال انهيءَ عورت کي ڏنائين. عورت سندس اهڙي همت ۽ سخاوت ڏسي کيس دعا ڪئي تہ "ابا خدا ڪندو وڏو درويش ٿيندين!" بس جلدي ئي سندس لنگهہ جهوڪ مان ٿيو. ان وقت جهوڪ شريف ۾ شاهہ شهيد عنايت الله صوفي جي گاديءَ تي جناب فضل الله شاهہ عرف "شاهہ قلندر" مسند نشين هئا. صوفي صادق کي هڪ دفعو مريدن سان کين محو گفتگو ڏسي اشتياق ٿيو تہ انهيءَ مجلس ۾ شريڪ ٿيان ۽ ساٿين کي اتي بيهاري پاڻ وڃي شاهہ قلندر جي دربار ۾ حاضر ٿيو. ڪجهہ وقت هن روحاني رهاڻ ۾ رهڻ کان پوءِ واپس نہ وريو تہ سندس ساٿي اوطاق ۾ لنگهي آيا پر صادق جي حالت ٻي ٿي چڪي هئي، سو پنهنجن ساٿين کي چيائين، "ادا! اوهان پلي پنهنجن ماڳن ڏانهن موٽي وڃو باقي اسان تي صوفين جو جادو اثر ڪري چڪو آهي." اهو

ٻڌي سندس ساڻين مان هڪ ڪاوڙجي چيو تہ، "حلوي کائڻ لاءِ بہ مهاندو ڪپي، ماڻهو مري ويا تون ٿو صوفين جو مريد ٿئين." انهي تي شاهہ قلندر فرمايو تہ، "ابا، صديق مريد ٿيڻ ڪونہ آيو آهي پر مرشد بنجڻ آيو آهي."

روايت آهي تہ فقيري اختيار ڪرڻ کان پوءِ سندس گهر ۾ جيڪو چوراڻو مال هو اهو اصل مالڪن کي ڳولهي واپس ڪيائين. ٻين کي وس آهر مال جا پئسا ڀري ڏنائين يا معافي ورتائين ۽ بخشائي ورتائين. جڏهن روحانيت ۾ رچي ريٽو ٿيو تہ سندس اندر ۾ جذبن اٿل کاڌي ۽ پاڻ شاعري ڪرڻ بہ شروع ڪيائين. طبيعت ۾ ادب، خود آگاهي ۽ صوفياڻو لاڙو هجي تہ پوءِ اهو شخص واقعي هڪ ڪامل انسان بنجي ايرندو آهي. صادق فقير ٽيهہ سال جهوڪ شريف ۾ مرشد جي صحبت ۾ گذاريا ۽ آهستي، آهستي، سندس روحاني فيض جي خير هنڌين ماڳهين ٻڪ ڄمي ويئي.

## شاعري:

عظيم شاعر جي نظر زمان و مڪان کان نڪري مستقبل جي تهذيبي ۽ تمدني، روحاني ۽ اخلاقي ماحول تي بہ هوندي آهي. سندس شعر هر دور ۽ هر زماني جي انسان جي جذبن ۽ حالتن جي ترجماني ۽ رهبري ڪندو آهي. صوفي صادق فقير، شاهہ عنايت شهيد جي صوفياڻي سلسلي جو نمائندو شاعر هو ۽ سندس عارفاڻن نظرين ۽ سماجي برابري واري تعليم جو ترجمان هو جهوڪ جي صوفين جي نظريي کي سمجهڻ لاءِ هڪ مستند ماخذ جي حيثيت رکي ٿو ۽ سندس ڪلام ۾ اسان جي ٻين ڪلاسيڪل شعرن جا تمثيلي قصا بہ موجود آهن. سندس ڪلام ۾ وحدت الوجود، نفي ۽ اثبات، فنا ۽ بقا، وجود باري تعاليٰ، عروج ۽ تنزل، خير و شر، جبر ۽ قدر وغيره جهڙن فڪري مسئلن جي اپٽار ڪيل آهي.

سيت صاحب هڪڙو جاءِ بجاءِ ذاتي،
سو صادق، سو سپرين، سو ڪسڻ سو ڪاتي،
جا مون اک پاتي، حوصلو حيران ٿيو.

صادق فقير هن بيت ۾ وحدت جو سلسلو ڏي ٿو شاهہ جي انهي بيت وانگر تہ "ٽيئي پرچيا پاڻ ۾ تند، ڪٺارو ڪنڌ" صوفين جو بنيادي مول متو اهو هوندو آهي

تہ انسان پاڻ سڃاڻي. لاعلميءَ ۾ بہ هڪ وحدت هوندي آهي پر جهالت واري نہ جنهن ۾ ماڻهو لاشعوري طور جانور وانگر پنهنجي ڪرت ۾ رڌل هوندو آهي. ان ڪانپوءِ پهرين منزل خود آگاهيءَ جي آهي تہ "مان آهيان" اها منزل دهشت ۽ خوف واري آهي پر صوفي چون ٿا تہ جلدي جواب ملي ٿو تہ مان ڪير آهيان ۽ اها منزل عرفانيت جي آهي.

انسان فطرت جو اهو حصو آهي جنهن کي پنهنجي هئڻ جو شعور ٿئي ٿو. ڪائنات جي هر شيءِ جي ماهيت هڪ آهي پر شڪليون الڳ الڳ آهن. علت ۽ معلول هڪ ئي عمل جا بہ پاسا آهن. اسان لاءِ مادي دنيا ۾ انهن جو ڪثرتي روپ تضاد ظاهر ڪري ٿو نہ تہ ڪاتي ۽ ڪسڻ ۾ انوکي وحدت جو رشتو آهي. شعور خود آگاهي، زمان ۽ مڪان، ڪارڻ الڳ هڪ اڻ جاڻ پر اسرار دنيا جي، وسعتن ۾ تحليل ٿي حيران ڪن حالت پيدا ڪري ٿو. تڏهن صادق فقير چوي ٿو:

"جان مون اک پاتي، حوصلو حيران ٿيو."

## عشق جو فلسفو:

هن ڪائنات جو عجيب اسرار آهي جيڪو عقل وسيلي پروڙڻ صوفين جي بقول تہ ناممڪن آهي. عقل، حساب، ڪتاب، علت، معلول، ڏپ ۽ خوف پيدا ڪري ٿو. علم جي آخري منزل مابعدالطبيعاتي طور لاعلمي آهي پر مادي طور ماديت جي ڪثرتي روپ کي پروڙڻ جو نالو آهي. انهيءَ ڪري صوفي چون ٿا تہ ڪائنات جي ماهيت عقل سان نہ پر عشق سان پروڙي سگهجي ٿي. عشق جرئت جو نالو آهي، عشق ۾ وجدان ۽ بي پناهہ محسوس ڪرڻ جي قوت موجود آهي جيڪا بيان نٿي ڪري سگهجي. انهيءَ ڪري صادق فقير چوي ٿو:

سو سيوئي سبحان، جو تو چت نہ چاتو
عقل سي الله ڏانهن، پير نہ ڪنهن پاتو
سندو نينهن ناتو پورن پاڳي آيو.

جڏهن عشق آيو لاهي ڏم ڏچيون،
تڏهن عقل ڇيو هاڻ پچ تہ پچون.

" شاهہ چيو تہ:

عقل، مت، شرم ٿيئي نينهن نيهوڙا.

عقل ۽ عشق جو اهو تضاد ازل کان موجود آهي. عقل مادي علم جو ڪثرتي روپ آهي، جيڪو زمان و مڪان ۾ محدود آهي. عقل نفعي نقصان جو علم آهي. عقل مروجہ قدرن جو علم آهي پر عشق ۾ قدر بدلجي وڃن ٿا. پٺائي جيئن چوي ٿو تہ:

اي شڪر الحمد جو مٿو گهريئي مڱڻا

"آءَ تہ پريشان هوس تہ خبر ناهي ڪيئن راضي ٿيندي الاءِ ڇا گهرندين ۽ ڪيئن پرچندين پر بس صرف "سر" گهريئي ۽ پرچي پئين، مولا تنهنجو شڪر آهي جو پرين منهنجي سر ڪپڻ تي ئي پرچي ويو." سڀ قدر بدلجي ويا عقل هڪ حد تائين، ساٿ ڏنو ۽ پوءِ صادق فقير جي هن بيت وانگر تہ:

پڙهڻ ات پورو ٿيو جتي ويو وجود،
ري سجدي سجود، سبحاني سڀ ٿيو.

انا، آئون پڻو ڏيکاءُ ۽ پاڻ پڌائڻ جهالت آهي. عاشق ۽ عالم انا ختم ڪري ڇڏيندا آهن، جن پرينءَ کي سڃاتو تن انا ختم ڪري ڇڏي پاڻ وڃائي ڇڏيو سسي نيزي پاند اچلي ڇڏي

جيئن تون سچو سٽرو عاشق ايئن نہ هون،
پهہ پروڙيو پرينءَ جو ٿا راتو ڏينهن رون،

ايا ائين چون، تہ سر لٿو سور ويو. عشق جو رستو فنا جو رستو آهي، اهو وقتي عمل ناهي بلڪ عاشق لاءِ سلسلہ عمل آهي، ايئن جيئن اڏ ڪنو پکي تڙپندو رهي.
صادق فقير انهيءَ ڪيفيت کي هن ريت بيان ڪيو آهي:

"ڪهڻي ڪاتي يار جي، ڪهي پتون پت،
سدا آلي رت، مور نہ سڪي ڪڏهن."

بلڪل شاهہ لطيف ائين چيو هو تہ:

ڪنڊي ڪلين وچ ۾، جڏهن هنيائون،
موت نہ ماريائون، ڏور وجهي ويا ڏک جي.

## ڏاهپ جو گس:

دنيا کي سمجھڻ ۾ سندس ادراڪ سيني ماڻھن جي وس جي ڳالھ ناهي. ڪي ماڻھو جبلي طور جيئندا آهن تہ ڪي ماڻھو شعوري طور جيئندا آهن. ڪي ٿورڙي ئي مفاد تي ريجھي ويھي رهندا آهن تہ ڪي جستجو جاري رکندا آهن. بلڪل ايئن جيئن ڪو ماڻھو اسڪول، مدرسي، يونيورسٽيءَ جي تعليم حاصل ڪري پر سندس سوچ ويچار غور و فڪر ۽ ڏاهپ جو معيار ڪجھ بہ نہ هجي. مطلب تہ سندس شخصيت ۾ انساني سياءُ نہ هجي پر ڪي ماڻھو علم حاصل ڪرڻ سان گڏوگڏ انهيءَ علم جي معيار تي غور و فڪر بہ جاري رکندا آهن. اندر ۾ احساسن ۽ جذبن ۾ هر شيءِ کي شعوري طور محسوس ڪري پرکيندا آهن. اهو ڏاهپ جو گس آهي جيڪو اندر جي پوڳنا مان ڦٽي نڪرندو آهي. صادق فقير بہ انهيءَ سلسلي کي هڪ شڪاريءَ سان تشبيھ ڏني، ٿو تہ هر ماڻھو شڪاري آهي، يعني هر ماڻھو جيئڻ جي، جستجو ڪري ٿو پر ڪو ڪو انهيءَ ۾ جبليت بجاءِ شعور سان جيئي ٿو:

شڪاري شعور سان، ڪوڙن منجھان ڪي،
سڃاڻي صورت کي، وسھي وينا سي،
ڪيائون الف ب، عنقا آنداٺون ڪين ڪي.

شعور سان جيئڻ واري جي منزل عنقا آهي. "عنقا" لفظ جي معنيٰ ناپيد يا نيستي بہ آهي تہ اهو هڪ پکيءَ جو تصوري خيال بہ آهي تہ اهو سڄي ڪائنات ۾ هڪ آهي ۽ انهيءَ جھڙو ٻيو ناهي. انهيءَ معنيٰ ۽ ڏند ڪٿا کي صادق فقير علامتي طور استعمال ڪيو آهي يعني شڪاري شڪار تہ ڪري ٿو پر هڪ شڪاري هجي ئي عنقا جي تلاش ۾، سو پنھنجو وجود فنا ڪري پاڻ وڃائي بہ عنقا حاصل ڪري بلڪل ايئن جيئن هڪ سالڪ بندو خدا جي راهہ ۾ پنھنجي زندگي قربان ڪري مقصد حاصل ڪري.

شڪاري شڪار ۾ تون پاڻ وڃائي ويھہ،
مري مل مقصود کي، عنقا اهڙو ڏيھہ،
سڄھي جو ساڻيھہ، اتان سئو شڪاري سڪي ويا.

## شاهہ لطيف ۽ صادق فقير:

صادق فقير بہ شاهہ لطيف وانگر تصوف جي باريڪ نڪتن کي پنھنجي شاعريءَ ۾ بيان ڪيو آهي. عشق، فنا، فراق، معرفت جي منزلن کي ۽ پيغام کي

صادق فقير نهايت فڪري انداز سان بيان ڪيو آهي. صادق فقير جو دور بہ شاهہ لطيف وارو دور آهي پر صادق فقير شاهہ لطيف کان پوءِ پيدا ٿيو پر سندس شاعريءَ تي شاهہ لطيف جو گهڻو اثر آهي. صادق فقير جا ٻہ سر شاهہ جي سرن کان مختلف آهن:

1. وهاڱڙو
2. سوزڙو

صادق فقير جو ڪلام بيتن ۾ ڪجهہ سنڌي واين ۽ سرائيڪي واين ۽ دوهن تي مبني آهي.

صادق فقير وٽ بہ جدلياتي طريقي ڪار مطابق زندگيءَ جو هر عمل مسلسل جستجو ۽ هڪ مقصد کان بئي ڏانهن وڃي ٿو پر عشق جي امر تا انهيءَ ۾ آهي تہ وصال نہ ٿئي، جي وصال ٿيو تہ عشق جو جنون ختم ٿي ويندو سڪ گهٽجي ويندي ۽ خدائي عشق ۽ معرفت ماڻڻ لاءِ هن ڪثرتي روپ ۾ وصال تہ ممڪن ڪونهي، انهي لاءِ تہ صرف وحدت جو رستو آهي انهيءَ ڪري صادق فقير چوي ٿو:

گڏجڻ تنهنجو گهوريو جدا ٿي تون يار،
ماڻهو منجهائين معنيٰ ۾، جيئن ڪک ٻڏي منجهہ ٻار،
پهتا سي ئي پار، جن وصال ئي نہ ٿيو.

بلڪل ايئن شاهہ لطيف بہ چيو هو:

ڳوليان ڳوليان مَ لهان، شال مَ ملان هوت،
من اندر جا لوچ، مچڻ ملڻ سان مائي ٿئي.

اهڙي طرح سندس ڪيڏاري ۽ شاهہ جي سر ڪيڏاري ۾ ڪافي مشابهت آهي، ساڳئي وقت ڪيڏاري ۾ جهوڪ جي صوفي شهيدن جو عڪس بہ شامل آهي. جيئن صادق فقير جو هي شعر ڏسو:

وڙهيا واڳيا واپريا، جهيڙي جهوڪ ڏٺي،
رضا جا رحمان جي، سا واحد کي وڻي،
کاهوڙي کٽي، ويا گذاري ڏينهڙا

اهڙي طرح سر بلاول ۾ صادق فقير جهوڪ "ميرانپور" جو ذڪر ڪيو آهي

ميرانپور جا مگڻا، ڏسين جي ڏيو
سنواري سون ڪري، سيوئي سيهو
جاسين تان جيو تہ رڙهو انهيءَ راهہ ڏي

۽ ڪجهہ سٽن ۾ تہ بلڪل شاهہ جي شاعريءَ وانگر تصور ملي ٿو:

مون جهيڙ بندي ڇڏيا، ڪاري ڪڪر هيٺ،
ڪارا ڪند هٿن ۾، پيا انند وڇيرا هيٺ،
مون ڪا ٿيئي ڏيٺ، سائن جي سردار سين.

ٻيا وزڻي جي شعر ڏسو:

سائُو مرين سوپ کي، تہ جنگ جيءَ سين لاءِ،
آرڻ تيغ عشق جي، واڳڻ ٿي وهاءِ،
ان پر تنهنجو آهہ، پڙُ پنجاهين وچ ۾.

زبان ۽ شاعريءَ جو انداز: صادق فقير جي زبان ۽ شاهہ لطيف جي شاعريءَ جي اسلوب ۾ هڪجهڙائي آهي. فڪري طور جدت ۽ گهرائيءَ جي هڪ جهڙائي موجود آهي.

جهوڪ جي شهيدن جا نظرياتي طور ٻہ پهلو آهن. هڪ ڪائنات جو ڪلي ۽ ڪثرتي مابعدالطبيعاتي نظريو جنهن ۾ وحدت الوجود جو ذڪر موجود آهي. ٻيو سماج ۽ فرد جو لاڳاپو جيڪو عملي آهي جنهن ۾ مظلوم جو ساٿ ڏيڻ ظالم خلاف ويڙهہ ڪرڻ، جيڪو ڪيڙي سوڪائي تي عمل ڪرڻ.

تاريخ ۾ اسان ڏسنداسين تہ شاهہ عنايت شهيد جي تحريڪ سنڌ جي اصل نظرئي جو عملي پهلو هو جيڪو هڪ دور ۾ ابري ظاهر ٿيو ان کان پوءِ اها عملي تحريڪ نظرياتي طور ڪائنات جي مابعدالطبعيات بابت ۽ روحاني پهلوءَ ڏانهن گهڻي مائل رهي. صادق فقير بہ عملي طور اجتماعي انقلابي يا ڪو سماجي انقلابي ڪم نہ ڪري سگهيو پر انفرادي طور مظلوم جي داد رسي ڪندو هو. انهيءَ داد رسيءَ دوران ڪڏهن ميرن سان الجهندو هو تہ ڪڏهن انگريزن سان.

پورا آئي پچ، اٿئي شينهن ملڪ ۾

مٿان ڪري وڃ، ساڙيندئي "صديق" چئي.

انگريزن جي خلاف سندس شاعري ۾ باقاعدي فقري بازي ملي ٿي جيڪي نہ صرف ميرن لاءِ آٿت جو سبب بڻيا بلڪ عوامي جوش ۽ همٿ جو ڪارڻ بہ بڻيا.

مثال:

پـورا اٿـــي پـــچ،

❁

پـورن پـچـڻ لائـــيـو.

❁

اولون ٿي انگريز وچان ئي ويندو.

مجموعي طور صادق فقير پنهنجي شاعريءَ ۾ سچ جوڻ وارو انصاف پسند، مظلومن جو ساٿي محسوس ٿئي ٿو ۽ سندس شاعريءَ جو فڪري پاسو گهرو ۽ متوجہ ڪندڙ آهي.

## مددي ڪتاب


1_ وڙهيا واڳيا، واپريا_ مرتب: اسد جمال پلي
نواءِ ادب عمرڪوٽ 1998ع

2_ شاهہ جو رسالو: پانهون خان شيخ
شاهہ لطيف چيئر 2000ع

3_ سچل سارو سچ_ نوازعلي شوق
سنڌ گريجوئيٽس ائسوسئيشن 1998ع

معمور يوسفاڻي

# صوفي صديق فقير رح جي شاعري

صوفي صديق فقير صادق رح، سنڌ جي انهن ممتاز ۽ برک شاعري مان هڪ آهي، جيڪي سنڌ جي ادبي تاريخ جا روشن چراغ آهن. مگر افسوس جواج تائين سندس ڪلام جو مڪمل نسخو ظاهر ٿي نہ سگهيو آهي.

ٻئي طرف سنڌ جي ادبي تاريخن ۾ ڪن ٻين ڪتابن جو وري اهو حال آهي، جو انهن ۾فقير صاحب جو ڇڻ نالو ڳڻايو ويو آهي.اهڙن ڪتابن جي مختصر لسٽ هن طرح آهي.

(١) سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ _ ڪاڪو ڀيرو مل.

(٢) انيس المساڪين_قاضي غلام مهدي.

(٣) سنڌي ادب جي تاريخ ,جلد پهريون_ خان بهادرمحمد صديق ميمڻ.

(۴) بيدل جوڪلام_مرتب: لطف الله بدوي.

(۵) تذڪره لطفي ياڱو ٻيو_لطف الله بدوي.

(٦) جنت السنڌ _رحيمداد خان مولائي شيدائي.

(٧) سنڌي ادب (اردو) _حسام الدين راشدي.

هن ڏس ۾ فقير صاحب جي سوانح بابت "ماجد اهرويءَ" جو هڪ مختصر مقالو نئين زندگيءَ جي شاهہ شهيد نمبر ۾ڇپيو ۽ صوفي صاحب جي ڪلام جو چڱو خاصو ذخيرو وري مخدوم محمد صالح ٻٽيءَ پنهنجي تصنيف "ڪيڏارو" ۾ ڏنو.

اهڙيءَ طرح انهيءَ ڏس ۾ سڀ کان پوءِ ڪارنامو سنڌ جي عظيم دانشورن جناب عبدالڪريم پلي ۽ جناب راڄ محمد پليءَ انجام ڏنو. جن نہ رڳو صديق فقير جي جامع سوانح حيات ۽ سندس ڪلام جو وڏو ذخيرو منظر_عام تي آندو بلڪ هنن فقير صاحب جي اولاد مان بہ ڪيترن ئي بزرگن جون سوانح عمريون يا ڪلام اشاعت هيٺ آڻي، سنڌي ادب جي باب ۾ هڪ بي مثال اضافو ڪيو. انهي ڏس ۾ جناب عبدالڪريم پلي صاحب جي تصنيف "وڻجارن وايون"۽ سہ ماهي مهراڻ

ا_٢/١٩٦٥ع ۽ ا_٢/١٩٦٦ع ۾ شايع ٿيل, جناب راج محمد پلي صاحب جا ضخيم مقالا, لاجوب ڪوشش آهن.

پلي برادران جي انهيءَ ڪوشش کان پوءِ بہ ڪيترن تذڪره نويسن, تاريخدانن ۽ محققن, پنهنجي تصنيفات ۾ صوفي صاحب جو تذڪرو ڪيو آهي, جن ۾ جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ, جناب ڊاڪٽرعبدالجبار جوڻيجو جناب ڊاڪٽر عبدالمجيد ميمڻ ۽ مولانا غلام محمد گرامي مرحوم جا نالا سر_فهرست آهن.

اهڙي طرح صوفي صاحب جي ڪلام بابت جيڪي قلمي ذخيرا ملن ٿا, تن ۾ وڏو ماخذ اهو 'راڳ نامو' آهي, جيڪو ميران پور (جهوڪ) ۾ صوفي فقير جي ميلن ۾ ڳايو ويندو آهي, جنهن کي ڪن بزرگن "رازنامو" بہ لکيو آهي.

ٻئي طرف فقير صاحب جي اولاد, فقيرن, ڇور جي مڱڻهارن ۽ ٻين واسطيدارن وٽ جيڪي صوفيانہ ڪلام جا بياض موجود آهن, انهن ۾ ڪجهہ نئون ڪلام مليو آهي, جيڪو راڳ نامي ۾ ڪونہ آهي.

فقيرن صاحب جي ڪلام جي سيني ماخذن کي سامهون رکي, جيڪر سنواريو تہ ان جي سُر وار ترتيب هيٺين طرح بيهندي: (١) ڪلياڻ (٢) يمن ڪلياڻ (٣) موکي (۴) ڪنيات (۵) سري راڳ (٦) ساموندي (٧) سهڻي (٨) سسئي (٩) ليلان چنيسر (١٠) راڻو (١١) مارئي (١٢) ڪاموڏ (١٣) سورٺ (١۴) ڪيڏارو (١۵) سوڍڙو (١٦) شينهن ڪيڏارو (١٧) سارنگ (١٨) گهاتو (١٩) آسا (٢٠) ڪاپائتي (٢١) رپ (٢٢) بروو (٢٣) ڪاهوڙي (٢۴) رامڪلي (٢۵) پورب (٢٦) ڪارايل (٢٧) وهاڳڙو (٢٨) ڏهر (٢٩) بلال (٣٠) ڏناسري

صادق فقير جي ڪلام ۾ بيتن جو تمام وڏو ذخيرو آهي, جيڪي سيئي سنڌي ٻوليءَ ۾ آهن. مگر وايون, جن کي صدائون سڏائيندا آهن, تن جو چڱو خاصو ذخيرو سرائڪي زبان ۾ پڻ آهي.

صديق فقير پنهنجي بيتن ۾ ڪٿي پنهنجو نالو 'صديق' ۽ ڪٿي پنهنجو تخلص 'صادق' استعمال ڪيو آهي, مگر واين يعني صدائن ۾ فقط 'صادق' ڪم آندو اٿس.

صادق فقير جي ڪلام جا جيڪي ماخذ ملن ٿا, انهن کي سامهون رکي, فقير صاحب جي ڪلام کي ترتيب ڏيڻ ڏاڍو ڏکيو ڪم آهي. اهو انهيءَ ڪري جو انهن ۾

مشهور شاعرن، جهڙوڪ: ميين شاهه عنايت رضوي، شاهه عبداللطيف ڀٽائي، سيد بلال رضوي ۽ شهيد گرهوڙيءَ جي ڪلام کان سواءِ ڪيترن گم نام شاعرن جو ڪلام بہ گڏيل آهي، جن ۾ مسڪين، فقيرن ميئن ڪٽي، تماچي، پيرو سليمان، محمود ڦتو اسماعيل عالي،شيخ، جتيم، رنگيز عيسيٰ ۽ احمد وغيره جا نالا اچي وڃن ٿا.

انهيءَ ڪري ضرورت آهي تہ فقيرن صاحب جي ضروري آهي تہ فقيرن صاحب جي ڪلام جي ترتيب ۽ تصحيح جو ڪم ڪنهن اهڙي اديب ۽ محقق جي حوالي ڪجي، جيڪو سنڌي ادب جو وڏو پارکو ڄاڻو ۽ گهڻگهرو هجي. جيڪڏهن ائين نہ ڪيو ويو تہ ڪجھہ وقت کان پوءِ ڪافي گمراهيون پيدا ٿي پونديون. ڇو تہ فقير صاحب جي جماعت ۾ ڪي اهڙا دانشور بہ پيدا ٿي چڪا آهن، جيڪي سنڌ جي عظيم شاعر حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيتن کي بہ صادق فقير جو ڪلام پيا سڏين!.

ڊاڪٽر اسد جمال پلي

# صوفي صديق محمد "صادق" فقير جي ڪلام جو فني مطالعو

## صوفي صديق صاحب جي ڪلام جو "مطالعو":

ڪيترن ئي تصنيفن ڪي وجود ڏيندو. مگر هتي آئون رڳو چند عنوان پيش ڪندس جن تحت سندن ڪلام جو فني مطالعو ڪري سگهجي ٿو. انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ سنڌي ڪلاسيڪي شاعريءَ جي مطالعي جا مڙيئي عام عنوان "صوفي" صاحب جي ڪلام ۾ ڀرپور نموني موجود آهن. مگر ڪجهہ خاص عنوان بہ آهن جن جي نمائندگي ۽ تخليق صرف صوفي صاحب جي حصي ۾ آئي آهي. سندن ڪلام جي مطالعي مان اسين جن نقطن تي اچون ٿا اهي هيٺين ريت آهن:

(1) سلف جون روايتون ۽ انهن جي پاسداري
(2) ڪلام جي فني بيهڪ.
(3) نظريي جي پختگي ۽ انهيءَ جو طاقتور لفظن ۾ اظهار.
(4) عقيدت ۽ عشق.
(5) ڪردار جي جهلڪ.
(6) شاعريءَ ۾ موسيقيت.
(7) ڪلاسيڪي شاعري ۽ نمونا.
(8) ماحول نگاري
(9) واقع نگاري
(10) نوان ۽ دل لڀائيندڙ تجربا.
(11) علمي نقطا.

(12) ٻوليءَ جو معمار هجڻ. (صرف ۽ نحو جون پابنديون، نيون ترڪيبون ۽ گهاڙيتا، اصطلاح، چوڻيون، فصاحت ۽ بلاغت، استعارا، ڪنايا، محاڪا، منظر نگاري ۽ تشبيهن جو استعمال، شاعر کي ٻوليءَ جي معمارن جي صف ۾ آڻي بيهاري ٿو).

(13) پراڻي موضوعن ۾ جدت ۽ ندرت پيدا ڪرڻ ۽ نواڻ ڀڻائي پيش ڪرڻ. هاڻي اسين هنن موضوعن جو مثالن سان جائزو وٺون ٿا.

## سلف جون روايتون:

حضرت ڀٽ ڌڻي "سرتاج الشعراءُ" آهي ۽ سندس ڪلام جو بنياد ڪائنس اڳ جي بزرگن جي وڏل روايتن تي آهي. يعني بيت ۽ وائي جيڪي هئي شاهہ صاحب کان اڳ جون صنفون آهن ۽ سنڌ جي تاريخي ۽ نيم تاريخي ڪردارن کي موضوع بنائي انهن ۾ رنگينيون پيدا ڪيون ويون آهن.

صوفي صاحب بہ ساڳيءَ طرح بيت ۽ وايون لکيون ۽ ساڳيءَ طرح تاريخي ۽ نيم تاريخي ڪردارن کي کڻي ويهي پنهنجي شعر ۾ هيرا موتي پوئيا. يعني اسين ائين چئي سگهون ٿا تہ صوفي صاحب ڪلاسيڪي شاعريءَ جي مڙني روايتن جي پاسداري ڪئي آهي ۽ ان ۾ پنهنجي طرفان ڪافي سرمايو پڻ جمع ڪرايو آهي.

## ڪلام جي فني بيهڪ:

بيت ۽ وائي ٻنهي ۾ فني بيهڪ جو معيار ڪٿي بہ ڪِري ڪو نہ ٿو بلڪ گهڻو معياري آهي. صوفي صاحب جي دور تائين هنن ٻنهي صنفن ۾ تمام گهڻو ڪلام چئجي ۽ لکجي چڪو هو ۽ ان جي فن ۾ تجربا ٿي چڪا هئا مگر سندن فن جي پختگي ۽ معيار برقرار آهي.

سندن ڪلام ۾ خاص طرح بيت ۾ ماترائن جو ڳاڻيٽو ۽ سٽا "ڇند وديا" جي مڙني قسمن جي نمائندگي ڪئي آهي. خاص طرح "دوها _ڇند" ۽ "سورٺا _ ڇند" جون مڙيئي اندريون بيهڪون ۽ نمونا فقير صاحب جي ڪلام ۾ موجود آهن. مثال طور:

سيان ناهہ "صديق" چئي، اٿي اُورج هير،
ڏکيا ڪري پير، پئي رهندين پٺ ۾.

## نظريي جي پختگيءَ ۽ ڪردار جي جهلڪ:

صوفي صاحب جي سوانح تي هيستائين جيڪو بہ ڪم "راڄ محمد پلي صاحب" ڪيو يا معمور يوسفاڻي ۽ حڪيم عبدالمجيد "ماجد اهروي" پنهنجون ابتدائي ڪوششون ڪيون ۽ هاڻي بہ جيڪي محقق صوفي صاحب جي سوانح تي تحقيقي ڪم ڪندا، اهي هن موضوع کي وڌيڪ اجاگر ڪندا. آئون صرف ايتري گذارش ڪندس تہ سندس تصنيف "درد نامو" سڄو جو سڄو عين "شريعت" آهي ۽ شريعت جي اپٽار آهي. پاڻ "وحدت الوجود" جي طريقي جا صوفي هئا. ٻين سيني لحاظن کي پاسيرو رکي هميشہ ڪمزور ۽ مظلوم انسانن جو ساٿ ڏنائون ۽ انهيءَ لاءِ باقاعده جهاد ڪيائون. سندن ڪردار جي جهلڪ "راڳنامي" جي هيٺين بيت ۾ ڏسو تہ:

جي ڪيسر ڪاوڙيو تہ هاڻيءَ پڇي هڏ،
ايو ڪري سڏ تہ ڪو اچي آرڻ ابهي.

## عقيدت ۽ عشق:

حضرت صوفي صديق فقير جي ڪلام ۾ عشق ۽ عقيدت جا ڪيئي درياھ موجزن آهن. پاڻ پنهنجي مرشد جي عشق ۾ محو آهن ۽ اتان معرفت وٺي وڃي "فنا في الرسول" جي منزل ماڻين ٿا. هي دقيق نقطا آهن جن تي بحث لاءِ تفصيل گهرجن. هتي اسين صرف هڪ بيت ڏيون ٿا:

پانڌيڙا "پيرن" جي پيو پاڙي گهار،
توکي نيندا پار لنگهائي لطف سين.

## شعر ۾ موسيقيت:

شاعريءَ لاءِ اهو هڪ تسليم ٿيل معيار آهي تہ شعر اهو آهي جنهن کي ڳائي سگهجي. جيڪو ڳائجي نہ پر رڳو ڳالهائي سگهجي ان کي "نثر" چئبو. ڳائي اهو شعر سگهبو جنهن ۾ موسيقيت سمايل هجي. اسان جي سنڌي نظم ۾ "بيت" ۽ "ڪافي" يا "وائي" تہ آهن ئي جهونگارڻ جون صنفون. صوفي صاحب جي ڪلام جو تہ اهو عالم آهي جو جيسين جهونگارجي نٿو تہ صحيح سمجھ ۾ ئي ڪو نہ ٿو اچي ۽ جهونگارڻ سان ماڻهو انهيءَ جي موسيقيت ۾ محو ٿيو وڃي. مثال طور هن وائي جو ٿلهہ:

جو تو ڪنو ڪلهہ،

آئون اهوئي آهيان

يا سسئي جي هيءَ صدا ڏسو تہ:

ٿلهہ: رب "صاحب" "سائين" آهي _ مٽان ڪا سينو ساهي.

(1) "لاحول ولا قوہ" ڏس ڏنو ايءَ ڏاهي.

(2) صادق سسي سپ ڪنهن، 'لاسين'، وڏئين لاهي.

## ماحول نگاري:

انهيءَ شعر کي دوامر آهي، جيڪو پنهنجي اردگرد جي ماحول جي احوال ۽ ذڪر اذڪار سان ٽمٽار هجي. فقير صاحب جي ڪلامر ۾ ديس جي ماڻهن ۽ انهن جي ڏنڌن ۽ هنرن جو ذڪر، مندون ۽ ماحول، ڪاريگر ۽ ڪاريگريون، وڻ ٻوٽا، ريتيون ۽ رسمون، جانور ۽ پکي، جاگرافي ۽ تاريخ، جوڳي ۽ سنياسين، وڻج ۽ وڻجارا، جبل ڍورا ۽ ڍنڍون، شڪار ۽ شڪاري، ڏنار ۽ دونهيون، طبيب ۽ ويج، لوهار ۽ سانداڻون، مطلب تہ پنهنجي ڏيهہ جي پل پل ۽ چپي چپي جي آگاهي آهي. هيءَ اهو گڻ آهي جيڪو شاعر کي مٿاهون مقام ڏي ٿو ۽ سندس ڪلامر کي دائمي حياتي بخشي ٿو. هتي اسين مثال طور ڪجهہ سٽون لکون ٿا:

(1) ڪونج

ڪوڪ تنهنجي "ڪونجڙي"،مر منجهيئي هوءِ.

(2) دونهي

نانگا وڃن نڱيو "دونهيون" ٽيون دکن.

(3) پنڻ

"پنڻ" ۾ پيڙيون ٿي،ڪيون پنهل جا پار.

(4) اگڻ راڳڻ ۽ چٽ ڪيڻ

اڄ پڻ اتر پار ڏي، سحر سونهاري سٽ،

اڳ مَر وڃ ولها، محب منهنجا مٽ،

اگڻ راڳي چٽ، آءَ ڪانڌ ڪنديس ڪن سان.

(5) پهت وڻڻ

روئي ريجهائيج، ڳجهيون ڳرهي ڳالهيون،

پهت سان پهائيج، ليلان پنهنجي ڪانڌ کي.

(6) وناهہ

كانڌ ككورهين كپرين، ور "وناهيو" روءِ،
پرين كنا پوءِ، متان ڏک نہ چڙهين گهوٽيا.

(7) ارٽ ۽ صراف

"ارٽ" اولائي ٻانهيون، منجهان وجهج مال،
ڦيرج گهٽو فكر سان، "صادق" منجهہ سنڀال،
كتي كج كمال، تہ سڃي "صرافن" ۾.

(8) ڏيج

توكان ئي توكي مڱان،ٻيو صادق "ڏيج" م ڏي.

(9) اوسر

سڄڻ جنهن وڇوڙيا، تنهن اوسر پنا ڏينهڙا.

(10) دنبوري جي تارن جو ذكر

ٽيپ ٽوڙڻ، "گهور" گهورڻ،ڇني جاڙين جي جهات.

(11) رائڙ

ڏنگي ٻڌ م پڳڙي، ٻڌامن پاڙي،
"رائڙ" روئاڙي، ائين پانڌ اڇليا.

انهيءَ كان علاوه "گهانڊار" جي شكار جو ذكر ٻڌائي بعد صرف صوفي صاحب وٽ مون پڙهيو آهي. شكار جو تفصيل مرحوم شيخ محمد سومار پنهنجي كتاب "لطيف جا لاڙ تان ٻيرا" ۾ ڏنو آهي.

## واقع نگاري

فقير صاحب جي كلام ۾ مستند واقع نگاري جو بہ كمال آهي. "كيڏارو" تہ صوفي صاحب جو سڄو آهي واقع نگاريءَ جو اعليٰ دليل، مگر ٻين سرن ۾ بہ پاڻ واقعن جي تصوير واهہ جي ڇٽي اٿن!

"مومل راڻي" جي داستان ۾ همير سومري ۽ سندس ساٿين جو "ڳموريءَ" جي ڍنڍ تي شكار كندي هک جوڳي ويس شهزادي سان ملڻ ۽ مومل جي تعريف ٻڌي اتان كان ئي "كاک" روانو ٿيڻ آكاڻيءَ جو اهم واقعو آهي. ڏسو تہ فقير صاحب انهيءَ واقعي جو منظر كيئن نكاريو آهي تہ:

ڪو جو ڳڏين ڪاپڙي، گيڙو سان گلزار،
تنهن موچاري مومل جا، پيهي ڏنا پار،
گهوڙا گهوٽ سوار، ڪاهي آيا ڪاڪ تي.

## تاريخ ۽ جاگرافي:

حضرت صديق محمد صادق پنهنجي ڪلام ۾ تاريخ جو بہ وڏو سرمايو سمائي ويو آهي. پٽ ڌڻيءَ جا ڳايل ست سورهيہ ۽ ڏهہ ڏاتار سندن ٽن سرن بلاول، ڏهر ۽ ڏناسري جو موضوع آهن. انهيءَ کان علاوه پنهنجي دور جي اهم شخصيت اولياءَ الله ۽ صوفي صاحب جي مرشد حضرت فضل الله شاهہ قلندر جو ذڪر تہ سندن شاعريءَ جو محور آهي. انهيءَ سان گڏ "راول فقير" جيڪو ٻيٽائي جو يار هئو ان جو ذڪر ٻيٽائي کان علاوه فقير صاحب جي ڪلام ۾ پڻ آهي. مثال طور:

جوڳي هن جوءِ ۾ "راول" رهي نہ راڄ.

صوفي صاحب "ميران پور" کان علاوه سنڌ جي ڪيترن ئي ٻين تاريخي ماڳن ۽ شخصيتن جو پڻ ذڪر ڪيو آهي، جيئن:

(1) ٻڍام ۽ لاکو

ڪاڇي ۾ ڪوڪ ٿي، پريو ٻڍاما،
ادا آن وٽان، لاکو ٿو لوڙهيون ڪري.

(2) ڏورو (اپرندو هاڪڙو)

"ڏوري" اندر ڏور، سچا چرن صديق چئي.

(3) ڄام راهوءَ جکرو هوٿياڻي

گنگا جر جي گام ۾، جي پري پهتا پير،
تن سدا گونرن گير، ٿي "راهوءَ" رات بخشيا.

لکين وهن واهڙا، جيئن اڏميو اوڙاهہ
سيني سرو چڪائيو تو پيئي شاهہ گدا،
"راهوءَ" جي رهاڻ ۾، نکو ڏپ نہ ڏاءُ،
"هوٿياڻيءَ" هٿان، ورهہ بہ اچن وائيا.

(4) سپڙ چوڻاٽي

سامهون سپڙ ڄام جي، اوڏو ويهي اور.

(5) **جهونجهار**

"جهونجهارڪي" ذات جو، جان پير پروڙيو مون.

(6) **شادي خان ڪوسو**

"شادي" مئو سڪ ٿيو سرها ٿيا سنگهار.

(7) **انگريزن جي آمد**

"پورا اچي پيل"، ساري سنڌ "صديق" چئي.

(8) **لغاري سردار**

لڏ م "لغاري"، خوش م ٿي تون خام.

(9) **حضرت فضل الله شاهہ قلندر**

نم نوراني پير جا، نمن وسي نور،
"فضل الله شاهہ"، فضل سان، پريو ڏي پرپور.

## ٻوليءَ جو معمار:

سٺن شاعرن لاءِ اهو بہ معيار آهي تہ هو ٻوليءَ جا معمار هوندا آهن. هن سلسلي ۾ گرامر، ترڪيبون، اصطلاح ۽ پهاڪا، چوٽيون ۽ مقولا، استعارا ۽ ڪنايا، تشبيهون، تجنيسون ۽ صنعتون استعمال ڪرڻ ڪان علاوه لفظن مان نوان گهاڙيٽا گهڙڻ، ضميري پڇاڙيون، فعلن جا صيغا ۽ فعل مان اسم ٺاهڻ جا اعليٰ پايي جا مثال صوفي صاحب جي شاعريءَ ۾ موجود آهن. ڪجهہ نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

**استعارو:** استعارو چئبو آهي. لفظن جي اڌارين معنائن کي. "ڪوار" لفظ جي معنيٰ آهي، عيب. فقير صاحب استعاري ۾ ان کي "ريس" جي معنيٰ ۾ استعمال ڪيو آهي. مثال:

تنهن جي ڪندو ڪير "ڪوار"،
جيڪو ڪلمي سين ڪاٽيو.
(يا)

جهڪ (هوا لڳڻ) کي پير ڏاهڻ جي معنيٰ ۾ استعمال ڪرڻ.

هڪ جبل جا ڏا آئيا،
ٻي جهنگل پيئي جهڪ.

**محاڪاة:** محاڪات تخيل جي اظهار جو اهو ذريعو آهي جنهن جي منظر نگاري ۾ شاعر، مصور کان اڳتي نڪري وڃي ٿو ۽ مصور اهو خيال ڪاغذ تي رڱي نٿو سگهي مثال:

روئي پرينِدس رت سان، "چواڪن" سان چولي.

**تشبيهہ:** تشبيهہ جا چند مثال ڏسو:

سونهي چوڏهين چنڊ جيئن، پڙ ۾ پاڳڙياس.

۞

سجڻ اڳيئي سهڻا، ٻيا ڪجل پنڻ نيڻ،
اڇي رهيا، روح ۾، جيئن ماکي اندر ميڻ،
اهڙا سوڏا سيڻ، مر اوڏا هون اکين کي.

درد دائم ٽيڙو تاڙي جيئن تنوار،

واڇي وانگر وڄ، مٿي کي مرلي ڪري
نوان ____ لفظي ____ گهاڙيتا
واسينگ ____ مان ____ واسينگيو.
دل ____ مان ____ دليئون.
گهڙڻ ____ مان ____ گهاڙو.
ڪتڻ ____ مان ____ ڪاپو.
پاڳ ____ مان ____ پاڳڙياس.
کهڻ ____ مان ____ کهڻهار.
يار ____ مان ____ اٽيار.
اپيان ____ مان ____ اپيڻ.
"دليئون" دستگير کي، جيڪو ڪري سڌ.

۞

ارت چاڙهي "گهاڙوءَ" ڪنهن گهڙيا.

۞

هيءُ منهنجو هاڻ، ڪنهن پر "ڪاپو" اگهجي.

۞

سپ تي صادق هيڪڙو تو ڪنو "کهڻهار".

✻

پرين تنهنجي پور "واسينگيو" وک ڪٽان.

✻

"اپيان" "اپيڻ" نہ ٿئي، وهان چوڻ ۾ ويهہ.

## صنعتون ۽ تجنيسون:

صنعت گيري ۽ تجنيس جو تعلق لفظن جي ورجاءَ ۽ گهاڙيٽن سان آهي. شاعر جڏهن هيءَ ڪم ڪسب سان ڪندو تہ تخيل جو اظهار مات ڪائيندو. جڏهن فطري طور طبع جي رواني‌ءَ سان ٿيندو ويندو تہ اظهار جي طاقت سهڻي بہ ٿيندي ۽ وڌندي بہ ويندي، اچو تہ صوفي صاحب جي ڪلام جا چند مثال ڏسون:

**مراعاة النظير:** هن صنعت ۾ شاعر هڪ ئي شيءِ لاءِ گهڻا لفظ ڪم آڻي ٿو.

مثال:

بدو بيمان، بچڙي، ڪر ڪي مارياسين ڪلا.

**تجنيس حرفي:**

ڏڳ ڏرتي، سنيري، ڪئين جوڏا ۽ جوان،
هئا هزارين ڪيترا، هت صوبا ۽ سلطان،
تنين جا مڪان، "صادق" سنيري ڪو نہ ڪو.

**صنعت لف و نشر:** هن صنعت ۾ شاعر پهريائين ڳالهہ کي ويڙهيندو آهي ۽ پوءِ کوليندو (نشر ڪندو) آهي.

نالي ۾ نالو ٿيا، پرين سي نہ پسن،
آهي احديت تن، جي واحدئون واحد ٿيا.

**صنعت تڪرار و تسليم:** ڪنهن ڳالهہ کي بار بار چئي تسليم ڪرائڻ.

"ساعت" "ساعت" سور مون کي "پل پل" پور.

**صنعت طباق ايجابي:** حرف نفي کانسواءِ متضاد لفظ اچن.

هڻن حلالن کي، مارين نہ "مردار"،
"ڏيرا" ۽ ڏئوار ڪاسائن بہ نہ قبوليا.

**اصطلاح ۽ پهاڪا:** اپت ڏيڻ، ڪڇ ۾ ڏيڻ، پلي جا پال ڪرڻ، پار ڪٽڻ، مرليون وڄائڻ، لائون لهڻ، اقت مرڻ، آگم لاهڻ، اوهيرا اچڻ، دلاسو ڏيڻ، واڻون لائڻ،

ڇپرين ڇلائڻ، تاڙي جو تنوارڻ، هاڃي هٽڻ، مٽي ۾ مٽي وڃهڻ، روئي ريجهائڻ، ڳجهہ ڳرهڻ، مال ميڙڻ ۽ منو گهرڻ.

**ڏهس:** هيءَ لوڪ ادب جي صنف آهي جنهن ۾ هڪ شيءِ جا ڏهہ نالا اچن ٿا. صوفي صاحب "بهادر" لاءِ ڏهہ نالا استعمال ڪيا آهن. جيڪي آهن جهونجهار ڪونئر، وونڪا، سائو مانجهي، سلطان، راول، رونجهاڻي حلالي، سنگهار.

## پٽائي جي مضمون جي تڪميل ۽ تائيد:

حضرت پٽ ڌڻي فرمايو تہ:

ٻڏندي ٻوڙن ۾، ڪي هاتڪ هٿ وجهن،
يسو لڄ لطيف چئي، ڪيڏي ڪي ڪڪن،
توٽي ڪنڌيءَ ڪن، يا ساڻ وڃن سير ۾.

حضرت صديق فقير فرمايو تہ:

مٽي هئم سپرين، جن وڌم هت آٽي،
پاڙون پن جدا ٿيا، جيئن تڪ تاٽي،
انهيءَ لئہ هاٽي، تو تران ڪين ڪپن تي.

## حرف آخر:

فقير صاحب پنهنجي ڪلام ۾ جيڪي مضمون سمايا آهن، انهن جو ذڪر گهڻي تحقيق ۽ کوجنا گهري ٿو. "ڪيڏاري" ڪان وٺي سوڌڙي ۽ وهاڳڙي تائين جيڪي نواڻون، ندرتون ۽ وجداڻي ڪيفيتون سمايل آهن، انهن جي وضاحت گهڻا صفحا گهري ٿي. هن مضمون ۾ مون صرف هڪ تعارفي خاڪو پيش ڪيو آهي، جيڪو درياهہ مان ڍُڪ ڀرڻ جي برابر اهي.

فقير صاحب "صوفي" بزرگ هئو. سندس صوفيانہ زندگي "شريعت" جو مظهر آهي. خلاف شرع ڪنهن بہ شيءِ کي برداشت نہ ڪندا هئا. "صوفيانہ" سفر ۾ سندن منزل تمام مٿاهين آهي پر پاڻ ڪنهن بہ طرح "تارڪ الدنيا" ڪو نہ ٿيا. ماڻهن سان گڏ رهي انهن جا مسئلا حل ڪرڻ، داد رسي ڪرڻ ۽ خدا جي خلق کي راهہ ڏسڻ سندن خاص طريقو هئو. پاڻ وڏا مجتهد هئا. حق جي ڳالهہ چوڻ لاءِ وقت جي حاڪم کي بہ حڪم ڪندا هئا. تہ جيترو بہ "حق" تان نہ هٽندا هئا ۽ مضبوط

جبل وانگيان بيهي رهندا هئا. انهن حق ڳالهہ تي عمل ڪرائڻ لاءِ تلوار مياڻ مان ڪڍڻ ۾ بہ دير نہ ڪندا هئا.

سندن اهڙي باعمل زندگي ۽ سندن بي مثال ڪلام جنهن ۾ رشد و هدايت، ڪلاسيڪيت ۽ موسيقيت، ٻولي ۽ ادب، سماج، ڌرتي، تاريخ خواهہ جاگرافيءَ جا ڪيئي بي بها گوهر سمايل آهن، انهن تي تحقيق ڪرڻ گهرجي. سندس رسالي جو مڪمل نسخو تيار ڪرڻ، انهن جي لغت لکڻ ۽ رسالي کان علاوه سندن ٻين تصنيفن جي روشنيءَ ۾ شرح لکڻ جهڙا اهم قدم کڻڻ گهرجن. گهٽ ۾ گهٽ هر سال سندن "ميلي" جي موقعي تي هن سلسلي جو هڪ ڪتاب اچڻ ضروري آهي. صرف "مافوق الفطرت" واقعات جي ذڪر تي اڪتفا ڪري ويهي رهڻ نہ گهرجي.

هن سائنسي دور ۾ سائنسي طرز سان ئي شين جي وضاحت ڪرڻ گهرجي. اها وضاحت جنهن جي هر ڪنهن دعوي پٺيان دليل آهي، اها وضاحت ئي هن دور ۾ بلڪہ هر دور ۾ قابل قبول آهي. انهيءَ ڪري هن اهل الله صوفي بزرگ تي جيڪا نہ ٿيل ڪم جي تشنگي آهي، انهيءَ کي پورو ڪرڻ جو وقت اڄ آهي ۽ بقول صوفي صاحب جي "اڄ" کي "سڀاڻ" نہ ڪرڻ گهرجي.

جيڪي آهي اڄ، سڀان ناهہ صديق چئي،
واڇي وانگر وڄ، مٿي کي مرلي ڪري

## حوالا:

(1) راڳنامو ___ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ___ ڀٽ شاهہ ثقافتي مرڪز.
(2) جيڪي آهي اڄ ___ مرتب: اسد "جمال" پلي ___ ٻارڙا پبليڪيشن عمرڪوٽ.
(3) جانب آيو جوءِ ۾ ___ مرتب: محمد ايوب "شاد" ۽ محمد انور ___ سرپرست: عبدالمجيد ماجد اهروي.
(4) وڙهيا، واڳيا، واپريا ___ مصنف: راڄ محمد پلي ___ مرتب: اسد جمال پلي.
(5) رسالو صوفي صادق رحہ (قلمي) ___ مرتب :اسد جمال پلي.

# سُر ڪلياڻ

(1)

الف سندي آڳ ۾، سڄي ڪونہ شريڪ،
چوڏس سڄڻ سامهون، اندر روح رفيق،
تن ۾ جو تحقيق، سو سڄاتو سپرين.

(2)

احدان اڳي جو هئو سو سڀ هئڻ سندوس،
پسڻ منجهان پڌرو نبي نور ڪيوس،
مظهر نور ٿيوس ، هر ڪا قدرت هنجي.

(3)

احدان اڳي جا هئي، سوڌي سا صفت،
اها اشارت، سانيڻ گهٽو ستري

(4)

سو سيوئي سبحان، جو تو چٽ نہ چاتو
عقل سين الله ڏانهن، پير نہ ڪنهن پاتو،
سندو نينهن ناتو پورن پاڳي آيو.

(5)

ويا جي وجود ڪان، تن ڪانهي قالب ڪاڻ،
تون هت پسين پاڻ، هو الستئون اڳي ٿيا.

(6)

وحدت واعظ جن جو تن الله منجهہ اوطاق،
ان کي ويروتار وجود ۾، هئي هئي وهي هاڪ،
وينا چينين چاڪ، ڏيل منجهاران ڏنگيا.

(7)

وحدت واعظ جن جو تن "الله" منجهہ اکين،
فاني ٿيا "في الله" ۾ ٿا مات مطالع کن،
پڙتا [illegible] پڙهن اکي [illegible] [illegible]

(8)

وحدت واعظ جن جو سي الله سين اورين،
هنيون حقيقت گڏيو ٿا طريقت تورين،
معرفت جي مات سين، ٿا ڏيل اندر ڏورين،
پوتل پاسو پٽ تي ڪاٽان نہ ڪوڙين،
نينهن نيايو نين، ايءَ پر عاشقن جي.

(9)

ڪليئون ڪلمون هيڪڙو جان قلب ڪوڙ ڪهيوم،
اندر روح رهيوم، آواز انالحق جو.

(10)

عشق سندي آڳ جو قلم ڪيياڻون،
معرفت جي مس سين، لاالہ لکيائون،
آٽي الاالله جو پنو پڙهيائون،
ورق واريائون، تان منجهان ئي معلوم ٿيو.

(11)

پيهي جان پاڻ ۾، ڪيم دل پرک،
تان اکر اهوئي الف جو لکڻ وارا لک،
سهسين ات سالڪ، سڙي ويا "صديق" چئي.

(12)

مڙيوئي منهن ٿيو هلڻ ٿيو حيران،
جوڳي سندي جوءِ ۾ سيوئي سبحان،
ڪعبو ۽ قرآن، ڪيڏانهن نيئي نيتيان.

(13)

سيت صاحب هيڪڙو جاءِ بجاءِ ذاتي،
سو "صادق" سو سپرين، سو ڪسڻ سو ڪاتي،
جا مون اک پاتي، حوصلو حيران ٿيو.

(14)

منهن، لکيائون "ميم"، اندر لکيائون، "احد"،
ڪرين ڪوهہ وحد، جو پيو تو پٽن تي.

(15)

لکڻ لکيو جن، تون جي ڏسين سي،
تہ بيئي الف ب ، هوند وڃنئي وسري.

(16)

اکر لکيائون الف جو، سنواري سنئون،
پڙهين جي ٻهون، تہ نقطو آهي نفيءَ جو.

(17)

پڙهڻ ات پورو ٿيو جتي وبو وجود،
ري سجدي سجود، سبحاني سڀ ٿيو.

(18)

الله اورانهون چڏئون، پنڌ پرانهين پيا،
بنا نالي سپرين، اچا کي ٻيا،
واکيندي ويا، "صادق" ٻڌيو سندرا.

(19)

الله الله کن، اسين مور نہ مجيون تن کي.
اسين منجهان تن، جن نانءُ نہ ورتو کڏهن.

(20)

اتي گڏيا سپرين، جتي وسري آئون،
تهان پراهون، قدم قريبن جو.

(21)

جيڪي ڏنئي جڳ کي سو اسان کي مَ ڏي،
سو مڙيوني،ني،، جونو جو جهان جو.

(22)

جيڪي تنهنجو سپرين، سو اسان جو نہ هوءِ،
اسين تنهنجا توءِ، تون نہ اسان جو سپرين.

(23)

ناحق ڪجان سپرين، جو شرع مور نہ هو
جهلجي اچان تو مانَ گناهن گڏجي.

(24)

جڙيو آهي جهان ۾، آدم اڃا هير،
قادرُ ڪن فيڪون سين، نڪا ويل نہ وير،
پرتئون ڪٽج پير، سناسي صدق سين.

(25)

سچين ڪوهہ "صادق" چئي، هٽي مار هتيار،
اچي نہ ٿهار، لوچان پئي لهرئين.

(26)

متان ڏين سپرين، ڏيڻ نہ آهہ ذات،
جا وائي ڪريون وات، سا پڻ وڃي وسري.

(27)

متان ڏين سپرين، مر ٿلي هجان ٿل،
هوجا تنهجي پل، سا ڪنين ڪين سٽان.

(28)

گڏجڻ تنهنجو گهوريو جدا ٿي تون يار،
ماٺهون منجهائين معنيٰ ۾، جيئن ڪک ٻڏي منجهہ ٻار،
پهتا سي ئي پار، جن وصال ئي نہ ٿيو.

(29)

گڏجڻ تان گمراهي، جدائي تان جس،
پري ايو پس، پاسي ڪيو پاڻ کي.

(30)

صورت پانيئم شيخ کي معنيٰ مڙيوئي،
ٿيو ثابت سيوئي، حق حقيقت جنهن ڪان.

(31)

محبت جي ميدان ۾، ڪاهي پئو ڪڏي،
ٻجهي وانءَ ٻڏي ، تہ پسين منهن محبوب جو.

(32)

محبت جي ميدان ۾، ڪنهن، چيئي تہ اچ،
سيڻن جي سراءِ ۾، تو مئي جو ٻري مچ،
پرين چوئي پچ، تون آگ اوڏو نہ وڃين!.

(33)

ڪک لڳي رت نڪري، هنئيون ڪچاڙو ڪاءِ،
مونکي ماٺ جڳاءِ، دل دانهن ريءَ نہ رهي.

(44)

لڳي آڳ مچ ٻريو درد دانهن لائي،
ڳجهو ڏيل گهائيو سورن سامائي،
ويچاري وائي، هر دم حبيبن جي.

(45)

نہ سُرَ، نہ ڦر ڪو نہ ڪيبر نہ ڪان،
اندر جيءَ جنگ وهي، مشاهدو ميدان،
گهريو ڪنهين نہ ٿان، هنيون حيرت ۾ پيو.

(46)

سپرين ايندي سامهان، ويندي ڳڏيم جي،
تن هنيو هنيانءَ سامهون، ڀهريون پر ڪري،
لڳي ڇيه چمڪيو ڪڙڪڙ ڪان ڪري،
آءٌ دانهين، تون دوست، وڃان ڪنهن ڳري،
اکيون آب ڀري، مون پنهنجون پليون.

(47)

محبت جي ميدان ۾ سوٽو سر سهيج،
جي ڪلو قبول ٿئي، تہ ويھ پيرا وڌيج،
هلي هٽن سين ڏيج، مٿو محبوبن کي.

(48)

سر نہ ونن سپرين، ڪلو قبول نہ ڪن،
هي هي هنيون نہ آئڙيو مٿو محبوبن،
نيو نماڻو نينهن سين، قلب قريبن،
چشمن چاڪ چڪن، پسڻ ڪاڻ پرين جي.

(49)

همہ حق حجاب ويو جان ظاهر ٿيو ظهور،
فرق فرع جو نہ ٿئي، اصلي آهہ امور،
وڻ ٽڻ وائي هيڪڙي، مڙيئي منصور،
نڳيو منجهان نور، ساجن جو "صديق" چئي.

(50)

حيا حڪيمن ڇڏيو طمع ذار طبيب،
ويڇن ڳنان وٺاءَ هٿا، گورين ساڻ غريب،
جي تون رکين هٿ طبيب، تہ وڇن سور سنڌا ڪيو.

(51)

تون حبيب تون طبيب، تون درد جو دارون،
آئون عاجز آهيان، تون سگهيون لهين سارون،
ڪريان ٿي ڪارون، جيئن ڀڪي تنهنجي هٿ ۾.

(52)

آهون ڪن اڏيءَ تي، عاشق اڌ ڪٺا،
مرن ڪين مُئا، سچا ڳهہ "صديق" چئي.

(53)

هڻن حلالن کي، مارين نہ مردار،
ڏيرا ۽ ڏوار، ڪاسائن نہ قبوليا.

(54)

معنيٰ مثل نہ جڙي، عجب آهيم ايءُ،
ڏسيو ڏسان نہ سپرين، جلي پيو جيءُ،
هاڻي ويو هيءُ، هو پڻ ويو هن سين.

(55)

موتي هلي مڪڙي، ڇراتي ڇيري،
ترسي نہ ٿوَ ڏي، فڪر تي ڦيري،
ڦهرئين ئي پيري، پچڻ پروانن جو.

(56)

جتان موتي مڪڙي، ات پچن پروانا،
ڪسن قربانا، موتڻ تنهين ميهڻون.

(57)

ڪسي پيا ڪيترا، هٿان تو حبيب،
مٺا مارئين ڪينڪي، کهل نہ پيئي قريب،
جي حقيقي طبيب، ان مرض اني کي ماريو.

(58)

چيٽي جن چڳي ڪئي، ويج وڏائي وير،
ڪڏهن ساهہ سڏير، ڪڏهن مارين سپرين.

(59)

ڏک گذاريم ڏينهڙا، ويڇن وٽ ويهي،
تن مخفي مڙيئي، چاڪ منهنجا چوريا.

(60)

شڪاري شڪار سين، ڪوڙيين هئا ڪي،
سجاڻي صورت ڪي، وسهي ويٺا سي،
عنقا آندائون ڪينڪي، ڪيائون الف بي،
عجب انهي ڪي، "صادق" ٿو سور چران.

(61)

نالي ۾ نالو ٿيا، پرين ٿا ڪي پسن،
آهي احديت ان، وحده واحد ٿيا.

(62)

ڏاءُ نہ ڏچن سپرين، نڪا ڪران ڪن،
اسين پڻ منجهان تن، جي اڱ ڪتائون ڪيترا.

(63)

ڪهٽي ڪاتي يار جي، ٿي ڪهي پتو پت،
سدا آلي رت، مور نہ سڪي ڪڏهن.

# صدائون

(1)

اچي ڪر لهيج، ساجن سور تمارو ماري،
ساجن سور تمارو ماري،
1. سور تماري مران، تہ ڏوهہ مان نہ ڏيج،
2. لڳين لائي هتڙا، پر دارون دوست ڪريج،
3. جيئن تو پيرو نہ ڪيو تئين مان مٿي سٽيج،
4. ڪيچئون واري ڪرهو "صادق" سار لهيج.

(2)

لڏائون لائون، تي واءِوڙين ورهہ جون،
سي تان ڏيئي ڏوائون،
1. اندر خيمان عشق جا، خوبان کوڙيائون،
2. ڏيئي ڏيل ڏکن کي، ويران ووڙيائون،
3. پهرين چناڻون پاڻ کان، اسين ۽ آئون،
4. سچر سوز پرين جا، سهسين سبيائون،
5. اچي سور آدميا، ميان او ڪجن ڪيڏاهون،
6. تن جان پنهنجي جيئري، سا مري مارِيائون.

(3)

تاريءَ ان تارين، اي پهہ آهي پرين جو
تاريءَ ان تارين، سي ڪنهن ويل نہ وسارين،

1. وڏيو ڪٺيو ڇچريو، جيءَ ڪي جيارين،
2. شرابا طهورا ميان او پر ڪيو پيارين،
3. موتواقبل الانت موتوا، مرڻ ان مارين،
4. وهو حي لا يموت، جيو جيارين.

(4)

ڪنهن ڪي سور سلايان وو سلايان پرين جو
وو جيڏيون ڪنهن ڪي،
1. پڌر ڪنديس پر سين. وو ويٺي دل لايان،
2. هي جي جوش جيءَ سين، وو ڳجها ڪيو ڳايان،
3. جنهين مون ڪي ماريو وو انهي جي آهيان،
4. سنيها ڏيو سڄڻين، وو چٺا ٿي چايان،
5. اندر آهون عشق جون، وو سهسين سمايان،
6. "صادق" سانديان ساهہ ۾، وو پڌر نہ پايان.

(5)

هينئڙي وهي حيراني، جيئن تو نانءَ نڪو نشاني،
1. توڙي نور ظهور ۾ ڪعبي جيئن قرآني،
2. سڀ تي ساجن تون وسين، لا ۾ لا مڪاني،
3. جهہ توڪان بناءِ بنيو سو تون کھڙو جاني،
4. لايشرڪ بعبادة ربه، شريڪ نہ ڪو شاني،
5. آتيو تنهنجي عشق ۾، تا گهرن حال حقاني،
6. ڪئين سڙي مٺا انهي سوز ۾، تا ثابت ٿئي نہ سبحاني،

7. جت محمد معراج ڪيو ات آواز هو الحاني،
8. "صادق" سچاٽي ڪيئن سگهي، پرين تو پيشاني.

(6)

جو ذڪر ۾ نہ آيو مون تنهن سان چت لايو
جو فڪر ۾ نہ آيو مون تنهن سان چت لايو
1. بنان نالي سپرين، جو ڳالهين ڪنهن نہ ڳايو
2. نبي ولي ويهون ٿيا، تان پار نہ ڪنهن پايو
3. سبحان جدڪ معرفت، اهوئي سور سڀ ڪنهن چايو
4. "صادق" انهي سڪ ۾ روئي رت وهايو.

(7)

يارو ڪريو صلاح ، ڪڏهن آدم ڪڏهن الله،
1. ڪڏهن سڪائي سرڪيءَ لاءِ، ڪڏهن تار تلاءِ،
2. بدو بيمان بچڙي، ڪر ڪي مارياسون ڪلا،
3. "صادق" انهي ڳالھ جو ڪي پير پروڙن پلا.

(8)

آهين پاڻ الڪ، پاڻ وڃائي جي لڪين،
1. هندو ترڪ تون نہ آهين، نہ آهين سامي سڪ،
2. نہ تون آدم آهين، نہ تون جن ملڪ،
3. مٽي پاڻي تون نہ آهين، نہ آهين چيري رڪ،
4. موج ميڙيئي تو ڪان ٿئي، ڪڏهن مائي ڪڏهڻ لڪ،
5. سڀ "صادق" تون وسين، پيرين توڻي پڪ،

(9)

ڪا جا رمز الاهي، ڪو نہ پروڙي پائي،

1. هندو ترڪ تون نہ آهين، آهين خاص خدائي،
2. ڪافر چئجي تنهن کي، جيڪو ميجي ڪين مڙيائي،
3. سجدا ساريان شيطان جا، ڪهڙي ڪئي تو ڪمائي،
4. "صادق" بنا سورن جي ، ڪانہ ڏٺي سون چائي.

(10)

جو تو ذڪر ڪيو سو فاني فڪر ٿيو هوڪي آهي ٻيو،

1. ڪي معنيٰ ۾ منجهي ويا، پار نہ ڪنهن پيو
2. ڪي چون الله اهو رهن واٽن تي وهيو
3. اثبات ڪرڻ الله کي، آهي نبين جو نهو
4. "صادق" وسهي سو جيڪو اتي ويو.

(11)

ذات عجب آهي، صورت بي پرواهي،

1. نہ ڪو سوجهرو سج جو نڪا اونداهي،
2. حسن تنهنجو هڪڙو وار نہ وانداڻي،
3. "صادق" انهيءَ سونهن جي، آهي وڏي وڏائي،

(12)

عجب تڪي تار، عجب تڪي تار،

1. ڪي کهايئي ڪاتئين، ڪي سوري ڏار،
2. عاشق اهو اڳيون، ڪسي وارو وار،
3. بازيگر بازي ۾ تو پڌرا ڪري پار،

4. ماري جيئاري پنهنجا، توڙي ٻالڪ ٻار
5. سپ "صادق" هيڪڙو، تون تون ڪر تنوار

(13)

يار طبيب اچي، ڪر ڪو درد جو دارون،
دوست حڪيم اچي ڪر ڪو درد جو دارون،
1. ڏيل اسان جو ڏکيو ٿيو مرض ڏنيون آهن مارون،
2. ٻانهي گولي اوهانجي، سگهيون لهجو سارون،
3. وڃن ٿيون وجود ۾، ري طنبي جي تارون،
4. "صادق" لڳيون سورن جون، لنؤ لنؤ ۾ لارون،

# سُر ڏهر

(1)

سمهہ سُک مَ جندڙا، لاهہ مَ پچاران،
کر جهوري کيڻان، ڪالهوٽيان اَڄ گهٽي.

(2)

راتڙيون جاڳن جي، آئون سي ئي ڪنديس سيڻ،
ٿنهين سندا نيڻ، اوجاڳي اجاريا.

(3)

سَچيون راتيون سمهين، ايءَ نہ پانن پير،
سونهاري صبح سان، واري ويٺين وير،
توکي چوندو ڪير، ڪيرت ڏاران مڱڻو.

(4)

سچيون راتيون سمهين، ليين تو لڌهہ،
مئين جي افت، تہ کهڙو ٿورو سچٽين.

(5)

سچيون راتيون سمهين، اي حيوانن ريت،
پکي جن پريت، سي سک نہ ستا ڪڏهين.

(6)

جيڪي آهي اڄ، سُيان ناهي "صديق" چئي،
پورا هن پنيور کان، متيون پيڙي پڄ،

واڄي وانگر وڄ، مٿي کي مرلي ڪريو.

(7)

اٿي اورج هير، سُيان ناهي "صديق" چئي،
ڪري ڏکها پير، پيو رهندين پٽ ۾.

(8)

اوڏ اڳلي آهيان، ڪٿو مٿو جون،
جن جو ترهو تون، لاڪا جم لچائين.

(9)

تون لاڪو لکن جو ڏٺي، آئون اڳلي اوڏ،
مٿي پريم هٽڙا، ڪٿو ٻڌم گوڏ،
لاڪا تنهنجي ڪوڏ، پيئي پاڙي گهاريان.

(10)

ڪي ڏينهن ڪاڇي ڪنڏيئن، هئي ريلن منجهه رهاڻ،
سي نہ ڏسجن هاڻ، پسيو ماڳ مري هنيئون.

(11)

آيل سنگهارن جي سرهي سانجاڻ،
ڦهرين پيئن پاڻ، پوءِ پيارين ڦهيڙا.

(12)

اُيو آهين پٽ ۾ ڪنڌا کهڙي پور،
لڏي ويا ڏور، تو سنگي مون سپرين.

(13)

ڪونجڙين ڪا وهي، ٻچا نين نہ سات،
اڏاٽيون عرش تي، وائي ڪري وات،
جتي ڏينهن نہ رات، سوئي سر سوجهينديون.

(14)

ڪُٽڪَ تنهنجي ڪونجڙي، مر منجهيئي هوءِ،
ٻاهر واڪو ووءِ، ڪوهہ لايوءِ "صادق" چئي.

(15)

جڏهن تڏهن سنڌڙي، چارهو ڦيريندا،
ڪابول ڪاهيندا، ڪوڪ وجهندا ڪيڙي.

(16)

مانجهئين موتي ڪيو جهيڙي ۾ جهيڙو
مٿان پوءِ ميڙو ويريئن واهروئين پار ۾.

(17)

نہ واڪو ولهارن ۾، هاري نہ ڏاند،
ٻج ٻري پاند، ڪوهہ چاٽان ڪيڏانهن ويا.

(18)

پلي ڪري آئيو ٽاٽارو تران،
ڀڳي ڪٽ سجي تي، جاجڪ گهران،
عاشقن مٿان، مچ مدامي نہ لهي.

# صدائون

(1)

آئين هوت موٽي اچوءِ، ٻاروچا ڀنيور ۾.

1. ساريو سپرين کي، ويئي رت ورنيو روءِ.
2. ساريو سپرين کي، تو کي آب اکنئيون پوءِ.
3. ڇپر تان مَ وڃو هوت وندر تان مَ وڃوءِ.
4. وڃين ڏورانهون ٿيو سڄڻ سانگ سندوءِ.
5. مون تان ڪنين ڇيو ڪو پانهان پهہ پيوءِ.

(2)

روهہ نہ وئين رات، ڪونجڙي ڪوهہ، ڪُٺڪين.

1. ايي ڀُڇي ڦيڙا، پرين جا پريات.
2. وڳر سڀ وهي ويا، او تو جهڙي ذات.

(3)

ويا وڃائي وير، لکين لاکا ڪيترا.

1. ڪيڏانهن ويا ڪوٽن ڌڻي، جي هئا بادشاهہ ۽ پير.
2. پٽر پُونن پٽيئن، ڦرن تان نہ فقير.
3. ويا ويچاريءَ نڪري، ڏيئي درد، ڏير.
4. ڪل شيءِ هالڪ الا وجهہ، باقي آهي بصير.
5. اهي ملاح ئي مري ويا، نہ اُو ساحر سير.
6. سهسين سائٽون سنيري، "صادق" منجهہ سرير.

(4)

تـئين ويري وجهـين وير، هنيو ياالا لـڪائين پير.

1. ڪـهين ٽو قـرب سان، ان ابتي پير.

2. اندر ڪوٺئين ٻاهر ڏونئين، اهڙا ڦيرين ڦير.

3. جي تون اهڙو سپرين، تہ تو چوندو ڪير.

4. انهي پروڙن پنڌ کي، داناهہ وڏا دلير.

5. ”صادق“ سک بہ سنپرين، ڏک بہ ڏيرئون ڏير.

# سُر وهاڳڙو

(1)

چارڻ چوناٽي مڙي، واڻ سمنگ سري،
ساز تنهنجو سڦرو، مٽان هٽندل ني هري،
ڪنجهي پوءِ نہ ڪري، ان جاجڪاٽي ذات جي.

(2)

سڄيون راتيون سمهين، تو چارڻ ناهہ چندا،
رونجهي سندي راج ۾، ڪيرت پس ڪندا،
جيلان آيئي سمهڻ ساءِ، تہ وڃائيئي وهاڳ کي.

(3)

ڪنجهي هٿ رت ڪري، ڪينر چني ڪنڌ،
چن تہ ڇڄي پنڌ، تندون طمع سنديون.

(4)

دانهن ڪيو دان گهرين، ڳجهہ نہ ڳائين،
ٻوڙا ٻوڙو پاڻ جيئن، تو ڏاتر کي پائين،
سڏڪيو سٽايين، هٿ ستر معلوم سيڪا.

(5)

ڪلهي پائي ڪينرو ڏسيون هڏ مَ ڏور،
سامهون سپڙ چام کي، اوڏو ويهي اور،
تن لٿو هنئي هور، جي رونجهي کي رسيا.

(6)

ڪلهي پائي ڪينرو ڏور مَ ڏيهہ ٻيو
ڪونہ لهندين مڱڻان، سپڙ ڄام ڄهو
خالي ڪونہ ٿيو جو رونجهاڻي رسيو.

(7)

ٽنڊا منڊا مڱڻان، آهونتا اڪاج،
لنگهن لوڏي چڏيا، معذور ۽ محتاج،
تن سونهارا ساج، سپڙ ڏنا سون جا.

(8)

آئون منڊو محتاج گهٽو پاٿ نہ نينم پاڻ،
هٿين پيرين پانگرو رڙهان رونتين ساڻ،
حال منهنجو هاڻ، روشن توکي راڃيا.

(9)

مڱڻ وچن مڱڻا، تہ مان نہ ڪوٺين،
ڏمريا ڏوٺين، تہ تو رونتا راڳ نہ سکيو.

(10)

صدا سوالين جي ، سئي رونجهاڻي رات،
مڱي سو ماٽڪ لهي، جنگ نہ پڇي ذات،
پوريو جن پريات، سي طاماعو تار ٿيا.

(11)

دانهون دنبورن جون، اٿي ور ورناءِ،
ورد گهرجي ولها؛ ستين کهڙي ساءِ،
جوڙ تندون کر جاءِ، متان سبڙ جو سڏ ٿئي.

(12)

دل دنبورو درد جو پورو وڄاءِ پرڀات،
مَ ڏج زور زبان تي، اي وڄائون وات،
گهوڙ گهورڻ ٽيپ ٽوڙڻ، ڇڻ چاڙهن جي حمات.
سمهين سڄي رات، ڇو لنگها ڏينهن لڄائيين.

(13)

دنبورا درد جي، ٻولي کا ٻڌاءِ،
تان چئي الله ئي الله، ٻيو فنا فاني جندڙو

(14)

نہ کو کم کنجهڻ جو نہ کا کينر کار،
مات کري سڻ مگتا، جا تن ۾ ٻري تار،
تہ سبڙ سندي سار، منجهان ئي معلوم ٿئي.

(15)

هن در سيئي اگهيا، جي ٻجهي ٿيا اٻوجهہ،
سائين در سٻوجهہ، وائيون وڃائي ٿيا.

(16)

سمهي سمهي جندڙا، اجان اٿيئن هير،
نياڳا ننڊون ڪرين، ڏکيا ڪري پير،
وڏي ڪنهن وير، مڱي ويا مڱڻا.

(17)

نہ ڪو هٿ نہ پيرتو، نہ تو جيئڻ جس،
ڏسين جي ڏاتار جي، تون ڏاتاري ڏس،
سپڙ سونهن سنديس، سڄي تي "صديق" چئي

(18)

مون پانيو مڱڻا، وئين تون مري،
اچي تنهنجي حال جي، خبر لهان ڪري،
تنهنجي تان پري، جيئن جيئرو آهين جهان ۾.

(19)

ڪالهہ ڪيئي ڪانہ ڪا، اڄ بہ آهي آر،
هاڻ گهايل ٿيو گهار، ماڳ نہ مئين مڱڻا.

(20)

سنجهي رهيين سمهي، غافل نہ ڪيوءِ غور،
پنهنجي هنئين هور، پاڻ پرائيئي مڱڻا.

(21)

سنجهي رهيين سمهي، اٿئين ڪين اسور،
صبح سهندين سور، ڏکيا تون ڏاتار جو.

(22)

هو جي سهنج سنداءِ، سي اهنج پائنيوءِ،
پرين چڙين نہ پوءِ، مهندا نيندا مگڻا.

## صدائون

(1)

پيو نہ منگان مال، منگان مهر تنهنجي.

1. رک رباني راهہ تي، منهنجو خدا لڳ خيال.
2. تو در طالبن جو اي تان سدائين سوال.
3. جي تون ٻاجهائي نهارين، ٿان ٿي پلا تنهنجو پال.
4. کوڙين اڇو کيترا، جاتون کن جمال.

## صدا

(2)

ساريان کونہ ثواب، خاوند خطائون سنيران.

1. ناهيم وسيلو وس کو نہ کو جيءَ جواب.
2. ڏچيو مران ڏاءُ م، متان اچي مون عتاب.
3. نہ مون لکڻ لکيو پڙهيم کونہ کتاب.
4. هادي هدايت جو تون ساقي ڏي شراب.
5. "صادق" سنگي تن پئہ، جي خالق کيا خراب.

# سُر راڻو

(1)

آتڻ چڙهي ڪاڪ جو، جڏهن ڏنو جن،
تڏهن منجهان تن، موٽي ڪونہ آئيو.

(2)

ڪو جو گڏين ڪاپڙي، بابو منجهہ بر،
تنهن سامي ڏني سڀ ڪا، سندي خاص خبر،
گهوٽن ڇڏيا گهر، ويچارن وهہ ٿيا.

(3)

ڪو جو گڏين ڪاپڙي، گيڙو سان گلزار،
تنهن موچاري مومل جا، پهي ڏنا پار،
گهوڙا گهوٽ سوار، ڪاهي آيا ڪاڪ تي.

(4)

مومل ڳنڍي نہ ماڻي وچي ڪاڪ تڙن،
سوڍا سوين سڪي ويا، ٻيا راڻا ڪئين رڙن،
سي ڪهڙي پر پرن، جي واٽهين وري ويا.

(5)

چڪندي چريا ٿيا، جوڳي زهر ذات،
ڪاهيائون ڪاڪ مٿي، زهہ ۾ پئين رات،
ويا تنهن ولات، جتي سور سپچي.

ڪي جو گڏيو ڪاپڙي، سو "صادق" سيباڻون،
آهي مڙبوئي ميندڙو پر پنڌ پراهون،
سڀ تو منجهہ سيباڻون، تون مڙني ۾ محيط ٿئين.

(7)

سرها شڪاري ٿيا، پرمل پيتائون،
ڪاجا ڪاڪ وڻن جي، ٻولي ٻڌائون،
تيئن رهين نہ رتيءَ جيترو، اسين ۽ آئون،
سو تڙ سونائون، جت وايون وڃن وسري.

(8)

گڏجي ڪي گجرئين، ڏنو آتڻ اوراتو
سورن پيا "صادق" چئي پير جن پاتو
اهو نهوڙي ناتو گهائيندو گهٽن کي.

(9)

ڪتان هليين ڪاپڙي، ڪٿي هئين ڪال،
اکيون رت گاڏيون، تو لڙڪ وهائين لال،
ڏٺئي جو جمال، سو سامي ڪوهہ نہ سليين.

(10)

راڻو آيو راج ۾، تي سهيلين سڌ،
پٽ پهريا پدمڻيين، ويس ڪيائون وڌ،
اديون اڏو اڌ، پهرين رات پرينءَ سين.

(11)

آئين ٿي آڏي جو جڏهن رهين ٿي راڻا،
سنئي ٿي "صادق" چئي، مومل جا ماڻا،
سي ٽاڻا ٽڪاڻا، تنهنجا مارين ميندڙا

(12)

مومل جيئن ماري، تيئن راڻي کي ريس گهٽي،
سوڍي سمجهي ڳالهڙي، سيائي ساري،
تنهن لاءِ ٿيا باري، "صادق" سور پرين جا

(13)

متان اڳڻ ڪرهو، وئين جيئن واري،
سڪ تنهنجي سپرين، ڏيل وڌو ڏاري،
مونکي ٿي ماري، سوڍل سائي ڳالهڙي

(14)

راڻو رهيم روح ۾ سوڍو اندر ساهہ،
ساعت نہ ڪٽان هيڪڙي، پرينءَ ري پساهہ،
اندر روچي راهہ، ٻاهر ٻجهايان ڪن ڪي.

(15)

ڪنهين پڇين ڪاپڙي، ڪونهي مومل ماڳ،
سوڍي سا سيج ڪئي، جنهن ۾ سڙيو سپ سهاڳ،
ڦتجي پيو فراق، پسي ورق وصال جو.

ڦٽجي پيو فراق، پسي ورق وصال جو.

(16)

نہ سو راڻو مينڌرو ۽ کيئن ويهي ڪاڪ،
پسيو محل ماڙيون، هنيين وهي هاڪ،
اندر مون اوطاق، راڻي جي رهاڻ جي.

(17)

ڳمندي ڳاڙهي تي، راڻا روئڻ منجهاءِ،
سائين ڪارڻ سپرين، تون هيڪر ڀيرو آءِ،
هي ڪو اهڙو گهاءِ، جيئن مون وڃي وسري.

(18)

راڻا رتولن ۾، اڇي ڪوهہ ڪيوءِ،
گڏجي ڪي گجرين، وڏو وڌ ڏنوءِ،
مارينڌو ويوءِ، ورڻ وڇوڙو تنهنجو.

(19)

راڻو رات نہ آئيو باڪون پرهہ بکن،
تي ڪڙهان منجهہ ڪکن، ڍوليا تنهنجي ڍانئين.

(20)

ميي ۽ مينڌري، ٻنهي لال وٽڪ،
هو نايو نانگليون چري، هو پيئي پانن پڪ،
لوڪان ڪري لڪ، وڃي ڪوِنر چنائون ڪاڪ جا.

(21)

"صادق" سڄيون پَسُ تون، محلاتون ۽ ماڳ،
جن جي تي مچ مُرڪي، ڪري رهاڻيون راڳ،
سي ورائي واڳ، راڻا ڪنهن رخ ويا.

(22)

مومل متي ميندرا، سٽي کو سلام،
پڳس سک "صديق" چئي اڇيس نہ آرام،
ڪتل ڪي، ڪلام، موٽي آيو منهن ۾.

(23)

ايرندا تي ايريو ڪري گيڙو گل،
هادي هدايت جو ڪونهي سندس مل،
"صادق" ڳالھہ مَ سل، فضل الله شاھہ فقير جي.

(24)

صبح تيو سوجهرو پرھہ پڏاريو
روئي رت هاريو مومل ڪارڻ ميندري

(25)

راڻا رتولن ۾ ويا رات رهي،
اڇي ڪاڪ تڙن تي، پڇايم پهي،
جڳن جا جڳ ٿيا، ويا ورھہ پئي،
سوڍو ڳالھہ صحي، ڪري ڪونہ ڪتل سين.

(26)

ڏرتي ڏگ سنيري، ڪئين جوڏا ۽ جوان،
هٿا هزارين ڪيترا، صوبا ۽ سلطان،
تنين جا مڪان، "صادق" سنيري ڪين ڪي.

(27)

ميڙي ميڙي مال، سچا ويا "صادق" چئي،
ڏس پلي جا پال، ڪين ڏنائين ڪچ ۾.

(28)

ڪين ڏنائين ڪچ ۾، توٽي ميڙيئون مڏ،
ڪين نيائون گڏ، سچا ويا "صادق" چئي.

## صدائون

(1)

ساٿي سنبهي ويهہ، ڪاڪ گهڙندو ڪَرهو.
1. مومَلَ صحيح ماٹبي، دور ٽيندي هيءَ ديهہ،
2. ننڊيا وڏا هلندا، سي راٹان رتي ريهہ،
3. آخر انڌا سي چئبا، جَن هِتِ نہ ڏنو ڏيهُ،
4. وَنِي ڪون ورٹو آنِ ڇَپَرَ سندو ڇيهُ،
5. "صادق" اُتي نہ هَلي ڪنهن جو مڪُرُ مَيهُ.

(2)

سُتين ڪهڙي سُور، جو تو پهه پريان جي ويسلو،

1. توکي خوابن خوش ڪيو وهمن ڪيئي وهلور،
2. ڪٿيو هڏهين گهوريو متان وڃائي مور،
3. هي نہ وطن تنهنجو ڏکيا! ويندين ڏور،
4. متي وسائيندي منهن تي، پار پِريان جو پُور،
5. متان "صادق"، سُپرين، ڏکي ڪنئي دور،

(3)

هٿ سان هيرائبو تو من ڙي زياني،

1. پاڻ نہ پلين پنهنجو تون ٻين سان گياني،
2. ڪڏهن ڪرامت ڪرين تو ڪڏهن هٽين ڪاني،
3. نالو وٽج "نام" جو هي جڳ سيو فاني،
4. "صادق" هيٺو تي هلج تون، ڇڏج مان گماني،

# سُر سامونڊي

(1)

سامونڊين سڙهه ڇڪيا، لڳن اتر هير،
ننگر ويڙهي ناڪئا، ٿيا سڻائي سير،
اندر مون اڪير، تن ڪاري ڪيڙائن جي.

(2)

جر جهاز مڪرا، آئون ٿي ننگر نهاريان،
ساريو سامونڊين کي، تڙ تڙ تنواريان،
آئون گوندر گهاريان، ويا وڻجارا اُوهري.

(3)

اُوهريا ڪارونيار ڏي، ڪري غواصي گت،
انهن جي اپت، سمنڊ سوجهي آيا.

(4)

محبت پري مڪرا، جهاز جَڙيا جن،
سڻائي سمونڊ جو پرو آهي تن،
اهريا او عميق ڏي، ٻيون ڏيئي پن،
ڪارونيار ڪنن، سمونڊ سوجهي آئيا.

(5)

ذڪرمند فڪرمند عقلمند، اهي مند مڙيئي ماڪ،
آهي عناصرن مان، ڦڪائي جي ڦاڪ،
هتي جا هيراڪ، تن جو اوڙڻ عميق سان.

# صدا

ڏار دل جي دنگي، اي ميان ! ڏار دل جي دنگي،
تہ تون لحظي وجي لنگهي، اي هو پڳھ پائي پرت جو

1. جي پاسنئون پاٽي وهي، تہ تون چيت ڪر چورنگي،
2. پڙهيا پنڊت پارکو اتي سهسين هٿا سنگي،
3. جت اونهايان اونهون وهي، ات آيا ڏکي اڙ ٻنگي،
4. هٿ ۾ آئي تن جي، جن وٽي ورھ سين ونگي.

# سُر ڪنيات

(1)

لڏيو لاهي ايري، تارا تيلي روءِ،
جھڙو تون صبوح تھڙي صافي سڄڻين.

(2)

چنبڊ منھنجو سپرين، تارا ٻئي ڏُٺي،
اٺاري عالم ۾، منھنجي ساڄن سونھن گھٽي،
وڃن سي ۾ ڪٽي، مون تن واڳيو جن سين.

(3)

مون ساريا سپرين، شاخون لڳيون چنبڊ،
من اڊڪي اٿيو نيٽين پيگي ننڊ،
نہ چاٽان ڪنھن منڊ، منھنجا پرين ورائي جھليا.

(4)

تون صبح ڪريين سوجھرو، تارا تنئين تمام،
موکي ٿو ماريئين، وڃھين درد دام،
ڪنيون جي ڪلام، سورت سَچ نہ تن ڪي.

(5)

تارا تعلق اپ سين، اڃان تو آهي،
پرھ تيئين پڏرو منجھان ڪنھن ساهي،
مون جيئن نہ آهي، ڪو وِرھُ سندو سڄڻين.

(6)

نايو ناگيليون چري، پري نہ هٽي پرنگ،
چندن جا چوپا ڪري، ڪائي نہ ڪٿوري سنگ،
لکين مٿي انگ، ميي کي محبوب جا.

(7)

چندن جا چوپا ڪري، ڪائي نہ ڪٿوريءَ ٻور،
ميي کي مذڪور، ڪنهن پرانهين پنڌ جو.

(8)

چڙهي چندن چوٽئين، ليڙي چني لام،
ڪرهو ڪنگوءِ ريٽ جي، ماٺي آيو مام،
پريت جا پيغام، سي ڳجهہ ڳرهي ڪن سين.

(9)

ويلو ڪر مَ وچ ۾، هل هڪلي ڪاهہ،
ڪرها ڪنگوءِ ريٽ ۾، واڪا ڪيو وراءِ،
مچڻ ٿئي اونڌاهہ، پيرَ نہ لهين پٽ ۾.

(10)

متان وهامي راتڙي، ڪرها ڪاهيو ڪاهہ،
مون پڻ سائي ساهہ، تون پڻ سانگي سارين.

(11)

اکين ٻنهي اکيا، ۽ پاسن ٻنهي نوڙ
جن سين هنئين جوڙ سي وڳ ڪيئن ويئڙي وسري

(6)

جيئڻ تون وسين ولها، ڏيل ڏمريو ڏور،
مون کي ماري سپرين، ساجن اهوئي سور،
ٿئي من ملور، موت چنيسر مان پرين.

(7)

سهاڳ ٻہ سنيران، ڏهاڳ اڄ ڏنوم،
هن نياڳي ڀاڳ سان، هٿيئن هار ڇنوم،
تيهان پوءِ ٿيوم، قدر ڪاڻيارين جو.

# صدا

(1)

ڏولا ڏولا وڃي ڏينهن لائي، وڃي ڏوراٽي ڏيهہ تي، وڃي ڏينهن لائي.

1. جيئڻ پتنگ اڃي آڳ ۾، سڙي منجهہ ساهي،
2. اسان نماڻين جو، اهڙو حال آهي،
3. نالي سيون تنهنجي، چنيسر چاهي،
4. ڪتنب ڦبيلا ڇڏيا، جنهين تو آهي،
5. "صادق" سنڌ نہ سنڌيو ڏس ڏنو ڪنهن ڏاهي.

# سُرپ

(1)

مون جن جو نہ لهي، گوندر گهري رات،
ڪُڪڙ ڏيج مَ لات، جان آئون گڏجان سڄڻين.

(2)

مون جن جي نہ لهي، جهوري جهڄڻ جهانءِ،
آيل ائين مَ پانءِ، تہ ڪا آئون جيئندي ان ري.

(3)

تيئن تا چٽڪن چت ۾، جيئن سا گهنبڍي لار،
مون کي هوت هنئين ۾، تا وسن ويرو تار،
جيڪا ساعت سپرين، تين اڪينئون ڏار،
تہ ڪر سڀ چمار، هنيين هيڪلي گهاريو.

(4)

لوڪ رهندي لڏيا، اڄ بہ منهنجا سيڻ،
ماءُ منهنجا نيڻ، اپيا ات آرون ڪري.

(5)

ڪڏهن ايندو مان ڳري، لنوءُ ڪانگل چؤ سچ،
مانَ اجهامي مچ، مان اندر جو ٻري.

(6)

جيئن سي پاڻ پڊن جا، ڪانئي چيرو واء،
تيئن "صادق" سورن سان، دکيو دکي دل ۾.

(7)

سڄڻ مون نہ سهڻيا، جڏهن هوت هئا،
ڏينهن ڏونجهارا گهاريان، جي پرين ري پيا.
مون ويسليءَ ويا، جيجل جوين ڏينهڙا.

(8)

ڳالهيون سڄڻ تنهنجون، سنيريو جيئان،
لوڪان تانءِ نہ ڏيان، تنئان ڪڏي هيڪڙي

(9)

مان پريان جي ڳالهڙي، ڪنهين چيوئي تان چور،
مون کي وجهيو هور، تون وتين ٿي سنري

(10)

لوهار ڳالهائي لوهہ ۾، چيرن ڪري چٽاٽ،
جنهن گهڙيو هي گهاٽ، تي ٻولي ٻري ان جي.

(11)

لوهار پنهنجي لوهہ کي، ڌوٽين منجهہ ڌنئي،
من ڪا لات لنئي، سنيأر سپيرين جي.

(12)

آٽيو اڱارن کي، تا کوري منجهہ ڪائين،
تنهين پر تا تائين، ڏيل منهنجو ڏک سين،

(13)

چڙا توکي جوريءَ، ٻوليءِ وڏو ڪن،

ريهہ ڏيئي ڪنهن رنگ جو جاڳايئين جن،
سدا تنهنجي من، ٿي لڳي لار فراق جي،

# صدا

(1)

تون ڪر پڇين ڪوهہ، هيءُ اسان جي حال جو
1. جنهن کي ڏکي ڏيل ۾، اوءِ سا تان ڪاهل هوءِ
درد دردِ وندين جو اوءِ ڪمتر ڄاڻي ڪوءِ
2. پري پسي پهين جهين اوءِ او پڻ ڏنو ڏهو
دائم آهي دل تي اوءِ اي عاشقن اندوهہ
سپريان جي ڳالهڙي اوءِ پڏر وجهڻ ڏوهہ
3. سِرُ وڍي پير ڪري اوءِ ڪو عشق راهہ هلندو
جُوءِ جن جي اورنگي اوءِ وڙلو انهين پنڌو
سيئي ڄاڻن سي سڄاڻن، اوءِ لوپايا جي لوءِ
4. سپريان جي ڳالهڙي ادا جي هوند پڏر پوءِ
تہ مارو ماڙهو مسڪين کي ووءِ هوند سيڪو ٿو چوءِ.

(2)

توءِ منهن ۾ ڏِکَ، گهوري جي سئو گوندرين
1. سرهي سپيرين سين سا آرهي ٿئي نہ لِکَ
2. پوتي پئي پرينءِ سين، سا لوڪ نہ آڇي لِکَ
3. او جيڏانهن پسي پرينءِ کي، تيڏانهن پري وِکَ
4. "صادق" وَهن سورَ جون نيّون ڪيو نِڪَ.

2. وينِي سوئِي گھاريان، پر جو مان ڏک ڏنوءِ
3. چڙهيا ڏاڍين ڏونگرين، تن سيٽن سانگ نہ کوءِ
4. چڏي وچو چپرين، پر ڏکيءِ کھڙو ڏوهہ
5. آن جا چڏي چپرين، تنهن هن هاريءِ حال نہ کو
6. حال منهنجو ههڙو کو پُري پريانِ کي چوءِ

# سُر ڪاپائتي

(1)

نرم جي نُنهن سان، پڇي پڇيائون،
پڙا جي پائڻ جا، سي پيري پڳائون،
اسين ۽ 'آئون' ، آسڻ هئي نہ ان جي.

(2)

اٽئي ڪوڏ ڪتڻ جو تہ ورڻ ڪاتارين وٽ،
اُچي ڳاٽ نہ اٽيون، من جوڙيائون مٽ،
ارٽ جي اپٽ، ٽي سڄي صرافن ڪان.

(3)

ڪاپائتيون ڪنڍن ۾، صبوح سڏ ڪرن،
مٽي مونن هٽڙا، اڪيون ڏانهن پرين،
توڙين ڪين ڪتن، تہ بہ ڪانڌ ان جو ڪوڏيو.

(4)

جاڳي جنين پيريو پيريو وير سوير،
مٽي پنگن پير، پسو تن ڪاپائتين جا.

(5)

پر پنهنجا نہ تيا، ڳُتي ڳالهڙي،
جان جان مالهڙي، ٽُٽي ٽِڪاءَ نہ ڪيو.

منجهايئي اوبڻ ۾، نا تہ ڪتوئي منجهان ڪوڙ،
ڏيکاريوئي ڏڏن کي، اڙيو ست اپوجهہ،
ڏوري تنهن سپوجهہ، ميٺ محڪم جنهن جي.

(7)

ڪي ڪتئي ڪتڻي، نڪي ڪتايئي،
تنهون ست صراف جو ويٺي وڃايئي،
پنيو تي پايئي، ارهہ برابر اگڙيون.

(8)

سرمون وجهہ م سپرين، پنيون هڏ م پير،
نيڻن سان ناز ڪري، جيءَ ۾ وڏئي جهير،
فوج پرانهين ڦير، تنهنجن رڱين ئي رڻ ڪيو

(9)

آتڻ ۾ پها ڪري، ڪتيم جنين ساڻ،
سي نہ ڏسجن هاڻ، ڪٿي ڪنهن ڪوڻ ٿيا.

(10)

اکيون مون اوہاٽيون، روئي رت ڦڙا،
پرين جي پسڻ جو پيئڻ ڪونہ پڙا،
ابتو ٿين اڙاء، سڪن ساعت سپ ڪنهين.

(11)

اکيون پريم تنهنجون، ڪٽي قتل ڪن،

کوڙيو ڪٽي سپرين، اڇيو جت اڙن،
مارڻ آهين من، فنا فاني ڪنديون.

(12)

ارٿ الوڙي ٻاهريون، منجهان وجهج مالهہ،
ڦيرج گهٽو فڪر سين، "صادق" ڪج سنيال،
ڪتج منجهہ ڪمال، تہ سچين صرافن وچ ۾.

(13)

جت صلح سالڪن جو، ات اچي تي اچاڻ،
پاٽان ويس پاڻ، ڪتڻ رهيس ڪونہ ڪو.

(14)

سرتين سنهو ڪتيو، پيرم جيئن پيري،
ڦنگڙا ڦيري، تي آتڻ ۾ آهون ڪري.

(15)

ارٿ الاپ ڪيئي، رون رون منجهان راڳ،
ڏنائين ڏهاڳ، سچي ڪانہ سهاڳ ڪي.

(16)

سور نہ لٿم سٽ جو، ڪتيم جان ڪپاهہ،
تان سنڪو اندر ساهہ، "صادق" صرافن جو.

(17)

ٻو سچاتم سپرين، جنهين ڪتيندي چني مال،

ڪو پلو ڪري پال، نہ تہ وس ويچاريءَ نہ رهيو.

(18)

ويا ٻهانا پنهنجا، پرين وسرين پاڻ،
سڄڻ هئا ساڻ، مون پرکيو ڪوهہ نہ پرکيا.

(19)

ويري وڃان ئي ويو هُو جو هئو ڪال،
ارڻ اکوليو مال، پسيو پسان پرين کي.

(20)

اڄ پڻ شوق شمع جو چلا چاڙهيائون،
ڪشي ڪان ڪمان مان، محڪم ماريائون،
ٻر ٻر ٻاريائون، سندو محبت مامرو.

## صدا

پوري مَ ڪر پاڻ، ڪوڙو جوين تنهنجو چاڻ،
1. ڪتيئن وتئين پاڻ کي، کهڙو ڪري ٿاڻ،
2. پهيون ڪڻ مَ پاڻ سان، متان پونئي ڪاڻ،
3. جي ڪتين پوءِ ڪنبين گهڻو تہ ٿئين سيڻن ساڻ،
4. "صادق" جو پهہ سڄڻين، تون تند تنهين پر تاڻ

# سُر مارئي

(1)

کنهين ڏيهان تون نڱيو ، کٽي ويڙهيچا،
ساري سانبئيڙن کي، ساڙو ٿيئڙم ساهہ،
کهڙو وريان واءُ، جيئن مونکي ڇڏيان بند ۾.

(2)

ڪر نہ لڏي ڪڏهين، منهنجي ويڙهيچن وري،
انهن ائين پانئيو تہ ويئي منڌ مري،
خبر هئي ڪري، جا مون ڏني ڏوٿيين.

(3)

پانڌي چئيج پرينءَ کي، ڏکن آئون ماري،
پيا ويڌ وجود ۾، تن اوهان تاري،
گوندر ٿيا پاري، ڏکن ڏيل ڏهيون ڪيو.

(4)

ڪوٺيءَ ڪٺي آهيان، زورآور زنجير،
ساريو مارو مير، ويٺي ڳوڙها ڳاڙيان.

(5)

نہ ڪو اوٺي آئيو هتي جو هلي،
ساري سانبيئڙن کي، رهيم جيءَ جلي،
آءٌ هت گوندر ۾ گلي، هت مارو تو ڏک ڪري

(6)

ميندڙا ڏوءِ نہ مارئي، ٿيس چيڙهہ جي چڪ،
ستي سيئي ساريا، سڙي جن جي سڪ،
تان مون پڇي هڪ، جي ڏوٿي گڏجن ڏيهہ جا.

(7)

سومري ڪونہ ڪيو مون سين ناهہ نياءُ،
هڪ وڏائين بند ۾ پيا قيد ڪڙولاءُ،
زيربون هن ضعيف جون، ساريو ڪٽڻ ساهہ،
مارو‍ئڙن مٿاءُ عمر تو ايجهيون ڪري.

(8)

سنهي سئيءَ سبيو مون ماروءَ سين من،
و سقهم ربهم شرابا طهورا، پياريو پرين،
جيئن هت ورهہ ويڙهيچن، تيئن هت ڪرڳل آهي ڪوٽ ۾.

(9)

سنهي سئيءَ سبيو مون من ماروءَ ساڻ،
عمر اڪير جن ڪي، سي هت نہ هونديون هاڻ،
مون ڏکيءَ ڏينهن گذاريا، سدا سورن ساڻ،
جيئن هت ويڙهيچن منجهہ وٿاڻ، تيئن هت ڪرڳل آهي ڪوٽ ۾.

(10)

ساعت ورهيہ پانئيان، گهڙيءَ ڇيهہ نہ ڪوءِ،
مون کي مارو‍ئڙن ري، هت پل م هوءِ،

صبحان هوءِ مر هوءِ، آءُ اڄ ٿي ملان ماروئين.

(11)

منهن تہ منهنجو سومرا، مر ميروئي هوءِ،
لارون جي لڙڪن جون، وٺيو ويندس لوءِ،
متان مارو چوءِ، تہ ڏوتوءِ ڏوراڻن ۾.

(12)

سمهان ڪيئن سوڙين ۾، رلي رد ڪري،
مون ڏانهن ڏڪان چائيا، ذات منهنجي جي،
مارو ملنم سي، تہ سيپ ڳرهيان ڳالهيون.

(13)

سڏ نہ آنديس سومرا، آنديس ڪوٽ قضا،
جيڪس هئي سزا، لکي هيم انگ ۾.

(14)

سڏ نہ آنديس سومرا، آنديس حڪم هت،
مون ڪي ماروئڙن ري، ڀروسو نہ پت،
پيم سيپ، نرت، ڦوڙائي جي سومرا.

(15)

ونهين ويڙهيچن ري، آءُ جيئندي ڪيئن،
سڄڻ سارڻ نت نهارڻ، ننڊ نہ راتو ڏينهن،
مارن سندي مينهن، چريو مون چت ڪيو.

(16)

ويا ويڙهيچا اُڪري، ترن چڏي ٽوڪ،
ڏوريان ڏوريان نہ لهان، لاڪيٽان ۾ لوڪ،
ملير ٿين موڪ، اٺي ويا اڪري.

(17)

مونکي پرين پنهوار جي، ائي پهر اداس،
ويرو تار وجود ۾، ورد ۽ وماس،
سا ڪيئن پري باس، پسي ڇڇا چانئيون.

(18)

اندر منجهہ اڇي ڪري، ڏکن ڏس ڏنوم،
ساري سانبيئڙن کي، وري ويڌ وڌوم،
هنيئون هڏهين هيڪڙو سو پرينءَ سين پرتوم،
طعنا تي ڏيوم، جيئن ساءُ نہ آيان سُور جو.

(19)

ساهہ منهنجو سومرا، تو منجهي ماڙيءَ منجهہ،
مران انهي ڏنجهہ، جيئن پهر نہ پنهوارن جي.

(20)

اٺا تر تاڏيل تي، پيرون پڪا جال،
حيف منهنجي حال، آئون مند ساريو نہ مران.

(21)

بند نہ بنديس سومرا، ماروءَ مارييا س،
طعنا ڏيئي تنهنجا، پنهوارن پڇياس،
اهڙي تان نہ هياس، هتان تو همير تي.

(22)

تيس بندياٽي بند ۾، بند نہ آئ ساريان،
ماروءَ سندي آسري، ويٺي ڏينهن گهاريان،
پٽولي نہ پاڙيان، ليڙون جي لوئيءَ جون.

(23)

تيس بندياٽي بند ۾، تي ڏکيا گهاريان ڏينهن،
مهرن جا مٿي تي، تي موڪ وسايان مينهن،
حال منهنجو هيئن، مانَ مارو مقابل ٿئي.

(24)

سا امر جيئندي كيترو، جا سنگهارن ساري،
ڏکيا ڏينهن گهاري، مري ملندي ماروئين.

(25)

مارو جنهين ملڪ ۾، اکيون اوڏانهي،
تاٽيو تيڏانهين، سکن گهٽو سومرا.

(26)

اوڏا اچين سپرين ويا پرانهينءَ پونءَ کهي،
هن سورن جا "صديق" چئي، هيڙا سيٺ سهي

پڇان کير پھي، ماروءَ مثل نہ ٿئي.

(27)

جتي تنھنجو تڪيو اصل ساھہ سرير،
اُڪيريو اڪير، مارئي تنھن ملڪ کي.

(28)

مٿو نالو الله جو مڙني مٿاھون،
ڪيئن ڪري قبوليان، عمر ڪي آئون،
رازق سنديون رضائون، مون مڙيئي مٿي ميڃيون.

## صدائون

(1)

مٿي لوئي لال لوئي، اي ھو آءُ ھار پٽولا گھوريان،
لويون ميان عمرلويون، اسان لاھڻ لاءِ نہ رتيون،
1. پرين وسارين پانھنجيون، پراو پڻ ڪين ٻيون،
2. مون ماروءَ جون من ۾ اڳھين اڳڙيون،
3. منھنجيون ملير ڏيھہ ڏي سي اوگا اکڙيون.

(2)

سندا سومرين، انگ نہ اوڇيا ڪپڙا،
1. ٻڌا تن ٻانھن ۾ مون کي سڳا تا سونھن،
2. مون کي مون پرين جون، مر ليڙون ئي لڏن.

(3)

عمر ھو عمر، آئون ڪيئن اچا اوڇيان ڪپڙا،

1. اڇا اوڇڻ ڪپڙا، ڪاٽياريون ڪيئن ڪن،
2. جن جا ملير ۾ ور ٿا ويڙ سهن،
3. ڏک گذارڻ ڏينهڙا، اڳي انگ ورن.

(4)

الله ٿر ۾ ٿئي مَر ٿيلهہ، مارو پون نہ ماري،
1. پيرون چونديان پرين سان، آئون ٻلر ٻڌڙئوِ ٻيلهہ،
2. وهڻ وراچن ۾ رهڻ مٿي ريل.

(5)

بند جا ڏينهن ٿيا ٿم باري، عمر ڪيئن ڪٽيديس ڪوٽ ۾،
1. هن منهنجي حال جي، مارو ڪي آ سڌ ساري،
2. هميرن جي هلائون ڪيون، تن مذڪورن آئون ماري،
3. چنيا سنگ سرتين جن سان هيمر جنمر جي ياري،
4. ٿڌي جا ٿرن جي، واهہ وٺي مون واري،
5. ساعتون ساريمر "صادق" چئي، جن هيمر تن ۾ تاري

(6)

هيڏيون ڪيون تو همير، ميان ماروئڙن سان،
1. ڪين جهلينديون ڪوٽيون، سچي وهي سير،
2. پسي ڪين پيٽ ۾ ڪنڌا قوت ڪرير،
3. آوست جن جو آجڪو ستيون پيئن ڪير،
4. صوفي شاهہ نہ مٿيان، توٽي ٻيا ٻير،
5. "صادق" ايندا سڪندين تي، "فضل" ساڻ فقير.

# سر سهڻي

(1)

ٻارنهن ڪن، ٻيٺيهہ تڙ تڙ تڙ متي شينهن،
تہ مان کهڙو نينهن، جي اڻان ئي نہ گهڙان.

(2)

لهہ لڪايان نہ رهي، سانديان رهي نہ سور،
جانسين پسان نہ پرينءَ کي، تانسين من ملور،
مون کي ماءُ ضرور لوڪان ليکي مهڻو.

(3)

اصلان ئي الست کاں، تي توڙي تنواري،
پاڻ وڏائين تار ۾ عشق جي آري،
نوءُ ڪنڌ نهاري، تنهن کي مشاهدا مڙئي ٿيا.

(4)

اصلان ئي الست کاں، آهي توڙيءَ کي توار،
قالوابلي کهيائين، پسي منهن ميهار،
چوڪنڌ چوڌار، تنهن کي مشاهدا مڙئي ٿيا.

(5)

سبق جهليائين سور جو حقيقت حرفاء،
آءُ تنهن وائيءَ ويڳائي ڪئي، طلب جي طرفاء،
گهڙو گهڙيندي جوڙيو سائر جي صفاء،

وسيلو وفاءِ آهي منڌ ميهار جو.

(6)

وچيو وٹاٹن ۾ پيءَ کان پڇيو روءِ،
ڏک نہ سنم ڏيهہ ۾ ساھڙ چار سندوءِ،
هنيڙو تو مل هوءِ، آئۓ هت هونهين گهاريان.

(7)

ٻنيءِ ڏٺو ٻنيئين، ڪي جو منجھ ڪنن،
پيتائون پڪ پرمل جي، ڍايون نہ ڍاپن،
اپيون اڄ مرن، اکيون انهي آب لاءِ.

(8)

سانگ پنهجو سپرين، ٻجهان ويا ٻيلن،
دونهيون دوست ميهار جون، هاٹي ڪين دکن،
ماريس تن ماڳن، جتي ديکيم دوست کي.

(9)

اوراڙ نہ اڙجي، نڪا جهول جهليس،
ڏم ڏينهاٹي ڪيترو تو پر ۾ پليس،
تان تان جان جليس، جان جان پسي نہ پرينءَ کي.

(10)

گهٹئين ٻتئين گهوريا، ڏم کي ڏينهاٹي،
منهنجون محب ميهار سين، آهن روح ۾ رهاٹي،

تيلانهن پاڻي، سرتيون سکو پائيان.

(11)

ڏمر سهان ڏمر جا، ڪيرڳن، آءُ ڪير،
ريءَ قضا ڪير ڏري، متي پاڻي پير،
پينر ينيءَ وير، اڳ لڏو تي لوڙيان.

(12)

مر اولجان انهيءَ پار ڏي، ٻڏان تان ٻن،
ٻانَ ٻر ٻر ڪن، ڪنڌيءَ اُيي سپرين.

(13)

ڪي جو پسي آئيون، اکيون وڃي پار،
هڪ تيون ديوانيون دل ۾ پيو اپر لائي آر،
تنهان پوءِ قرار، ستيون ڪين سک تي.

(14)

صورت ساهڙ چام جي، جيڏيون ڏني جن،
ڪني جيءَ متا ڪيا، ڪي گهوريس ڪيو گهڙن،
ميهار مليو تن، جن سانگو نہ ڪيو ساهہ جو.

(15)

سار نہ ڪريين سهڻي، تون نڪو نياڻي،
وهہ ويندڙيءَ نڪري، اهو جوين جواڻي،
پچاڙي پاڻي، ڪٽي تالان ڪنڌئي تار ۾.

(16)

ڪاري رات ڪن گهٽان، لڙ لهريون، ۽ واءُ،
ساٿي جن الله، ٻجهان سي نہ ٻڏنديون.

## صدائون

(1)

آءٌ ويندڙياس دَرَ هاديءَ جي، مونکي ڪانہ جهلي.
1. جيڪا مونکي جهلي، تنهن کي مر جان الله پلي.
2. مَر ڪا مونکي جهلي، آءٌ وڃيس نينهن اڇلي.
3. جيئان ڏجهڻ تئي، تيئيان سڄڻ منهنجو اچي.
4. نورا پايو نينهن جا، مرُ دوستاڻي اچي.

(2)

آءٌ جا آن ڏي ايندي ويندي، الله هو، الله هو.
1. ڪچان مون ٻيچاريو، واڳون سڀ وڃيندي.
2. ڏيئي ڏيراڻي ميهڻا، ڪاڪيون ڪوهہ ڪريندي.

(3)

مونجي يار ميهار پيلي پر نہ جهليو.
1. موڙي ماري آهيان، ابتي ان اوپار.
2. لهرين لوڏي لڙ جي، ڏي تون دوست ديدار.
3. ساهڙ ڪيئڙو سهڻي، "صادق" سچو يار.

(4)

جھـــاڳي، جھـــاڳي، ٻـــيلا، ويـنــدس پــار درياهـــ جـــي.
1. پـســـي دور درياهـــ جـــا، تـــون نـــ ٻيـجـــ ٻـــيلا.
2. منهـــ ميهـــارن، آهـــن محبـــت جـــا مـــيلا.
ســـاهڙ جـــي ســـمن كـــي، ورهـــ پيـــا ويـــلا.
"صـــادق" ســـدائين ســـك ۾، آهـــن عاشـــق اكـــيلا.

# سُر گھاتو

(1)

اڄ آيو سائين، کو کرو خبردار،
اوڀاھيو آھون کري، سڏيو سا تنوار،
کن پڪو ٻار، تن مهاڻين منهن ڏکيا.

(2)

ماڻي پسجن مهراڻ ۾، ماڻ گھاتو هوئن،
تان ملاح نہ مکرا، سهسين ساڻي روئن،
کنڌي اُيا چون، تہ اوءَ ملاح ئي مري ويا.

(3)

ملاح ئي مري ويا، وھٽ واريائون،
هاڻي ان تڙن تي، کري اوڀاھيو آھون،
کو پيو سر سوڻائون، جيئن گھاتو گھر نہ آيا.

(4)

گھرن منجھ گھاتوئڙن جون، ٽيون سرن سڻائون،
کجان خبر نہ لهان، ٽي اتي جون آئون،
جي ٻيلي هٿم ٻانهون، سي کوھ چاڻان کيڏانهن ويا.

(5)

مک ڏنائون مکرين، رڱيائون رانئون،
کالھ کلاچي جي ويا، کنهن پھ پوريائون،

انهن لئہ آهون، ٿي ڪريان ڪن ڪنڌيين.

(6)

اُهريا اوءِ عميق ڏي، پرهہ ڪري پرياڻ،
تن سانپيئڙن ري سرتيون، هت ٿيس سورن ساڻ،
هئي هئي ڪيان هاڻ، ويٺي ڳوڙها ڳاڙيان.

(7)

اهريا اوءِ عميق ڏي، ڪالهہ ڪلاچي لوءِ،
ساري سانپيئڙن ڪي، ٿو روح منهنجو روءِ،
ورهہ ڏيئي ووءِ، گهاتو ڪنهن گهور ويا.

(8)

سهسين ڪري سڏڙا، ٿي جر وهايان جال،
اڄ نہ موٽي آئيا، جي ويا ڪلاچي ڪال،
جي هينئڙي پائي حال، سي ڏوريان گهاتو نہ لهان.

(9)

سهسين ڪري سڏڙا، ٿي تنواريان تڙن،
ساريو سانپيئڙن ڪي، ٿا جهوري نيڻ جهڄن،
مادر ملاحن، ڏوريان ڏوريان نہ لهان.

(10)

رڃ اولجن ريل ۾ لڳيو لهرن ساڻ،
ڳچا ڳري لائيو ٿي هنج هاريان هاڻ،

مانجھي منھن مھراڻ، اونھين ويا اوھري

(11)

گھوري سگھبو نہ گھاتوئين، نکا کن کنار
رڃ متي ئي رنڍيا، پيا نہ پاتار
نيٽين ٽمن نار، پسيو ٿھر ڪلاچ جو.

(12)

ڪرڳل ڪن ڪنڍين تي، حشر ٿيو ھاڻ
"صادق" گھاتو گھور ۾ ٻوڙي ويا پاڻ
پيا تنھن مھراڻ، جتي سڌ سيرئين جو نہ سڃي.

(13)

ملاح ان مھراڻ ۾ وڃڻ ڪي ويا
حال ڳرھيان ڪنھن سان، تہ ڪي ات ھئا
پڙاڏا تي پيا، متي ڪن ڪنڍيين.

(14)

ملاح ان مھراڻ ۾ نہ ڪا تانگھہ تري
ويو ھوش چڙيو، گھوريندي گھاتوئن جو.

(15)

رڃ جتي رنڍيا، اتي گھاتو ڪو
اھري ويا او، ڪنھن منھن موڙي مڪرا.

(16)

ڪلاچي جي ڪنڌيين، ڪا جا تي ڪوڪ،
سٽي گهاتو گهڙيا، موٽيا تان نہ ملوڪ،
پيا سڙن ساز سلوڪ، مادر ملاحن جا.

(17)

گهاتن گهورڻ ڇڏيو، ڪين پروڙي ڪا،
مڪرا منهن نہ هليا، کهڙو ورين واء،
جيلان آئين سڳن ساء، تيلان ويا ٻڏي بحر سڪوت ۾.

## صدائون

(1)

وسارج مَ ويڻ، جوين ٻہ تي ڏينهڙا.
1. پايو پور پرين سين، ڪر سين ڪائن ڪيڻ،
پسي ڏکيا ڏينهڙا، اچئو تہ ولها ويڻ.
2. آسن پري آهيان، موٽي ايندو سيڻ،
جني ماريا مڇڙا، آءُ تني جي پيڻ،
3. سي ملاح مري ويا، جي سانيي هوئڙم سيڻ،
هاٽي ان تڙن تي، نت نمايان نيڻ.

(2)

هي نہ ڪنهين سيڻ جي تو پنهجا پانئيا.
1. وِهہ تيندءِ ڪڏهن، هي جي ڪاڏئي ڪيڻ،
2. "صادق" سنگتي نہ تنهنجو نہ ڪو پائي پيڻ.

# سُر ڌناسري

(1)

ميري پسي نہ مٿيو مونکي مون پِيرَن،
هڪڙا ڳڻ ڳچي ۾، پيا پوبو هار ٻڌن،
آئون ڪيئن سندي تن، ڪلھي ڪيرت لاھيان.

(2)

جم ورچي چڙهين، پلئو پيراٽو
ٿهڙو نہ پاپاٽو جهڙو اڇھو پير جو.

(3)

جي تون هنيئڙا اڃيو تہ ون‍ءُ پيرنئون پيءُ،
ٻڪي ڏينديئي پاڄھ جي، جياريندئي جيءُ،
جني سندو ويءُ، مڱر مور نہ پيليو.

(4)

پانڌيئڙا پيرن جي، پيو پاسي اور،
توکي نيندا توڙ لنگھائي لطف سين.

(5)

توڙان طالب تنھنجي، آئون پڻ اھوئي،
تون صاحب سوئي، جنھن تي ٻول ٻھون ڪيا.

(6)

ميران پور جو مڱڻا ڏسين جي ڏاتار

توڙان طالبن جو صلح جو سينگار،
منجهان نور نبار، پکڙجي پيدا ٿيو.

(7)

ميران پور جا مڱڻا، ڏسين جي ڏيو،
سگهوئي سون ڪري، سينگاري سيهو
جانسين ٿا جيو تان رڙهندا انهي راھ تي.

(8)

پکڙجي پيدا ٿيو نوري منجهان نور،
ظاهر تون باطن تون، هادي منجهہ حضور،
پرين تنهنجو پور، واسنگيو وک ڪٽان.

(9)

نم نوراني پير جا، نمن وسي نور،
قلندر شاھ ڪرم سين، ڏي پريو پرپور،
تهان پرايو پور، وڻ بہ اچن واسيا.

(10)

صبحاڻي شاھ پيئيون، پوَيھُون ميران پور رات،
اٹندئي اکين سين، پسون پير پريات،
موچاري محبت سين، ڏياريندو ڏات،
جنگ سونهاري ذات، تو پياري پالوٹ سين.

(11)

پياريين پالوٽ سين، ميران پور جا مير،
لاٿئي اُڃ اکين سين، پوڄ پياري پير،
گهر انهن جي کير، جي آسائو ٿي آئيا.

(12)

ڪجو مهر مشتاق تي، داتا دستگير،
گهر ان جي کير، اڳي جن اوڙڪيو.

(13)

اڳي جن اوڙڪيو هاٿي پسو سي،
ساريو سوالين کي، ايو سڏ ڪري،
ويجون ڪين پري، ماڻڪ نيهو مڱڻا.

(14)

وڃ طالب طلب پئي، ڪامل پاس ڪهي،
جو هدايت هٿ ڪري، پياري پهي،
ڏيکاري راهہ سهي، جا پيغمبر پيدا ڪئي.

(15)

وڃ طالب طلب پئي، پکن ڏيئي پاهہ،
گوهر غريبن جو "صادق" آهي شاهہ،
ڏيکاري سا راهہ جا پيغبر پيدا ڪئي.

(16)

پيِرُ ولايت وترو پانڌي پير پس،

ڏيکاري راهہ رحمان جي، گوهر آڇي گس،
لڌو جاجڪ جس، لٿي چنتا چارڻين.

(17)

پير ولايت وترو پانڌي پير سڄاڻ،
لاهي جو لطف سين، غيرن جا گماڻ،
سو ڏياري ڏاڻ، جو طمعہ کي ترڪ ڪري.

(18)

پير منهنجو پاتشاهہ جو نَو ڪنڌ نمائي،
فريادون فقير جون، پيو عرض اونائي،
آسرو مون آهي، هادي حضرت شيخ جو.

(19)

سي سيئي شيخ ٿيا، جي پٽي لڪ لڳاءِ،
تن مريدن متو ناهہ ڪو، جي وڏا شيخ سنداءِ،
تون هادي هدايت جو، ڪر منهنجي ڪاءِ،
سي مون پلئہ پاءِ، جي صبح ڪيمر سڏڙا.

(20)

ڪي ڪني جا ڪارڻي، ڪي پڻ ڪني سندا،
اسين صوفي شاهہ جا، باالله لڳ بندا،
ميرا جي مندا، پير پراهي پانهنجا.

(21)

ڪي ڪنهين جا ڪارڻي، ڪي پڻ ڪنهين پر،
اسان ڪي صوفي شاهہ جو آهي وسيلو واهر،
ٽڪن ڪي ٽاهر، جهلو جهوڪ ڏٺين جو.

(22)

صورت ياڻ ۾ شيخ ڪي، آهي معنيٰ مڙوئي،
حق حقيقت جنهن ڪان، ٿئي ثابت سڀوئي،
اکيون اهوئي، پسندي پاڪ ٿيون.

(23)

صورت ناهي سپرين، اي تان اورانهين،
پيهي پرانهين، ڏسڻ ڪنان ڏس تون،

(24)

صورت ياڻ ۾ شيخ ڪي، جنهن جي مثل نہ مقابر،
آچي راهہ الله جي پيغمبراڻي پر،
وڻ ۽ دوستاڻي در "صادق" گهٽي صدق سان.

(25)

جي ڏسين منهن مرشد جو آڻي منجهہ اکين،
تہ ٻولي منجهان ٻين، سڻين سڏ صاحب جو.

(26)

جي پيهي ويا پاڻ ۾، منجهان منجهہ مرشيد،
تہ اکيون پسنئي عيد، اوسر چڙي اورهون.

(27)

سڻي سڏ شيخ جو مٺو مَ موٽاءِ،
اتي ئي اگهاءِ، تہ مان آهينئي مڱڻا.

(28)

سڻي سخن شيخ جو وسهي تون ويهہ،
تہ ڏاتار سندو ڏيهہ اندر تو اثبات ٿئي.

(29)

جي هيئنڙا تون اچيو تہ پلو اٿئي پر،
ويندي واٽڙين تي، تڏو پائنج ٿر،
قلندر شاهہ ڪرم سان، ڪندو نيڪ نظر،
داتا سندو در اٿ ئي پهر اکين ۾.

(30)

دلئون دستگير کي، جيڪو ڪري آهہ،
تنهين سندي پانهن، تو ڇڏائي ڇيهن ڪان،

(31)

دلئون دستگير کي، جيڪو ڪري سڏ،
تنهين سندا هڏ، تو اڪاري اوکي مان.

(32)

ڳڻن کهيو جندڙو اوڳڻ آهي ڪونہ،
جي تون ڪريين اونَ، تہ توري پڙين نہ اُن جي.

(33)

نالو سندو سڄڻين، مٿي محبوبن،
نبي نور سين، آدم کنان اڳي هو.

# صدائون

(1)

آءٌ جا لڳي پير پريان، آءٌ جا لڳڙي پيرَ پريان.
1. سونهارا مون سپرين، جي اجهو آهين مان،
2. مٿي مونن هٿڙا، آئون سگهر تنهن سران،
3. کوڙين پيرا، ڪعبي مٿان، صدقو ساهہ ڪريان.

(2)

هي جي آيا پانڌيڙا، پير ملا،
تن جون من مرادون پنيون، اچي پيئا پاڪ درا،
1. پسي پڙ پيرن جا، مٺهنجا ننهن سين نيڻ ٺريا،
2. پسي تن پيرن کي، مون تان سهجان سڏ ڪيا،
3. ساري تن پيرن کي، هي تان سرها سپ ٿيا.

(3)

ڪنديس آئون قربان، مٿان پرين جندڙو
1. توٽي ڪوني نہ سپرين، جي مان ڏئي نہ مان،
2. گولي آهيان ان جي کهڙو ڪريان شان،
3. سيئي ساز - سر ڪري، تالن هٿان تان،

4. "صادق" ڏسن سپرين، منهن ورائي مان.

(4)

جي مان پورھيت ڪن، پورھيت تي پاٽي پريان.
1. سر ڪريان سينهين، پيون ڏيئي ھن،
2. ساھ ڪريان صدقو ھوند گهوري مٿان تن،
3. ٿوري پڙان نہ ان جي، مون کي جياريو جن،
4. اھڙي حال ھلن جي، "صادق" سي سڏجن.

# سُر موکي

(1)

کين سٽيان کٿهين، جان پچيم پاساري،
مون کي سلي سڄٽين، ورهہ جي وائي،
اهڙا عطائي، ڪٽي ڪنهن ڪوڙ ويا.

(2)

موکي سندي مٽ تي، اپيڻ اڀءُ نہ آهہ،
جو جتن آهي جان جو، سو سانگ سسيءَ جو لاهہ،
اچج اگهورين جئين، مچڻ اچيئي ساءَ،
سارو چوءِ شراب جو، اگهہ اهوئي آهہ،
پيئڻ ڪارڻ پاءِ، تون ڪاتي ڪرت ڪپار ۾.

(3)

جني وڏو ڪرت ڪپار ۾، تن سانگو ڪيو نہ ساهہ،
سندي شوق شراب جي، رمي ڏنائون راهہ،
پيئندي ئي پُر ٿيا، ٻي چڏيائون آهہ،
ساقي جيئن صلاح، ٿي سر ڏنائون سٿَ ۾.

(4)

موکي پئي مامري، متارا ماري،
ڪالهہ اوريائون جن سين، سي اڄ نہ اوتاري،
سانپيڙا ساري، ڀڙهڪيو ٻاهر نڪري

(5)

ڪلاڙن ڪا وهي، اڄ نہ سري سٽ،
شيشن مٿي سون جا، هئا چڱيرا چٽ،
موڪي تنهنجا مِٽ، هيڪاندا ئي هلي ويا.

(6)

واسينگ ڪڍيو ويڙ جا، آيو وير وَهي،
ٻَئي هيٺ ٻاهہ ڪري، پياريائين پهي،
چوڪي ڳالهہ چئي، ماريائون مَتارن کي.

(7)

جي اٿئي سڪ سُرڪ جي، تہ ڪلارن ڏي ڳهہ،
سامهان سور "صادق" چئي، سري سندا سهہ،
لوچي سي لهہ، سر جن جا سٽ ۾.

(8)

جي اٿئي سڪ سرڪ جي، تہ وڃ ڪلارن کهي،
وٺي رکي وات تي، پرتان پئيج پهي،
رهج سور سهي، تہ سچو ٿئين "صادق" چئي.

(9)

موڪي مٽ اپٽيو ڪي ڪلارن ڳوڪ،
ماريائين متارن کي، جي محبتي ملوڪ،
پاڻ ڏنائون پڪ ۾، هئي هئي وهي تي هُوڪ،
"صادق" ان سلوڪ، ڪوڙيين ڪتا ڪيترا.

(10)

موکي منجهئين مٿ مان، ڪو جو ڪيف ڪڍيو
توري ترازوءَ سين، صورت منجھ سچيو
مٿيءَ جو مثل نہ جڙي، هو قطرو ڪوثر جو
مئي جو ملھ نہ ڪو سِر تان ڪاني ڪاڻ ۾

## صدائون

(1)

مونکي آيل امڙ پوءِ ماريندا ويڻ، پاڙيچيون پرين جا.

1. ڏيرن ڏمر من ۾ نڪو يائي پيڻ.
2. سمهان سک نہ جنڊڙي، ستي ويٽڙم سيڻ.
3. هڏ مڙيئي حل ٿيا، مري جهڙا ميڻ.

(2)

آرسيون اسور جو تن اکين ڪين ڪيو.

1. سورن بنا سپ ۾ ڏسن ڪين پيو.
2. سني مر مرن مامري، جن ستي ساٿ ويو.
3. رتو روئين پرينءَ کي، وڻ وڻ هيٺ وهو.
4. غافل ٿي غفلت ۾ تيون ڏکيءَ ڏوهہ ڏيو.
5. "صادق" رهيون سڪنديون، تن اهڙو پهہ پيو.

# سُر سسئي

(1)

ڪڻ پٽر پرينءَ جو ماءُ وهاڻو وار،
جيڪي ڏنوءِ ڏيج ۾ سو سيوئي سار،
ويچان تي وٽڪار مچڻ موٽڻ نہ ٿئي.

(2)

ڪڻ پٽر پرينءَ جو هت نہ هونداسون،
جيجل جوين ڏينهڙا، ڏکيا جالياسون،
آيل مٺان مون، وِرهَہ واٽون لائيون.

(3)

ڪڻ پٽر پرين جو هت نہ هوندياس،
پنهل کي چونڊياس، فريادون فراق جون.

(4)

ٻوليءَ ٻاروچن جي، وڏي وڏيس ماءُ،
اچي تي اوچتي، سانگين سين ساچاءُ،
جيجان جهل مَ پاءُ، هنيون هوت هٽي ويا.

(5)

ستيس ڪنهن سياڳ کي، ڏيئي اولاڻو اکين،
هاٿي هن پنيور ۾ گهمان خاطر ڪن،
اديون اوتيئڙن، هنئين سين هاڄو ڪيو.

(6)

لوڪ نهاريان نہ لهان، ٻاروچاڻي ذات،
جئين جئين ڪريان ماٺ، هينئڙو تيئن سور چري،

(7)

هتان هوت ويو هئي هئي حادثو
هيڏو قهر قلوب سين، ڪڏهن ڪو نہ ٿيو
ڪچاڙيان ڪيچ ويا، مون تان ڪين ڇيو
پاڻيهي پهہ پيو رضا راڻا سپرين.

(8)

سوڏيون سپرين جون، واڪا نہ وائي،
پينر پريم جندڙو سورن سامائي،
ور لئہ واجهائي، ماءُ مرنديس ڪڏهين.

(9)

سوڏي سپرين جي، خبر ناهہ ڪَرِي،
سورن سانگهيڙا ڪيا، ولين جيئن ورِي،
رائي منجهہ رڙي، ماءُ مرنديس ڪڏهين.

(10)

ڇُڪيس چور مَ ڪرهو منيس جهل مهار،
ساجن توهان ڏار، ڏنم ڏينهن قيام جو.

(11)

آهہ نہ سُڃي سُور جي، نڪا ڏک پچار،
ڪانهي تن تنوار، نينهن نماڻيون جي ڪيون.

(12)

هلو نهاريون هوت جون، پينر اوطاقون،
سُڪيون نہ سيڻن جون، ماڳن تان ماڳون،
نسوريائي نائڪون، سَڃي هليم سور جون.

(13)

جني ديکيو دل سين، پٽيءَ سي نہ پيون،
تہ پڻ تي ويون، جي پنهون پاڻ لڪايو.

(14)

اسان نماڻين جي، کهڙي پڇين ذات،
ڏينهن سڄوئي رات، مٿي ڪلهن اوئيون.

(15)

اڃان آهيم هيڪڙو ڏونگر توتي ڏک،
منهنجو پيڱو سک، تون ڇپر ڇوتا نہ ٿيين.

(16)

اِيي اوسڙ اس ۾ مُنڍِ مَر مَنهَہ ويهہ،
ٿو سي ئي سيڻ ڪيا، ڏور جَنين جو ڏيهہ،
تون نماڻي ننڍون ڪرين، پَٽيءَ پنڌ اڃيهہ،
پاڙي پاڙي پيهہ، وت پڇندي پهيڙا.

(17)

گھوريان سڪ، پنهور جا، مر لڪن جي لوڙ،
امڙ تو جي آڇيا ، سي ڪم نہ آيم ڪوڙ،
هنيين منهنجي هوڙ، ٻڌي ٻاروچن سين.

(18)

رڙهہ روحاني سسئي، مري جيءَ معذور،
قدم قريبن جو هيڪڙو سئين چوٽي پُر چُور،
سرتيون مونکي سور، پرينءَ گڏجي پوءِ ٿيا.

(19)

سنجهي ويا "صديق" چئي، پرهہ ڪٽي پير،
هٿي هٿي هٿڙا، اٿي آڏيءَ وير،
ڏکي ۽ سي ڏير، پرچي نہ ويا پاڻ ۾.

(20)

پنڌ ۾ پيرڙيون ٿي، ڪٽو پنهل جا پار،
جنين وچڙيا يار سي سمهنديون ڪيئن "صديق" چئي.

(21)

جتن ڏنس جان ۾ پَنڻ ۽ پَن،
سياڪو ۽ سگ، سسئي ناهہ "صديق" چئي.

(22)

جيئن جيئن گهنڊ پائين، تيئن تيئن سهڻا سپرين،
ڪوڙين يوسف ڪيترا، ايا ڪرنائين،
اهڙا ئي آهين، "صادق"، منهنجا سپرين.

(23)

"صادق" ڪنهن سچ پئين، جنهن ڇپر نہ آهہ ڇيهہ،
هلان تہ هلڻ نہ اچي، وهان تہ ڇون مَ ويهہ،
هي انهن جو ڏيهہ، جي ويا جلائي جان کي.

(24)

جو ڏيهہ ڏوٿين ڏوريو اُت پيري نہ پير،
تتي ڏينهن نہ رات کا، نڪا پئي مير،
هنئين اُتهين هير، لائي پاروچن سين.

(25)

ڇڏي هليم ڇپرين، هڪ اَکهين آسونهين،
تيئن دل اندر دونهين، پريم پاروچن جي.

(26)

هڪ جبل گهڻو جهاجهہ، پيو اُچا ڏونگر لڪ،

ٿيون مٿان شڪ، تہ ڀانيم اوٺي اھيئي،

(27)

ھوند نہ پيس مامري، جي امڙ نہ ڄائي،
جيئن تو سامائي، آءِ ڇُلي پيس ڇپرين.

(28)

ڏوريان گھٽو ڏونگرين، جيڪر ڪريان وَس،
پر امڙ منھنجا گس، جھوري واءُ جھونا ڪيا.

(29)

ھڪ جبل جاڏا اُڀريا، ٻيو جنگھل پوءِ جَھڪ،
اچن اڻ سونھين کي، شرڪ گھڻا ئي شڪ.
سي لنگھائيين لَڪ، ڪنھن سبب سان "صديق" چئي.

(30)

اکيون نہ پسن پرين کي، سي اوڏائي ڏُور،
پريون ڀٽن سور، معذوريون مُلڪ ۾.

(31)

ڀُٽي ۾ پروان ٿي، پن ڪٿو پار،
جني وڇڙيا يار، روئنديون سي رت ڦڙا.

(32)

ڪيئن ڪريان ڪڙھي ھنيون، گھوڙن ھيون گھر،
وري ڏيندس ور، ھوتن لاءِ ھڪڙو.

(33)

ساعت ساعت سور ، مون کي پل پل پور پيا،
هنئڙي منجهه هئا، ٻاهر ٻڏايم ڪينڪي.

(34)

هاڃي تنهنجي هنئي، جيئن هڄن گهوڙا ۽ اٺ،
مٿيءَ پيريو مٽ، "صادق" وسائي سر تي.

(35)

ٻاهر پاڻي پون، اندر ڇيري ڇپيون،
پرينءَ گڏي ڪبيون، ڦوڙاهي جون ڳالهڙيون.

(36)

مون ڀانيو مون ساڻ، ساعت نه ويندا سپرين،
مادرها مهربان، مون ويسليءَ وڃائيا.

(37)

سي ويري نه واهرو جي مون ڀانيان مٽ،
سورن سندي سٽ، پاٽان پاڙهي هليا.

(38)

سَڌَئي سين سرواڻن ڪئي، جتن اي زاري
ان پرپٽ پروڙيو ڪينڪي، ٻانيڻ تِي ٻاري
ووءِ ووءِ ڪيو وَسائي ٿي، واٺن سرِ وَاري
ڪانَ لڳس ڪارِي، سيڻن جا "صديق" چئي.

(39)

منڊا! جتيندا ڪيترو جي هلان ڳن
اوٺي انهي پار جون پنڌ پڇارون ڪن
سَسُئِي ڪي، "صديق" چئي، جاڳايو جتن
پيئر مانَ پرن، هن سوريتيءَ جا سپرين.

(40)

هاٺي تن هوتن ري، ڏوريان ڪو نه ڏُکُ
هُو هو سُڃي سُکُ، سو ويچاريءَ وڃائيو.

(41)

ڪڙهيو ڪڙهي پرينءَ ڪي، رڻ رَمي ۾ روءِ
سَسُئِي سانگ نه ڪوءِ، ڏير ڏوراٽا هليا.

(42)

پاڻ وڃائي پنڌَ ۾، هاٺي ڪا هَلي
"صديق" اِنَ سسئِي ڪي، ويا سُورَ سَلي
پيئر ڀاڳ ڀلي، مانَ ملان اوٺيين.

(43)

پاڻ وڃايم پنڌ ۾، تيس سُورن سان
پنهون اڇي پاڻ، ڏوري ڏِسُ ڏکيون.

(44)

جيئري جُدا ڪين، مُئي به تنهين ساڻ

پنھون تيس پاڻ، ڏوريان ڏوريان نہ لَھان.

(45)

جيئري جُدا ڪِينڪين،مُئي بہ تنھين گڏ
سُپَني ۾، "صديق" چئي، سُتي ڪري سڏ
اوڏي ڪريو اڏ، پاسي ڪريو نہ پرينئان.

(46)

نالو ڪٺي سسئِي، لڄائِي سيڻ
وِرهَہ ڪرين ويڻ، ماڳ نہ مرين ان ڪي.

(47)

اندر منھنجو ان ڪي، اجھاميو ھري
پسان، تان نہ پري، اوڏا آھن سُپرين.

(48)

پاروچاڻِي ذات جا، سَتم جي سُورَ
مادرا! سي مذڪورَ آءٌ ڪيئن اوريان عام سان.

(49)

سَھَنجِيون سپرين سين ڪر، جي اَھنجيون ڪن اوءِ
متان "صديق" پوءِ، رکن حرف حساب جو.

(50)

راتيون سسئِي، جيلان نہ جاڳِي
سَڃِيون نياڳي، ڪري ڪيچي ھليا.
تيلان

(51)

جاٽي چڏي هليا، هُيس جڏ نہ سجاڳ
تيلان ٿيو نياڳ، هن منهنجي حال تي.

(52)

ڪِران ڏونگر چوٽِيين، مران جي جهُران
پينر تان نہ پِران، جي چوُتا ٽيان چپرين.

(53)

پُريين، پڙاڏا ڪريين، توٽي ڏيين اُليرَ
تہ ڪوھ جاٽانِ ڪن جِي، تون ڪميٽِي ڪير
اُنِ پر انهان پيرَ، تون اوري ئِي آهون ڪريين.

## صدائون

(1)

روئي لاٽو مون، روئي لاٽو مون، اي جان ڏُک نہ ڏونگرين
1. اچا پاهڻَ پري ٽيا، تان ڏاڍِڙي لڳيس يُون
2. هَنجنِ ڪٽي هَري ڪئي، الا ڪيچان اوري پون
3. ڪميٽي ڪيچين ڪي، الا رَب ميڙيندا مون
4. سندو جيئڻ آسرو الا مَنانِ لاٽو مون.

(2)

ڪو ڏوٽيا! ڏس ڏھو ھوادا! مون پرانهين وو پنڌ جو
1. آءُ اسونهين آهيان، وو ستي سات ويو
2. پانڌي ڪٽان نہ پنڌسين، او مون سين سُور سِهو

3. اجـــان پُرنـــديس پٽيـــين، او وٺـــي نينـــهَ نِهـــو،
4. "صـــديق" ســـونهان آڳَ ۾، او مـــون ســين پَـــتِ پهـــو.

(3)

پـــوري اَمـــڙ مـــائي، مـــون ســين مَرڪـــر ويهـــڻ وائـــي،
پاڻـــان پَلـــي پـــري ڪـــان، ڪهـــڙي ڪـــريين ســڳائي،
1. مـــون تـــه نمـــاڻيءَ ســان تـــوڪِجـــڻ ڪپـــت لائـــي،
2. ڏيـــل جـــنهن جـــو ڏکيـــو، رهيـــا سُـــور ســـمائي،
3. هئـــي سِـــڪ ســـڄڻ جـــبي، رنـــدن رلائـــي،
4. "صـــديق" طعنـــي تـــن جـــي، هـــاري هلائـــي.

(4)

اجـــان اي ڏونگـــر ڏس ڏينـــدا، جيـــڏيون منهنجـــي درد جـــو
1. ڏونگـــر هِـــن ڏکـــيءَ ســين، ڏکـــن يـــائي ٽينـــدا،
2. ڪنيـــو پـــار پنهـــونءَ جـــا، مـــون ســين رنـــدن ۾ روئينـــدا،
3. مـــون مئـــي مٿـــي سُـــپرين، آريچـــا اينـــدا،
4. اڳ نـــه چـــڏيائون ڪـــنهن کـــي، مـــون کـــي ڪيـــئن چڏينـــدا،
5. منجهـــان مهـــر مـــريض کـــي، "صـــديق" ســـي ســـڏيندا.

(5)

ڪرهـــل ڪيـــم ڪـــڏايو هـــو ڏيـــرا ڪرهـــل ڪيـــم ڪـــڏايو
1. آءُ پيـــادي، پنـــڌ گهڻـــو مـــون ڏي واڳ ورايـــو
2. ڏُکـــي چـــڏيو مَ ڏونگـــرين، نيئـــي محـــب ملايـــو
3. نياپـــا نينـــه گاڏئـــان، پُنهـــل کـــي پهچـــايو
4. چُڪـــي چـــاڙهيڪن ۾، رنـــدن ڪـــيم رُلايـــو.

5. آهيو "صديق" سُپرين، هي مانَ لڪ لنگهايو.

(6)

او ڏونگر ڏنئي ڏک، ڏنئي ڏک، او اسان آسونهين کي،

1. گونگن گس وڃايئي، ٻي لڳايئي لُک،
2. جبل جاڏايون تنهنجون، سيئي ڀانيم سُک،
3. جيئن تون پير تر هٽين، تيئن تان وڏي وک،
4. "صديق" سڪان سڄڻين، ٻي ساريان اُڃ نہ بک.

(7)

ڀانهي ڀاروچن جي آهيان، اهڙي منهنجي ذات،

1. هلان هٿان ان جي، اُهي آهن سات،
2. نہ هڙ نہ هنج کي، نہ مون هئو هات،
3. چونم تيئن چُئان، اي پڙ اُن جي بات،
4. جي اڳهون عدم آهيان، ناهم وائي وات،
5. پورهئي کئي نہ پڙان، ڏينہ سڄوئي رات،
6. "صديق" رهن سپرين، جي مَري تيين مات.

(8)

اوٺي آڳاهان ويا، ڏونگر چڙهي ڏير

1. سورن پريو جندڙو، تازا ٻيئي پير،
2. اڇنم جوش جتن جا، پتو پتين پير،
3. ڏکن گڏي آهيان، سونهان تيا نہ سير،
4. اُلهي اوندا هو تيو آيل تي آوير،
5. "صديق" سهسين سِڪي ويا، تون نماڻي کير.

(9)

اوتـــي آهـــين اوڏڙا، ڏنگـــر يـــانءِ مَرڏور

1. ســاتي ڏينــدءِ سَــڏڙا، منجهـــي تـــيءُ مَرملـــور،

2. "انّ مــع العســر يســراً" متــان مــوٽين مُــور،

3. دانهــون جــان ڪــي درد جــون، "صــديق" رهه صـبور.

(10)

مرمــران تــان گهــوري، انهــي ســورن ڪــان ســرتيون

1. هنئــڙي هــور نـــه لهـــي، جــيءَ اســان جــي جهــوري،

2. پوليــون پيــون وتريــون، برنهاريــان پــوري،

3. واٽــون ور پچايــان، ڪرتــرن جــاتوري،

4. "صــادق" ڪــري ســڏڙا، جيــئن چپــر ۾ چــوري،

(11)

مــون وٽ مــانَ اچــن، جــن لئــه آءُ پئــي لچــان،

1. ڳجهيــون ڳــالهيون پــرينِ جــون، ڪهــان ڪيــئن ڪچــن،

ڪڙهيــون قنــديلن جيــئن، پــردي منجهـــه پچــن،

اصــل ڪئــون آيــا، "صــادق" ســور ســچن.

(12)

ڳـالهيون ڳهلـي لـوڪ، ڪيـئن پروڙيـون پـرينءَ جـون،

1. مـاٺهن ليڪـي مهٽـون، اسـان ليڪـي ٽـوڪ،

2. سـرن سـانوڻ لائيـا، مـون مـن انـدر مـوڪ،

3. روح منجهـه رهـاڻ آهـي، جانـب سـندي جهـوڪ،

4. "صـادق" انهـيءَ سـوز ۾، سـڙي ٽئڙو سـوڪ.

(13)

اچـــي كـــر لهـــيج، ســـاجن، ســـورن آءُ مـــاري،

1. ســورن مــاري جــي مــران، تــان مــون ڏوهــہ مَر ڏيــج،

2. لڳـــين لائـــي هتـــڙا، دارون دوســـت كـــريج،

3. جــي تــون پيــرو نـــہ كيــو تـــہ مــون مٿــي سـٽيج،

4. كيچـــان واري كرهـــو "صـــادق" ســـارلهيج.

(14)

مــون كــي مهٽــا ڏينــدي مــاءُ، ور وســاري كيــئن وهــان،

1. جيــڏيون ســـڱ پـــارڻ، كـــيچ هلنـــدي كاهـــ،

2. اوكـــي ويـــل اســـان ســـان، پـــيڻ نـــہ هلـــي پـــاءُ،

3. ســـومون ســـيباٽو ســـر تيون، كـــيچن لڳـــي واءُ،

4. "صـــادق" كـــي ســـرير ۾، انـــدر آلا گهـــاءُ.

(15)

كرهـــل واريـــان كيـــئن، جيـــڏيون واڳ نـــہ منهنجـــي وس،

1. اوٺـــي اُٺ نـــہ جهلٽـــا، تـــوڙي پـــون ميـــنهن،

2. پيـــرين آءُ نـــہ پهڇـــي، نيـــر كئـــڙس نيـــنهن،

3. لُكـــان لڳـــن كوســـيون، ڏاڍا تـــپن ڏيـــنهن،

4. "صـــادق" ســـاعتون ســـور تيـــون، ڏيـــنهن كٽبـــا كيـــئن.

(16)

هـــو پـــڻ تئـــڙم ڏور، هـــي پـــڻ ويـــڙا نكـــري،

1. ويتـــي واٽ نهاريـــان، آيـــل اينـــدا اســـور،

2. پٽـــي چڙهنـــديس چـــوٽئين، ســـندي پـــرين پـــور،

3. مـــاءُ مرنـــدس كـــڏهن، ســـنڌي "صـــادق" ســـور.

(17)

چـــو تـــو ڏونگـــر ڏئـــين ڏک، اســـان اڻ ســـونهن كـــي،
1. جـــان مـــون پيـــر ڦٽئـــين، تـــان مـــون وڏي وک،
2. جبـــل جـــاڏايون تنهنجـــون، ســـاريان ســـيئي ســـک،
3. هـــو كوســـا لڳـــن ككـــرا، ڀـــي جـــا لائيـــي لُـــک،
4. "صـــادق" ســـكي ســـڄين، ڀـــي ســـاري اج نـــہ بـــک.

(18)

كو ڏوٽيا ڏس ڏئي مون پراهين پنڌ جو،
1. آءُ اڻ سونهين آهيان، ستي ساٿ وئو
2. پانڌي گهڻا پنڌ سان، مون سان سور سِهو
3. اڃا پُرينديس پٽئين، وٺي نينهن نهو
4. "صادق" سهان اگ ۾ مونسان پب پهو.

(19)

تنهنجي بهانن آءُ ماري، كهڙا ڏوهہ ڏونگر كي،
1. ڳجهو چائين پڌرو آهين، توكي سڌ ساري،
2. هٿين سڄيو ماٿهين، كان لڳائي كاري،
3. اول تون آخر تون، هينئر بہ تو واري،
4. "صادق" كي كرين سامهان كهڙا كر كاري،

(20)

پلو ڏونگر پلو جبل، تيڙم ڏير سَبَر،
1. هو جي اڳ چيا اوئئين، سي مون آيا بر،

2. هڪ آڏو ڦرين اوٺين، ٻيا ونگا سنڌئي وَر.
3. اڏامي اوڏهين وڃان، جيڪر هونم پَر.
4. "صادق"، سُڪو ڪين سور ۾، سڪي وٺڙا سَر.

(21)

آئين ڪا ڳالهہ ڪريو، جيڏيون مون دوستن جي،
1. ارواح اڱارن جيئن، پيرا ٻئي تي پريو
2. اسان اڻ سونهن سان، ٻہ تي پير پريو
3. مون واجهائيندي سرتيون، ور تان ڪين وريو
4. "صادق"، هن سسئيءَ ڪي، ڪو جو سور سريو.

(22)

سور سوڪڙيون تي آيا، جيڏيون منهنجي جيءَ جا،
1. پرديس پنن بکيا، گهر گهر گهمن گهايا،
2. مون گهُريا تو نہ ڏنا، هوتن جي هلايا،
3. ڀهون ڀين وترا، ڏنئي، "صادق" سور سوايا.

(23)

پري پکا سندان، اديون ٻڙي جيڏيون،
1. سنم شهر ڀنڀور جا، مهڻا وجهہ مدان،
2. پٺي لائي هليا، هو جي سيڻ سندان،
3. لکين ٻانهيون ٻروچ جون، سهسين "صادق" ٻندان.

(24)

اوٺي اڳاهان وٺڙا، ڏونگر چڙهي ڏيرا،
1. سج لهي سانجهي تي، تين آيل! اويرا،

2. سورن ماريو جندڙو تازا پسي پيرا.
3. اچن جونش جتن جا، پتئين پتئين پيرا.
4. "صادق" تن سجڻن سان، تو نماڻي کيرا.

(25)

ڳالهيون ڳڻ ڳارين مون مارين، جانب جت بلوچ جون ،
1. پيون جن کي پرين ري ، ساعتون سي سارين
2. وجهيو مهارون مَيَن کي ، ڪرها قطارين
3. آڻيو آب اکين مان ، هئي هئي ڪيو هارين
4. "صادق " سهنج سيڻن جا ، جڏڙو جي جيارين

(26)

مونکي مارين اُهي ئي ڳالهڙيون،هوتن هلندي جي ڪيون،
1. اسان پرين جي وچ ۾ ، آهن اکڙيون عشق دلالڙيون.
2. ڪڏهن اسان جي اڱڻ تي ايندا ،آءُ ويٺي پايان ڦالڙيون.
3. ان وٽ هيڙيون ، مون سان نہ ڪيڙيون ، اهي پري هٽي ويا پالڙيون
4.ڪيف ڪکوريون قرب جي قابو هو جي رات رتيون رنگ لالڙيون،
5. "صادق " سورن گهايون گهورن، آهن عشق جون اهڙيون چالڙيون،

(27)

ٻي نہ ڪريو مون وٽ ،الا ، ٻولي ٻاروچل ري
1. ڏسي ڏير جو هليا، ڪا جا مون ۾ گهٽ.
2. ڏاڏي ذات جتن جي، پير نہ لڳڙو پٽ.

3. وڃي واڪا جا ڪنديءَ سسئي سورن سٺ.
4. "صادق" انهيءَ سورن ڪيءَ سڪن ساڻ نہ مٺ.

(28)

مٺي ڪي چو ٿا ماريو منهنجا سائين مون نہ وساريو.
1. رڻ جهڻ اوهان جي روح ۾ تان ڪي توڏ تنواريو.
2. چوڪون ڏيئي چٽ ۾ ڏکي ڪوھ ٿا ڏاريو.
3. مُٺي جي ماتام تيءَ واڳ وٺي ور واريو.
4. اڱڻ اسان جي ولڙيءَ چانگن ڪي نيئي چاريو.
5. سڪي ساري سپرين، آن ڪي "صادق" ساريو.

(29)

ڪنديس آءٌ قربان، مٺان پرين جندڙو.
1. توڙي ڪوٺين نہ سپرين، جي مون ڏين نہ مان.
2. گولي آهيان ان جيءَ کهڙو ڪريان شان.
3. سيئي ساز سر ڪريءَ هوند تالن هٽان تان.
4. "صادق" ڏسن سپرين، منهن ورائي مان.

# سُر سارنگ

(1)

سارنگ سنبھي آيو ڪوڪ ڪري ڪڙڪو
سونون سنگھاريون ٿيون، پسي ٺڙيءِ جو ٺڙڪو
جو پرين جو پڙڪو سو واءُ وڄڙينن کان وترو.

(2)

سارنگ سنبھي آيو جھڙ لائي جھاتي،
لفظ سين "لا" جي ڪفر ڇڏيائين ڪاٽي،
جا برھہ جي آٽي، سا واءُ وڄن کان وتري،

(3)

اڄ پڻ اتر پار ڏي، اکيون ڪن ڪرين،
ھئي ھئي حبيبن جا، سور سنيھڙا ڏين،
جوري جين جپين، سي مانَ ملنم سپرين،

(4)

اتران تي آئيون، پسي پاپوھي پٽَ،
ڪي ڦھڪيون ٻيلي تي، ڪي ڏريون متي ڏٽ،
موٽي "ميرانپور" تي، ساري ڏنائون سٽ،
واھيين وينا وٽ، جيئن ملڪ سڀ معمور ٿيو.

(5)

جھانُ جھانُ ڪري جھميون، اوھيرن اچي،
اکين آگم لائيا، پرين لاءِ پچي،
جن ڏي ھيم سڪ سچي، سي اٿي ويا اکري

(6)

وٺو مينھن وڏڦڙو، جھانُ جھانُ ڪري جھڪور،
موچاري ملير ۾، مينھون ٽلن مور،
ھادي لاٿا ھور، ولھارن وس ٿي.

(7)

گھٽا گھاريا ڏينھڙا، اوسر اسان ساڻ،
دوستن دلاسو ڪيو، پرين اچي پاڻ،
ريلن منجھ رھاڻ، اُٿي ڪنديس ان سين.

(8)

سجڻ جنھن وڇوڙيا، تنھن اوسر پنا ڏينھن،
پرين پيھي آئيا، مندن وٺا مينھن،
ڏولائي جا ڏينھن، واحد سڀ وساريا.

(9)

گھر جھونو جھڙ گھٽو تُوڙي قوت نہ ڪانڌ،
پال پراٽو پڪڙو ڪري واءِ وٽاند،
پرين ڏيئي پاند، ڍوليا مون کي ڍڪئين.

(10)

سڄڻ اڳيئي سھڻا، پيو ڪجل پنن نيڻ،
تيئن رهيا روح ۾، جيئن ماڪي اندر ميڻ،
جي اهڙا سوڌا سيڻ، سي مر اوڏا هُوَن اڪئين.

(11)

سڄڻ اڳيئي سھڻا، پيو ويتر ڪيائون ويس،
منهن ڳوري چنڊ جيئن، ڪارا پرينءِ ڪيس،
جي هينئڙي منجھ هميش، سي مر اوڏا هَون اکين کي.

(12)

سڄڻ اڳيئي سھڻا، پيو پهريائون پٽ،
نماڻان نيڻ ڪٽي، گهائي چڙهيم گهٽ،
جن جو ملھ نہ مٽ، سي مر اوڏا هون اکين کي.

(13)

سارنگ سڪي وڄ کي، وڄ وري منجھ پاڻ،
اوهيرا اکين ۾ تن اهائي تاڻ،
وري اِن وٽاڻ، مانَ ملنم سپرين.

(14)

سارنگ سڪي وڄ کي، وڄ وري منجھ نانھ،
مارو هليا ملڪ تي، اڄ ڇڏيائون آنھ،
دل اندر جا دانھ، سا ڪوڪ سڻايان ڪن کي.

(15)

سارنگ سڪي وڄ ڪي، وڄ وراڪي پٽ،
"صادق" سونهن سڄڻ جي، تنهن جو ملهه نه مٽ،
آءُ پرين! مون وٽ، اوسر اوسيئڙو لهي.

(16)

سحري سنبهي آئيون، سارنگ ڪيو سامان،
وڄ ڪڙڪو اُڀ ۾، ڪاري لڳي ڪان،
وسڻ ڪيو ويران، سو پسڻ ڪنان پري ٿيو.

(17)

منڊائتي مينهن ڪي، سحريون سڏ ڪرين،
آٽيو اوڏا ڏين، سنيهڙا سيٽن جا.

(18)

سحري چڙهيون سامهون، پرين جي پارا،
آئي منڊ مينهن جي، وڄن ڪيا وارا،
ڏيان اڪين اوتارا، جي "صادق" ملن سپرين.

(19)

اڪين آگم لائيا، رت جيئن رنائون،
لوڪان لڪي ڪيتريون، دل ڪيون دانهون،
لڄائي آئون، جڏهن پڌر وڏائون پرينٽون.

(20)

جيئن ڪامڻ ڪري ڪانڌ کي، تيئن مينهون گهرن مينهن،
عاشق کي الله اڪبر، هينين راتو ڏينهن،
تيئن سيڻن سندو نينهن، مون جهليو پليو نہ رهي.

(21)

وسن ڪين وسان، اکيون منجهہ خمار،
در در دائم ٿئي، تاڙي جيئن تنوار،
مانَ ملن يار، "صادق" سڪندين کي

# صدائون

(1)

پکو پرين ساڻ، اي ماءُ! سونهي سانوڻ ڏينهن.
1. آهيم عجيبن سين، راتو ڏينهہ رهاڻ،
2. گهوري هيس جن جي، سي پرايم پاڻ،
3. اٿي ڪنديس ان سين، ريلن منجهہ رهاڻ.

(2)

آهي اي اسرار اي ماءُ! پسڻ مون پرين جو
1. هجي رهہ حيرت ۾، ڪريين جيئن نہ قرار
2. "نَفَخْتُ فِيهِ مِن رُّوحِي"، ايو اي قرار
3. تو منجهہ ساهہ سڄڻ جو ستا لهج سار
4. وڃون ويل سيڪهين، چمڪن ٿيون چوڏار

5. اندر جهڙ جهور وهي، تاڙي جي تنوار،
6. هئڻ ناهي هن جو هو نہ هنهون ڏار،
7. "صادق" انهيءَ سور ۾ نيڻين ٽمن نار

(3)

ڏسڻ ۾ تي ڏينهن، اي ميان! هي وڻ هتي جا،
1. سدا نہ هوندا ساهہ سان، ميڙائي جا مينهن،
2. ريلن ۾ رڙ پئي، تي هڪل سچي شينهن،
3. اتي اور الله سان، ستو آهين ڪيئن،
4. "صادق" آهين ساعت ڪا، نيئي نباهج نينهن.

(4)

سرتيون ڪريو سينگار، جانب آيو جوءِ ۾،
1. هارن هر ڪڙا ڪيا، تاڙي ڪئي تنوار،
2. وڻ ٽڻ ولن ڇانئيان، لٿو ڏيهہ ڏڪار،
3. چڙپڙ چڙن لائي، جهڙ ڦڙ جهڙ جهونگار،
4. "صادق" مليو سڄڻين، جي سڪيون سڀ چمار.

# سُر سورٺ

(1)

هلي در حبيب جي، چلي چورج چنگ،
جهٽڪج تيئن جهانءِ ڪري، جيئن سارنگي سنگ،
راڳ تمهاري رنگ، معلوم ٿئي ملوڪ کي.

(2)

محل آيو منگتو اڄان هلي هير،
چوري ساز سر ڪري، ڪڍي تند تنبير،
وڇوڙي جي وير، وڄهنديئي واٽ ٿيو.

(3)

تن جو سر اُڀيو ڪين جو تندون چون،
تن ڏايون، ٻايون، ٻانهيون، رت سيپيئي رون،
امر جو الله جو تنهن جا پهه اڇيو پون،
سي ڪيئن هِتي هُون، جن کي هُتي جو سڏ ٿيو.

(4)

وَحدہٗ لا شريڪَ لہٗ اي تندن جو تانُ،
ڪينهين پيو ڪماچ ۾ سيوئي سبحان،
تنهن پنانڊر ڏان، سر ڪڇاڙو سچيان.

(5)

مٿي ڪارڻ آيو در مگڻو دري،
ساز ڪيائين سوارو پوئين رات پرَي،

(15)

پوئين رات پرڀات جو جا چارڻ ڪئي چانگار،
ڏائي دروازي ڪوٽ جي، چوري تند تنوار،
مڱي نہ مڱڻهار، وٺي نہ سِرُ "صديق" چئي.

(16)

پوئين رات پرڀات جو ، ڪڙڪو پيو منجھہ ڪوٽ،
چارڻ تندون چوريون، چڙهي متي چوٽ،
گهايا گهڻا گهوٽ، سڻندي سِرُ "صديق" چئي.

(17)

ڪنجهيون نہ ڪينرا، اهي هاتفي هل،
متا ڪن ٿا مل، صوفين جا "صديق" چئي.

(18)

ڪنجهيون نہ ڪينرا، هي هنگاما هوءِ،
اچي ٿيو روبروءِ، صبوح جو "صديق" چئي.

(19)

الله جي آس ڪري، چارڻ چوريو چنگ،
مرون جي جهنگل جا، ڪن رهاڻيون رنگ،
ٻيجل سندو ٻنگ، خاوند خالي نہ ڪري

(20)

سورٺ مُئي، سڪ ٿيو خيما ڪنيا ڪنگهار
تنهان پوءِ مڱڻهار تي سِر ڏنو ڏاتار ڪي.

(21)

سو مالڪ، سو مڱڻو سو راجا سو راءُ،
سوئي ڪنجهي، سو ڪينرو سو واڇٽ، سو واءُ،
سوئي ريجهي، سوئي ٻوجهي، سوئي ساڻ صلاح،
اِن پَرِ پاڻ الله، وڃيو ٿي وجود ۾.

(22)

ڪڏي تندون ٽِڪ مان، ٻيجل ٻُرايون،
سودا چڙهي سوڪي، ٿو وڻ ڪري وايون،
روئن ٽيون راءِ ڏياچ ڪي، ٻانهيون ۽ ٻايون،
جي متي ڳڙهہ ڳايون، تن سين جاجڪ پاڻ جلي ويو.

## صدائون

(1)

اي هو عجب تکي تار، تکي تار

1. ڪوڙيين ڳتي ڪيترا، سهسين سورهہ دار سورهہ دار.
2. ولي ۽ واصل گهڻو جي عاقل عقلدار، عاقل عقلدار
3. اناالحق اتي ئي ڪٿهين، تون تون ڪئي تنوار ڪئي تنوار
4. جيئن بازيگر بازيءَ ۾ پڌرا ڪري پار، ڪري پار
5. ڪهي جياري پنهنجو جي هوئيس ٻالڪ ٻار ٻالڪ ٻار
6. تيئن عاشق اهوئي اڳيون، ٿو ڳسي وارو وار وارو وار
7. سڀ تي "صادق" هيڪڙو تو ڪنو ڪهڻهار ڪهڻهار

# سُر کيڏارو

(1)

چڙھيا شاھ حسين سين، مرد متارا مير،
واڳيا سي ويرئين، تکيو ھٽن تير،
ڦريا تان نہ فقير، امر منجھ اِيي ويا.

(2)

حَسن مير حَسين جي، جنگ سئي سين،
چوڏس رُک چمڪيو، متي ملوڪن،
وَڏنکا ويرين سامھان، ھاڪاريو ھٽن،
مانجھي تان نہ مڙن، جانُ جانُ رڻ نہ رڱيو.

(3)

رڻ متو راڙو ٿيو رئي نہ ڏسجي سج،
مرد مرندا اڄ، جوين پاند جھرڪيو.

(4)

پاڳ ڦڙکو جو ھٽي، ڪٽاريءَ جُھوڙو
تنھن ور ڏيان ٻانھڙي، مر رچي چوڙو
سائُو سو پورو پکن منجھان جو پري

(5)

مر مرين آءٌ روئين، تون موٽي ڪانڌ مَر آءٌ،
اڳي ھئي چانو تنھنجي، اُس قبولي مان،

آءُ پڻ ٻين سان، پورهيو ڪري پرنديءِ

(6)

ماءُ هماري ڪنت جي، اڙين سر اوطاق،
تنهن کي منهن ۾ مصرين جا سدا چڪن چاڪ،
جيئڻ جن فراق، مرڻ تن مشاهدو.

(7)

دلدل آيو سڪڻو ڏوران ڏنائون،
ٻيٻيءَ کي ٻيبان ۾، اچي خبر ڏنائون،
چئي: شير شهادت رسيا، پڙ لهي لائون،
ميجي رضائون، داخل ٿيا دين ۾.

(8)

هڻ ڏاهي هڻ جيٽي، هڻ، هٽندن سوپ،
جني چڏيو لوپ، رڻ تني جو ڪوڏيو.

(9)

نائي جو نفس کي، سورهہ آهي سو،
ڪلي وير نہ ڪاهڻو چئي اُو نہ چوءِ،
مانجهي ماري توءِ، تحمل جي تيغ سان.

(10)

وڙهيا واڳيا واپريا، سي صوفي شير،
واڳڻ وڏي آئيا، مانجهي مل متير،

مسافر ميدان ۾، چڙهيا گهٽا چڳير،
پڙ ۾ ڪوڙي پير، سر ڏنائون صدقا.

(11)

ماءُ چيو پٽ کي، آءُ نہ تنهنجي ماءُ،
جت سيلهن سڙهہ وهي، ات وک وڌندي پاءُ،
آءُ پڻ ٻين گهاءُ، پورهيو ڪنديس پاڻ لئي.

(12)

گهائي گهوڙو گهوٽ جو رَتَ ۾ رتائون،
آٽي آل رسول جا، رڻ ۾ ڪٽائون،
مفت مٽائون، بيبيءَ کي بيبان ۾.

(13)

خالي گهوڙو گهوٽ جو هليو ڏانهن حرمن،
جهنڊا جهُلي آئيا، مٿي سر مردن،
شاهہ ويرين ويڙهيو، پالا ٽا پڙڪن،
ڪٽا ٽا ڪُهن، عملو مير حسين جو.

(14)

ڪاهيائون ڪربلا ڏي، گهڙيا منجهہ گهمسان،
آيا اوهيرا ڪري، ٿهري وتا ڪانَ،
گوڙيون گرزن ڪيون، نينهن ڪوڙيائون نيشان،
ڏاڍو امر الله جو ڪنهن جي چلي ڪان.

اتي سامهان ٿيا سلطان، سر ڏنائون صدقو.

(15)

ڪاهيائون ڪربلا ڏي، گهڙيا مانجهي گهوٽ،
اچي ويرين ويڙهيا، ڪوفين ھڏا ڪوٽ،
پالن پڙڪارا ڪيا، چڙهيا نيزن چوٽ،
هئا اُمت جي اوٽ، شير شهادت رسيا.

(16)

وڙهيا واڳيا واپريا، اٽل اٿيارا،
اچي انبارن تي، ويرين ڪيا وارا،
تيلهان ويا نڪري، جيلهان هئا ٻه پارا،
انهيءَ پر اُتارا، ڪيا پرڏيهين پڙ ۾.

(17)

وڙهيا واڳيا واپريا، جهيڙي جهوڪ ڏٺي،
امر ساڻ الله جي، اونچي ڪيائون اٿي،
رضا جا رحمان جي، سا واحد ڪي وٺي،
ڪاهوڙي ڪٽي، ويا گذاري ڏينهڙا.

(18)

آٽي ڪربلا ۾ خيما ڪوڙيائون،
ڏسي رضا رب جي، منهن نہ موڙيائون،
لال لهي لاٿون، ٿيا مسافر ميدان ۾.

(19)

مسافر ميدان ۾ واڪو وهي ووءِ
تہ تخت هت تاراج ٿيو اِيي بيبي روءِ
مير مديني جا ڏٺي، لڏي هليا لوءِ
آهون عالم تي ڪيون، رت سيڪو روءِ
تنهان ٿيو پوءِ، ماتم سڀ ملڪ ۾

# صدائون

(1)

هلي ڏسي ڪو رنگ، ڏسي رنگ مردن جو ميدان ۾
1. جهڙ ۾ جهونجهارن جا، واه واه ٻيرن رتا ٻنگ،
2. هٽي ڪنڌ ٻٽيون، واه واه لال رتائون لُنگ،
3. مانجهي مرڻ من ۾، واه واه اُيا گهُرن رُنگ

(2)

مور نہ سڪڙيون، سدا آليون اکڙيون،
1. پر ۾ پسن پرين کي، او لوڪان لڪڙيون،
2. اوسيئڙي اوجاڳيون، او سڄڻ سڪڙيون،
3. ڏين طهورا تڙ تان، او تڪيو تڪڙيون،
4. تان پڇن نہ تن جون، او هڏهين هڪڙيون،
5. "صادق" وَهن سور ڪان، او هي نينهن نڪڙيون،

(3)

پنا جوين ڏينهن، ڇڏ آسانيا اڳيان،

1. اي واه واه طعنا جهل م تيئن، ڇڏ آسانيا اڳيان،
2. هردم ڪاھہ قلعي ڏي، واه واه هلي مرج هيئن،
3. رؤنشو رڪ وهي رڻ ۾، واه واه ڄيري ڄيي جيئن،
4. مانجهي مڙيا مڇ تي، واه واه ڪانئر اچن ڪيئن،
5. مرڻا اڳي مر تون، واه واه اُيو آڇ مَ ايئن،
6. "صادق" سوري سامهان، واه واه چڙهيا نيزي نينهن.

(4)

جو تو ڳُنو ڪلهہ، آءٔ اهوئي آهيان،

مون ڪي کهي ڪاتئين، واه واه منهنجي لاٿئي ڪَلَ،
مون ڪي چاڙهيو سوري تي، واه واه سامهان ڪيئي سَلَ،
ڪڏهن ڪرڻ ڪپار ۾، واه واه ڪڏهن جيئري جَلَ،
ڳجهو ڪانيئي منهن ۾، واه واه پڌري ڪيئي پَلَ،
سَرَ وڍايئي "صادقين"، واه واه هُو جي مانجهي مَلَ.

# سُر سوزڙو

(1)

ڪڙڪو ڪربلا ۾ پوئين پھر پيو
سورھہ سڄي رات ۾ قتل تي ڪيو
اُپري سج ويو سائوئن تان شھود جو.

(2)

ڪربلا ۾ ڪوڪ تي، ھٽو ۽ ھٽو
اچي اڪبر جنگ ۾ منجھئين منجھ مرو
"صادق" ٻڌو سندرو امر منجھ اڙو
واڳيا تي وٺو سائوئن جي سردار ڪي.

(3)

ڪانڌ ڪڪورئين ڪُپرِھين، وَرُ وناھيو روءِ
پرين ڪنان پوءِ، متان ڏِڪ نہ چڙھين گھوڙيا.

(4)

سورھہ جاون ڦر آون، ھينھين نہ ھونڌياءِ
سِسي پٽ پونڌياءِ، نونڌ نچندي ڪڏھين.

# سُر شينهن ڪيڏارو

(1)

ٿري چوٿيءِ ٿَرِي موٽيءِ، ڪيهر موٽو پاڻ،
گجي تہ گينور هٽي، ڀيا مرون سڀ آساڻ،
پس پاڀوهي پڙ ۾، اپو ڪنهن اهڃاڻ،
ڪيسر ڪره ڪپار ۾، پير نہ موڙي پاڻ،
هاٿي همت ساڻ، تو پڇاڙيو پرزا ڪري.

(2)

گرڙ مري غذا ڪي، ماريو هاٿي ڪاءِ،
سمرٿ ڇهنج سمنڊ ۾، ٻي ڪٿهين نہ جاءِ،
جت پڪال پاءِ، اتي مجال ناهہ مِرن جي.

(3)

وڇوڙيو واگهہ هٽي، ڀڳا نہ ڀارَي،
وسن جي ويڙين ۾، مرون سي مارَي،
اپو پر پارَي، ڪار پنهنجي ڳُر جي.

(4)

وڇوڙيو واگهہ هٽي، ڀڳا نہ پيري،
ڪيسر سي ڪيري، جي گهر گينور گرجيا.

Scanned with CamScanner

(5)

جي ڪيسر ڪاوڙيو تہ هاٿي پيچي هڏ،
ايو ڪري سڏ، تہ ڪو اچي آرڻ ابهي.

(6)

آرڻ مٿي آڪرو تو گجي گوڙيون ڏي،
ڏائو تہ ڪِريا ڪري، بکيو پاپوهي،
سائي جوءِ سچي، جت سيلن جي سَرّهہ وهي.

(7)

اُٺئي تہ آڪرو جي ڪمي تہ ڪانڌ،
هٽي گنيرَ هٿ سين، رهي تہ راڳڻ راند،
سامهون سيلن پاند، پاپوهيو پير ڪٽي.

(8)

ڪيهر قصد ڪباب سين، پر ماريو نہ ڪاءِ،
هيٺن تان هٿ نہ هٽي، تو گهنڊيارا گهاءِ،
ايو تڙ واجهاءِ، مانَ ڪو مون گهر ميڙيين.

(9)

لڪي جهڪي لئي ڪري، تو لڪي ڪارڻ لوپ،
مينهان پچي سوپ، جيئن هٿ نہ هٽي هورپين.

# صدائون

(1)

ٺڪي ڪَر مَر ٺوپ، اي ڪر مَر ٺوپ، اي اچا پرينء پيرِ پري ٿيا.
1. وڃائي مَت تنهنجي، او لاڳاپي ۽ لوپ ۽ لوپ،
2. وڃائج وجود کي، او گهٽي ڪري ڪوج، ڪري ڪوج.

(2)

مون کي پاٽان ٿو سونهاء رب سونهائي، سي واٽون جي وندر جون.
1. ڇڏي ويئم ڇپرين، هاٽي ڏونگر ڏورڻ ٿو جڳائي ٿو جڳائي.
3. ڇڪي پران ڇپرين، آءُ تيلان تو لائي تو لائي.

# سر کاھوڙي

(1)

ڏينھاٽي منجھ ڏونگرين، ڏوٽي ڪارڻ ڏُٿَ،
تن کي کھڙا سُک، جن ٻاريو مچ مٿن تي.

(2)

کاھوڙيگي پنڌ ۾ راتو ڏينھان رَم،
چني سکن سگ، ڏور تہ پسين پرينءَ کي.

(3)

آھي اوکي اگري، کاھوڙي ڪِي مام،
تن سانئين ست سلام، جن پنڌ پراھون ديکيو.

(4)

آن ڪا ڏٿي ڏوٽيا، کاھوڙي کي کير،
تن جا چپن چنا پير، تہ بہ چاڙھيکو چوٽئين.

(5)

جنين ڏونگر ڏوريا، سانور ٻڌي پيٽ،
تن کاھوڙين کھ ھيٺ، وجي پاسا کوڙيا.

(6)

ڏھيلو وجڻ ڏوٽيان، جت نہ پکين جاءِ،
سپيريان جي ساءِ، چڙھيو وڃن چوٽئين.

Scanned with CamScanner

(7)

پريان سندي پار جي، اکنڊ جن آهي،
چڙهيا ڏونگر چوٽيين، ڪاهوڙي ڪاهي،
سک نہ ستا ڪڏهين، ڪرڪٽا لاهي،
سچيون ساڱاهي، جهريون جهاڳي آئيا.

(8)

نہ ڪو پسڻ پرين جو نہ ڪي اسين پاڻ،
اونهون پنڌ الله جو مت منجهي ٿي هاڻ،
ان پر اسان ساڻ، مقابل محبوب ٿيا.

(9)

جتي سڏ سبحان، ابتي راهہ آهي،
وڃي ڪو ڪاهي، ان معنيٰ ۾ منجهڻ گهڻو.

(10)

ڦٽو ڪر فراق کي، وجڻ ويو وصال،
پسڻ کي پرين جي، ڪونهي ڪو ڪمال،
هجي ويو حال، سيوئي سبحان ۾.

(11)

ڳجهان ئي ڳجهہ ٿيا، پڌر ڏيئي پير،
هيءُ تنين جو ڍير، جي ويا جلائي جان کي.

(12)

پسي پريان کي، اُسهِيون اميدون،
عاشقن کي عيدون، انگهن متي انگڙا.

(13)

'الف' کنان اڳي ٿيا، پرين اُهي پاڻ،
عاشق ان اهڃاڻ، سڃون سوجهي آئيا.

(14)

جتي سڏ نہ ٻڌ کا، ڏورين سوئي ڏيهہ،
ڪاٽي ڏئيم ڪيهہ، ويندي ڪاهوڙين جي.

(15)

پير ڪٽنديين پيريين، ستو جاڳيو شينهن،
هڪ ٽتن ڏينهن، ٻيو مونڻ ٽين ميهٽو.

(16)

پير پريان جو جيڏيون، ڪاهوڙين ڪنيو،
چٽو تن چيو تہ وڃي مَ ورجا ساٿيا.

(17)

ڏونگر جني ڏوريو، ڇپر پير پڄي،
وجودان وڃي، سونائون ساٿيهہ ڪي.

(18)

جت نہ نالو سڄڻين، ات ويندن ويو وجود،
تنهان پوءِ سجود، پير ڪٽي ڪيو پيرئين.

(19)

سالڪ سچو مَ وڃ تون، ٻيلي ٻيو مَ ڪٽيج،
تِنهان پوءِ ڳنهيج، سندو پريان پيچرو.

# صدائون

(1)

پاڻ ڪنان پيهي، عجب ۾ عجائب ٿيا.
1. سک نہ ستا ساٿيهہ ۾، او وينا نہ ويهي،
2. نڪي اورين اورهان، نہ ڪي پسن پريئي،
3. ڪاتب ان ڪتاب ۾، او اکر اهوئي،
4. لکڻ واري لکيو او پرک ڪنهن پيئي،
5. لکي لوڪ نہ سگهيا، او نسنگ ويا نيهي،
6. "صادق" سمجهن ڳالهڙي، او هو جي ڏيل جا ڏيهي.

(2)

هاڙهي ڇپر هلبو ساٿيا پنڌ پري،
1. ووڙ جان وٽڪار ڪي، ڇپر پير ڏري،
2. وڏو سفر ساٿئين، ويندو ڏک ڏري،
3. هل ڪيائون هليا، ڀني ڀونءِ ڪري،
4. "صادق" ساٿيهہ اهڙو، وڃيو ڪو نہ وري

# سُر بلاول

## صدا

(1)

تون در ٻيلي لاه کو ڀلا الله اي،
آءُ پسان پسان، نور نبي جو.
1. خالق خاص خلقيو، ڀهڙو ڪونہ ٻيو
2. هن دران چٽندا، مورهين ماڳ نہ ٻيو
3. ڀريا ٿلَ ترائيون، اچي پهي پيو.

(2)

سِڪون سيئي پُنيون، او اگڙ تو آئي،
1. جان ڏنائون پير، جان ڏنائون پير،
مٿي اگڙ آئيا، سونهن لڳا سير،
2. يا رَب يا رَب توکي مڱان،
توکي مڱي جي مان نينهن سيڪو تان،
3.ڪو سو واءُ نہ وارين، الا الا ڪيچ وٹن تان،
اي آءُ سَڱرَ لڳڙي، اي ساٿ جي سونهان،

# سرپورب

(1)

وَحده لاَ شَرِيڪ لہ، تا نانگا نهارين،
وَ فِيٓ اَنفُسِڪُمۡ اَفَلاَ تُبۡصِرُونَ ، اها سٽ سارين،
ڪنهن ويل نہ وسارين، تا پسيو پسن پرين کي.

(2)

سائي هيٺ سائي بيٺ، سائي ڪمر ڪسو
جوڳي جنبي هليا، ڏيئي تن تسو
راهہ ان جي رسو جن ناٿ نمايو نانهہ سين.

(3)

پيچ ڏيي ڪر ٽُڪريون، ڪدائون نيئي ڪانءِ،
ڪر تنهن ۾ تڪيو جت نسوريائي نانهہ،
پيهي منجهہ پريانهہ، فنا ڪج فڪر کي.

(4)

چڪر چوتا چيلهہ بند، پس آڌوتي آسڻ،
ڪؤنرا، چلم، ٽوپيون، تن جا بره جا باسڻ،
ستا ڪين سڪِ تي سامي سَنگهاسڻ،
تَخلِقُون بِاَ خلاَق الله، اي لاهوتين لڇڻ،
جن ڇڏيا چت چڪڻ، سي نانگا نينهن نماز ۾.

(5)

چڪر، چوتا، چيلهہ بند، ٻس بابو بيڪاري،
سور ڪيائون سامهان، ڏيئي ڏيڪاري،
لَقَد خَلقنا الِانسَان في ڪَبَدِ، اي اتن اوساري،
تن سامين کي سنسار ۾، واري وو واري،
جن ڳُرهہ اندر ڪاري، سي نانگا نينهن نماز ۾.

(6)

چڪر، چوتا، چيلهہ بند، تن هنيان لاهيا هٺ،
آيا پرين پار ڏي، سامي ڏيئي سٽ،
سرڪيون سورن ڳاڏيون، ويٺا وٺين وٽ،
جي اندر گهايا گهٽ، سي نانگا نينهن نماز ۾.

(7)

اڄ نہ اوطاقن ۾ ونهيان ويراڳي،
ساري سناسين کي، جيجان آئے نہ جاڳي،
ورهہ جن واڳي، سي نانگا ويا نڪري،

(8)

نانگا وڃن نڱيا، تون ويسلي مَ ويهہ،
چنو سڱ سناسيين، ڏيهہ ڇڏيوئي ڏيهہ،
"صادق" ويا ساٿيهہ، سي ڪرمين ملندئي ڪاپڙي،

# سُر ڪاموڏ

(1)

تڙ تماچي آئيو وري تي وراڻ،
ڪينجھر ٻنهين ڪنڌئين، تي راتو ڏينهن رهاڻ،
جيلان پرچي ويٺو پاڻ، ٿيون مرڪن مڇي واريون.

(2)

تڙ تماچي آئيو تماچي تڙ راءِ،
تماچيءَ جي تڪيي، تون تماچي ڳهاءِ،
تہ تماچي ملا، تون تماچي ٿيين.

(3)

مرڪن ملاحن جا، مٿي ٻانڌين ٻار،
نِنڍيين، وڏيين، گندريين، پوئي پاتا هار،
وڏي چار چمار، جنهن اچي انعامي ڪيا.

(4)

مي مهاڻي مڇيءَ هاڻي، ميري ملاحڪي ڏيءَ،
گاڏي چاڙهي گندري، نيئي نوازيئي جيئن،
مون تان ڪج مَ تيئن، مڇڻ ڪوجهي چونم ڪي ٻيون.

(5)

مي مهاڻي مڇي هاڻي، آءُ ميري گهڻو ملاح،
مون تان ٻاجهہ مَ لاهہ، مڇڻ ڪوجهي چونم ڪي ٻيون.

(6)

مي مهاڻي مڇي هاڻي، سندي جهنگ جهٻير،
ري سهاڳ تنهنجي، مون کي ڇاڻي ڪير،
مونهان منهن مَ ڦير، مڇڻ ڪوجهي چونم ڪي ٻيون.

(7)

سمون سيڻئون اڳرو، سمي ڪونهين ثاني،
جنهن ڪيو جهنگ جلوس سين، اَهُس عرفاني،
تڙ تڙ تماشو ٿيو نرمل نوراني،
جي فڪر منجهہ فاني، سي اڳڻ تماچي آئيا.

(8)

سمون سيڻئون اڳرو سمون ساڻ سين،
جنهن ظاهر ڪيو ظهور ۾ سَچيو صورتن،
اچي پيئي اڳري، ايءَ محبت ملاحن،
جي وچان ٻاڻ وجن، تن اڳڻ تماچي آئيو.

(9)

سَرَ ۾ سپ سھاڳڻيون، سيني ڳچيءَ طوق،
پسڻ ڪارڻ پرين جي، ڪن وڏائي ٽوڪ،
ڏول تني جي جھوڪ، ھيٺاھيون ھلن جي.

(10)

سر ۾ سپ سھاڳڻيون، تنھن نوري نينھن نيون،
جنھن کي ساھ سنيون، تو تن ۾ تماچي تري.

(11)

سَرَ ۾ سپ سھاڳڻيون، تنھن نوري نينھن اپار،
جنھن کي ويزوتار، تو تن ۾ تماچي ٽَري.

(12)

سَرَ ۾ سپ سھاڳڻيون، نوري وڏو نام،
وڃائي وجود کي، جان رکيايون جام،
تماچي تمام، تور ٽراري ناھ ڪا.

(13)

نڙا، نتر، پيڙيون، جن جا سٽائون سوٽا،
تن کي لوئي چام، ھٿن سان چندن ۾ چٽا،
سي ڪينجھر پنھين ڪنڌئين، ڏسن ڪين ڏٺا،

هو جي ڏيندا ڏَنُ هئا، سي ان پر انعامي ٿيا.

(14)

وڏا طالع تن جا، نوري جن ڄائي،
لکين ڀانين جاجڪين، منجهہ ڳجهن ڳائي،
اڳيان اڇي ان جي، ڇڏي ويِن وڏائي،
سڀ جڳ ساراهي، جي جيڏس ڪونہ جهان ۾.

(15)

وڏا طالع تن جا، نوري ڄائي جن،
پلنگن پيرَ ڏيو اڇيو ڄام ويهن،
مٿي ملاحن، تو ٽِڙ تماچي نہ سهي.

(16)

ڪٽيو ڪٿوري، هي، مي مڇي ماري،
مرڪ جنهن جي ماٽين، ڪاري ۾ چاري،
سا تخت مٿان توڙان ئي، اٿي آڊاري،
ڪوڏان ڪرمشون ڪيان، هو جي هزاري،
جيلان عشق آچاري، تي چارو ڄام هٿ ۾.

(17)

نوري ڪٽي نوازيو ٿيو تماچي تي،
گاڏي چاڙهي گندري، ماڙهو ڪيو مي،
ڪينجهر چوندا ڪي، تہ سچ سيائي ڳالهڙي.

(18)

ڪوڏان ڪرمش جت ڪيا، گجيو گندرين،
راءِ ريجهايو ريل ۾ مرڪي مهاڻين،
ات سڄي رات سمين، اپي نيڻ نچوئيا.

(19)

چار وجهندي چام، ڏني ڏونديءَ منجهئي ڏيل،
نيائين تن تماچي جو روح وٺي منجهه ريل،
اکيون اکيين لڳيون، ٿيون ڪن ڪنوٽين جا ڪيل،
جڏهن منَ ڪيو ميل، تڏهن نوري ٿي ناز ڪري.

(20)

چام تماچي آئيو متي تڙ تناه،
اچي پيس اوچتي تنهن، نوري تي نگاه،
تنهن کي گندري چوڻ گناه، جنهن جي جهولي چنڊ جهلي پيو.

(21)

اول نوري ناز سان، ڪيو عرش اُهاءِ،
"صادق" چنڊ نہ سج هو، صورت جو شعاعِ،
مهاڻي مهاڻءِ، تي تماچي تنواريو.

(22)

ماڻهو چونم مي، آءُ آهيڙياڻي آهيان،
نوري جي ٽرن جا، مونهان پليرا سي،
چام تماچي جي، نام نوازي آهيان.

# صدا

(1)

الله ٻلا تي تو ڙان ئي، مون مڱيو توهہ تنهنجو

1. آءُ اڳلي آهيان، وو ميئن سندي مي،
2. سميون سينئان اڳريون، ٻانيان ٻليون سي،
3. ٻاند لڳوئي ٻاند سان، تو لڳو لڄ ڪري،
4. ٻاڻ لڄايس ٻاڻ ڪان، مر طعنا ڏينم تي،
5. تو ڪان ئي توڪي مڱان، ٻيو "صادق" ڏيج مَ ڏي،

# سُر ڪارايل

(1)

چارو هِنيون ڪارو ڪري، تون لُڙ ڪان لاشڪ ٿيءُ،
اڏام اچي ساموهون، تون پاڪ نهاري پيءُ،
چِلُڙ ۾ ڇهنج هٽي، جوڪي وِجهه مَ جيءُ،
اونهون جت اچو وهي، پاڪ نهاري پيءُ،
هنجهه حضوري ٿيءُ، تہ ماڻين ڪنول ڪولاب جو.

(2)

جِتي ڪُنرا لوڙيون، پيَنِ من متيون،
اُڪيرون ڪيون، ٿي سَرَ مٿي هنجهڙي

(3)

مورن مانڊاڻا ڪيا، سَر تي سانجهيءَ وار،
سَنئون ڏين سَپن ڪي، ڪارايل ڪنڌار،
ماري نانگ اپار، وهہ پيتائون وتئين.

(4)

سج لهي سانجهي ٿي، وڻن هنئي وَنڪَ،
ساجن تنهنجي سڪ، موٽيو ماڳ نهاريان.

(5)

پکي ٻکين جهڙو پکي پکيان جي ذات،
ڪاجا لنئي لات، تئن لهن ڪٽ قلوب تان.

(6)

پکي پکين جهڙو پکي پکيان جي ذات،
سيئي سوجها سر جا، سيني وحدت وات،
باهوتاٽي بات، لَلّيَ ري ڪير ڪري.

(7)

سِپون سوجهي آئيو سائُو سمنڊ منجهہ،
ڏوري وڏي ڏک سين، گوهر لڌائين گنج،
پکيئڙو پيهي تيو سنڌو مائر منج،
جان هڏ جا نکي هنج، تان لعلون لکيون نہ وَهِين.

(8)

هينئڙي سچڻ ساريا، ڪٿي هوندم هير،
وَ فِيٓ اَنفُسِڪُمۡ اَفَلَا تُبۡصِرُونَ، پکين اِهي پير،
واهيري جيء وير، پسان چوڪس چِت ۾.

(9)

آهي انت عُميق ۾ سندو هنجهن هنڌ،
جوهرين جي جوءِ تي، آهن راتو ڏينهان رند،

چورياڻون چاڪَ پئي، امل جو آرند،
جو پڻ ڪٽڻ ڪنڌ، تہ پڻ موتي آهين منهن ۾.

(10)

لَمَي لَڳَي لاهوت ڏي، تو نڪونج نهاري،
سوجهو ٿيو سر جو پيتو پاتاري،
آٽيو آچاري، موتي جي مهراڻ جا.

(11)

هلڻ هارا هنج ٿيا، پک تا سنوارين،
تان تان تنوارين، صبح سنبهي هليا.

(12)

صبح سنبهي هليو سيڪو پاٽو واٽي پاڻ،
روئي ڪن رهاڻ، هنج هليا ئي ڏينهڙي

## صدائون

(1)

اٿي ڪاٺ ڪوٺ چورڙا، وجي وهاٽي رات،
1. چور سي جي چوري ڪن، هي چوراٽي ذات،
2. اجهي اجهي آيا، هي وائي ڪن نہ وات،
3. پُرسن پهريون پاڪڙيون، وڏ وڏ وائي وات،
4. هٽن حرص هوس ڪي، ٿهري ڪڍيو ڪات،

5. "صادق"، صدقي تن سورهين تان، جن من ماري ڪيو مات

(2)

ٻڌين نٿي ٻوڙي، تون تند جي تنوار موت جي پچار!

1. نيئي لٿينديئي ڏوڙ ۾، هو جو جانب يار.
2. ڪن جيڏي قبر ۾، ڏيندئي ملائڪ مار.
3. گهمين ٿي گهرن ۾، تو پنهنجي اختيار.
4. "صادق" انهي سچ جي، آهي ڪل ڪلتار.

(3)

ادا اي مسافر جاني، وٺ تون راهہ رباني.

1. ڪنهن جو ڪرين آسرو، عالم اوڙڪ فاني،
2. راهگذر سيڪو ڪنهنجي ڪرين مهماني،
3. پٺي پس پڌن جي، رهي ڪان نشاني،
4. مري مٽيءَ گڏبي، ڇا سائڻ ڇا ٻانهي،
5. ڪيئن توڪان ڇڱا ويا، "صادق" ٻتو ثاني.

(4)

آهين ڏينهن ٻہ ٿي، پکيڙا پار ڪو پنڌڙو.

1. وٺي ويهي اڏريا، هتي ڪونہ جٽي.
2. ڏکيون سکيون ساعتون، سيڪو ويندو مٽي.
3. سنهو ٿلهو ست صراف سين، هر ڪو ويندو مٽي.
4. "صادق" سر سوجهي هليا، خبر پوندي ڪٽي.

(5)

هي نہ ڪنهن سيڻ، جي تو پنهنجا ڀانئيا.
1. وهہ ٽيندئي ڪڏهن، جي تو ڪاڏا ڪيڻ.
2. سي ملاح ئي مري ويا، جي هڻڙئي ٺاني سيڻ.
3. "صادق"،سنگت نہ هلي، نڪو ڀائي ڀيڻ.

(6)

چيت چيت بيخبر،پوندين منجهہ قبر.
1. هتان حاڪم هلي ويا، هئا زوراور زبر،
2. شاهہ سڪندر چل گيا، ڪهڙا ڪرين تڪبر،
3. اچي پڇندا خبرون، چوري چوري چپر،
4. ڏڙ جني ڏوڙ ۾، "صادق" ڏس سبر.

(7)

پوندين وچي لٽ، پوندين وچي لٽ، ڪيئن ميڙين مٽ؟
1. ڪيڏانهن وئڙيون مائرون،ڪيڏانهن وئڙا پٽ.
2. هاٿي وچن هليا، اڏريا وچن اٺ.
3. مردن رڱ رڱيا، وچي رهيا ڪوڙا ڪٽ.
4. "صادق"، پوٽيون اڏريون، اڏريا سنها سٽ.

(8)

جوڳي ننڍ نہ ڪن، سامي ننڍ نہ ڪن، ڪيف ڪڪوريا ڪا پڙي!
1. چڙهي لاڳاپا لوڪ جا، هوجهنگل ۾ جهٽڪن.

2. ڪنهن جو ڏک ڏسايا، سي ورچي ڪين وهن،
3. نانگا نينهن نهوڙيا، سي ٻنڌڻ ڪين ٻجهن،
4. ڪا جا جوۓ ڏٺي جوڳين، سي جهليا تانہ رهن،
5. ورهہ ويراڳين مَنَ ۾، سي وو وو ڪندا وتن،
6. هئہ هئہ وهي جن جي حال تي، سي ڪيئن سک سمهن،
7. هن پهہ هن پيچري، وڙلا ڪي ڏسجن،
8. ڪسڻ جن قبوليو "صادق" سي سڏجن.

# صدا

ساٿيئڙا ادا هو نينهن مَ چنيجاه.
هادي الو سائين الو مون مَ چڏيجاه
هن نينهن نماڻي ڪي، اوهين ڪنهن گت گڏيجا،
ور وراڪا ويڙئين، مون ڪرم ڪريجاه،
رهي رات پنيور ۾ ، آئين صبح هليجاه.

# سُر بروو

(1)

دانھن درد مند جي، ٻڌي ڪونہ ٻيو
اھڙو حال ٿيو اچي عاشقن جو.

(2)

ثابت ٿيا سپرين، ڪو مون اچي چوءِ
اندر رت نہ روءِ، پڌر وجھان پريتڙو.

(3)

ھنيون سڪو ڪاٺ جيئن، وڍي ٿو واڍو
ڏکن ڪيو ڏاڍو وھي واريءَ مٺ جيئن.

(4)

نالو ڪٺي نينھن جو لڄائي آئون،
مونھان مٺاھون، قدم قريبن جو.

(5)

ماءُ ڦوڙائو مون ٿئي، ڪڏھين ٿئي سيٽان،
ڪڏھن منجھ وٽان؛ ڪڏھين ڏڪين پڌرو.

(6)

سينڌا مون جي سپرين، ڦوڙائي ويا،
اندر آهي ڪا، سندي سيڻن ڳالهڙي.

(7)

"صادق" سينڌا نہ سپرين، من گھنبي منهن گھور،
پاڻان ڏيهون پُور، سجو ڏينهن سوريءَ تي.

(8)

"صادق" سينڌا نہ سپرين، ڪڏهن ڏڪن ڏنجهہ،
ڪڏهين هينئين منجهہ، ڪڏهن چڪي پاڻ ڏي.

(9)

اچي پيئم پاڻ سين، مت موڙهي مان،
سا سچيئي سور تي، هو جا چئي آن،
ڪڏهن سيڻن سان، ڪڏهن نيهون پاڻ ڏي.

(10)

نالو ڳئڙو سڄڻين، جو وساريان وهو
تان چٽڪي چت پيو مونهان لڪن پاڻ ۾.

(11)

ڏيو ڏيل ڏکن ۾ وساريان ويٺي،
مون سين ڪري ڏيٺي، آٿي ڏنائون اڳهين.

(12)

اتي گڏيا سپرين، جت وسري آئون،
دل ڇڏيون دانهون، ويئي ويچاري نڪري.

(13)

مون منجهان پڏرا ٿيا، مون کي وڃائي،
سرتيون ان ساهي، رات منجهان ئي ڏينهن ٿيو.

(14)

آلانسان سِري وَانَا سِرُہ، جتي چيائون،
اندر تي آئون، پڏر ٿيا سپرين.

(15)

وساريان وسار سين، سهي ڪيو سيڻ،
ٿيا نهارا نيڻ، مون ڏانهن معشوقن جا.

# (ii) متفرقہ سنڌي شاعري

(1)

رڳي هئي ڪين، اصل ڏس آدم جو
1. آواز اچي اوچتو باطل وڃي بين،
2. لکڻ واري لکيون، رييون زيبون شين،
3. چار عناصر عدم ٿيا ايئن تہ ظاهر زين،
4. قُل هُو اللهُ احَدُ وَجه، ٻئو فاني آهي فين،
5. ڪُلُ شَيءِ عَليها فان، "صادق" متي سيين.

(2)

نڪي ٿئو نڪي ٿيندو اهڙو اوچتڙو ويندو
1. ميڙي ميڙي مال خزانان، سي سڀ ڇڏي ويندو
2. جيڪي ڏيندو نام ڌڻيءَ جي، پليءَ سوئي پوندو
3. ڪنَ جيڏي قبر ۾، وڃي تنهن ۾ پوندو
4. "صادق" سمجهج ڳالهڙي، وري هُتان ڪون ايندو.

(3)

مونکي مهڻان ڏيندا ماءُ آيل ماءُ، ورُ وساري آءٌ ڪيئن وهان،
1. سو مون سيبائي سرتيون، جو ڪيچؤن لڳي واءُ،
2. اوکيءَ ويل اسان سان، پيڻ نہ هلي پاءُ،
3. چڙهي ڏونگر چوٽيين، پسي ڏينديس ساهہ،
4. "صادق" سڪ سرير ۾، اندر الا گهاءُ.

(4)

يار ڪيو اڇي يارو حال اسان جو ويراڳي،

1. آسمان ڪنيو تان، ڍريو اسان تي ڍارو
2. ڦهري ڦهر ٿي نہ يار مورئون آهي مارو
3. هٽي تير ماري مير هاڻ اسان جو وارو
4. هاري هنجهون محبت منجهون نيٽي وهي نارو
5. "صادق" سور ڏنان پور، آئتي آيو اُپارو.

(5)

پاڪ چوائين پاڻ ڪي فرعون ۽ هامان ڪوڙي بات ۽ ڪوڙو بيان

. ڳيا ڪوڙا جوڙ، ڳيا ڪوڙا جهانُ،

1. پيدا بدَ نہ ان جا، نيزا ۽ نيشانُ،
2. راجا رنگ ڪہ رمي گيا سي ڏرتيءَ ڪئا درمانُ،
3. شاهہ سڪندر چل ڳيا، سوڏا سليمانُ،
4. ربُ رهئو هيڪڙو لاشڪ لامڪانُ،
5. ساٿي وڃي سنبهيو "صادق" ڪر سامانُ.

(6)

آءُ پليس پڙي جيڏيون، متان ڪا ٻي لنؤ لائي،

1. مون لايو مونکي وسهو رمزن وڏس راهي،
2. سُتو ڪيهر شينهن آهي، جاڳيو تان اُٿي کائي،
3. جنون جولان جنهن سان، سو ڪنهن جو نہ آهي،
4. "صادق" سر وئو تان گهورئو تون ڪُڏي پؤ ڪاهي.

(7)

اوڙڪ مرڻ دي آسي، ڇو گھمين مواسي،

1. لالچ رک مَ لوڪ ۾، متان پوين ڦاسي،
2. اجَلُ ايندئي اوچتو جيئن مينھن وسي واسي،
3. دولت دنيا آھي بنا ھو سامان نال نہ چاسي،
4. حبُ الوطن من الايمان، تان ڪيئن ٿيين اُداسي،
5. لاڏو وڃين لڏئو تان ڪيئن ٿيين قياسي،
6. "صادق" سڪي ۽ روئي، آھي پئي پياسي.

(8)

سيئي مون وٽ اچن، جن لئي آءٌ لوچيندي لُڇان،

1.مونکي شوق شراب جو جيئن، ٿا ماڻيءَ منجھ مچن،
2.ڳجھيون ڳالھيون پرينءَ جون، ڪھان ڪيئن ڪچن،
3.ڪڙھيو قنديلن جيئن، پردي منجھ پچن،
4.اصل ڪنان آئيا، "صادق" سور سَچَن.

(9)

مُئي گھمان يار جاني، سورن ڪئي آھيان مستاني،

1.پسي سگھان نہ پرينءَ کي، فڪر ڪيڙس فاني،
2.ڏسي لاھيون ڏکڙا، جي ڪريو احساني،
3.تير وسن ٿا تن تي، جنھنکي ڪنيپ نہ ڪاني،
4.ڪن جو قصد ڪعبي ڏي، کي پڙھن قرآني،
5.پڙھہ پڙھہ اِسمان، ڪونِ رھئو جسمان، فھم فڪر سڀ فاني،
6."صادق" پَچَن پتنگن جانَ اُھي مچَ ۾ مدامي..

(10)

ڪا جا مارئي ڪاني، يار گهمان جولاني،

1.دل نہ مائي نظر نہ آئي، هوءَ رهي حيراني،

2.آهہ ڪريان ٿان ارواح توٽي، چپ ڪريان تہ مستاني،

3.مرڻ جيڻ ڇوڙ ڳيا، رهيا درد نشاني،

4.سهسين "صادق" گڏئا، ڪونهي تنهنجو ثاني.

(11)

اديون ڪا اُت آوي، جت صورت ڪين سماوي،

1.جتي پهچ پروچ ناهہ ڪا، اُتي لنؤ وجي ڪا لاوي،

2.ڪامين ڪوري وچ ۾، اُتي تڙُ پنهنجو تو تاوي،

3.غذا ڪيائين غم جي، نتُ خون جگر جو ڪاوي،

4.جتي ڪُنَ ڪڙڪو ئي نہ لهي، اُتي پير پروڙي پاوي،

5."صادق" انهيءَ سور ۾، سو جيئري ئي جَل جاوي،

(12)

ڏي سر ڏاتار، ڏيندين چارڻ تند تنواري،

1.دنيا دولت صاحبي، دڙي نال نہ نيندين، جا تو پانئي پياري،

2.ماڙيون منبل محل منارا، تنبو ساڻ نہ نيندين ڇڏ گهوڙا هستي هزاري،

3.جڳ مڙيئي سپنون اوڙڪ خاڪ جو ٿيندين ڇڏ ممتا موهہ مِنا ري،

4.ڪر سخاوت سِر جي، موتي مور نہ مريندين، ڇڏ سورٺ سونهن سڳاري،

5."صادق" سوپ نہ سِر ري مٽي ماري سُک پائيندين آتي ويل ايها واري

(13)

انهيءَ سورن ۾ سڙنديون انهي سوزن ۾ سڙنديون،

هن اکڙين مانکي، ڏک ڏيڪارئا،

1. رويو رويو رتِ ڦڙا، انهيءَ ڳاري ۾ ڳرنديون،
2. جهڙي ڪيائون تهڙي لوڙيائون انهي پاڙي ۾ پرنديون،
3. عاشق اسان جا عشق جي، رڙيون درد ڪنديون،
4. "صادق" سوا سِر اُتي، ڪي جي مرد ڪندا مرديون.

(14)

ياور يگاني يار سان يڪ جان، تي يڪ جان تي،
مچ ۾ گهڙي محبوب لئي، پروان تي پروان تي.

1. غازي گگن ۾ گيان ڪر، ساري بزم بُستان ڪر،
هيءَ سرِ بڪف قربان ڪر، سُوليءَ چڙهي سُلطان تي،
2. تن من طبل تجلات ڪر،ڪعبہ قلب قِبلات ڪر،
هي من مدح مثلاتِ ڪر، لا ڪان لنگهي لاثان تي
3. هڪ حال ۾ همذات تي، بيرنگ مثل بزمات تي،
مُوتوا قبلِ مهداتِ تي، گلشن سندو غلمان تي
4. "صادق" صحي سُخناتِ ڪر، اوري الف اثبات ڪر،
حاصل جنتِ عدناتِ ڪر، رمز رندي رضوان تي.

# (iii) سرائڪي شاعري

## بيت

اڪ جو ساجن مئين ڪيتا، تسڪا نام اداس،
سر بدنامين دي گئي، پلڪ نہ بيٺي پاس.

اي جهان، جاءِ مسافران دي، خواب وانگر ڏڪي،
اکيان ڏٺا سي نظر نہ آيا، دل جنهان لاءِ دکي.

ساٿي پانڌي چوڙ ڳئي، چوڙ ڳئي ملڪان دي راجا،
سي پي چوڙ ڳئي "صادقا" پير پغمبر خواجا.

رانجها رانجها ڪر رهي، رانجها پڇي نہ مئنون،
"صادق" سڌ هووي تنهان نون، اها لنؤ لڳي، جنهن نون.

صورت رانجهي والي، نت نت ٻرندي وچ ٻيليَ،
هير ويچاري ڪيا ڪري، عشق نتي دل پيلي،
شهر ليڙي ڪوئي نہ سمجهندا، شينهن گجندا وچ ٻيلي،
"صادق" سچيان نہ رهنديان، توڙي نانگ وچڙيون سيلي.

# ڪافيون

(1)

سوران نال لاڳيان، وره نال واڳيان،
ويڪو وي ساليان، تسان ڪنون ڀاڳيان،
1- رڻ جهڻ رانجهن واليان، ڪيا چاٽو نياڳيان،
2- ٻيلي وچ راتو ڏينهان، جنهن دي ڪارڻ جاڳيان،
3- نينهن چاڪ ٻاٻاٽا، صاحب هي ساڳيان،
4- "صادق" سهڻي ماهي دلان، اسانڏي گهن جو واڳيان.

(2)

جهنگل ٻيٽ ڍونڍايا، ماهي تيئن مئنون،
1- لوڪ جو ستا ننڊان ڪريندا، مئنون چا جڳايا،
2- طعنا تنڪا لوڪ جو ڏيندا، ڪنان نال سٽايا،
3- تن ڪشتي بار غمان دي، ير پرپور لنگهايا،
4- "صادق" سڪندا پٽيان لڪندا، ڪڏهان نه قيرڙا پايا.

(3)

ڪيون ڪر نماڻي چلي سهيو وو
1- هڪ رانجهي دي راهه ڏهيلي، ڏوجهي سرتيان ٻي جهل جهلي،
2- راتيان ڪپت ڪيڙي دي، ڏينهان امڙ پلي،
3- هڪ واڳون ول ڏيون، ڏوجهي دريا دي بل بلي،
4- "صادق" سڪ جنهان دي سچي، سا ڪنهن قول نه ولي.

(4)

مرض ماهي دي مئن لٽيان وو جيڏيان،
1- نديان لهواريان ترن اوپاريان، لهرئين لهرئين مئن لٽيان وو

2۔ ويج طبيبان ورچ جو ڳئي، پچ پچ رهيان مئن گهتيان وو
3۔ کيڙا ٻن سياليان، رانجهن مول نہ مٽيان، وو
4۔ "صادق" سائين عشق ڏهيلا، نت پيوڻ زهر ديان وتيان، وو.

(5)

کيون کر کٽينديان ويلي، لوکو!
1۔ نينهن وچڙيا نينهن ميلي، ڊونڊ رهيان شهر ٻيلي،
2۔ عشق دوستان مئنون لٹ نيتا، جيوين پاٹي ٻوڙيندا ديلي،
3۔ آکي "صادق" سڻ مئڏي سائنيان، تسان گرو اسان چيلي.

(6)

کوئي نہ ليدا ميان، رانجهو جيها يار
1۔ ٻيلڙا ڊونڊيم شهر چا ڳوليم، نديان ٹرنديان تار.
2۔ مهٹان چايم، پلي پايم، عشق تساڏا يار
3۔ "صادق" سجهندا دل وچ وسندا، منجهيان والا يار.

(7)

عشق تيڏا ديوانا، جنهن دا ڳل وچ ڳانا،
1۔ سيني اندر سوز سڄڻ دا، لوک ڏي ويندا طعنا،
2۔ درد دا درياه دل دي اندر، چوپڙ وانگي خانا،
3۔ نال نماٹي کيتي کلمين، "صادق" اتي بهانا.

(8)

رم رمتا جوڳي نيارا ڦِر ڦرندا سامي نيارا،
1.گهٹا ڄُگ جوڳي سنيري، زمين زمنُ اُپ نہ تارا،
2.کٽان جا تيڏي وستي، کٽان جو تيڏا اوتارا،

3.هٿ تنبڙي ڳل ڪفني، بيک مڱندا اٿا نہ ڏارا،
4.گنگا جمنا گومتي، سير ڪريندا جو سارا،
5.رام ڪرشن گورک جوڳي، ڪانُ هٽندا ڪارا،
6.اکيان رت گاڏيان، صادق نيٽي وسندا جو نارا،

(9)

لوڪا نون خبر جو ڪيهي، لڳڙا نينهن سِڪن هُڻ اکيان،
1.هير ديواني تنهن لاءِ وتي، رانجهن هي پرڏيهي،
2.جيهي پريت پاٽي سون مڇلي، مين پي طلب تيهي،
3.ماهي دين مين نانئ وڪاٽي، جيهي آهيان تيهي،
4.آپ نہ آون ڏي ڏي مُنجن، "صادق" سور سنيهي،

(10)

ڪهنون آکان تيڏيان دانهان، چوڙ اسان ڏيان ٻانهان،
1.ڪانُ پگوڙا ڪرندا زورا، وتندا ڏيندا واهان،
2.سمرڻ ٻوڙي وي مالها توڙي، مل ڪڙيندا راهان،
3.بين بجا ڪي جادو لاڪي، چيت چوريندا چاهان،
4.صادق سڏڪي سودان گڏ ڪي سيلهه مريندا ساهان،

(11)

بي پرواهان دي نالي، تيڙي جان حوالي،
1. رسڻ پرچڻ ريت جنهان دي، اهڙي چلندي چالي،
2.ڪاتي کهندي قرب نہ ڪرندي، رت سدائين آلي،
3.منجهه ماتام منهن پيلي، ڪي ڏنڙم عشق والي،
4.رُخ جنهان ديان گهندڙيان گهُنڊڙيان، ول ڏيون نانگ ڪالي،

(12)

ساڏي چيڙ نہ ڪر، وي ميان رانجهن سائين،
1. ٿُسان قاضي ٿُسان غازي ڪهنون آکان گهوڙا پر،
2. اسين سياليان هٿين خاليان نهين ٿُساڏڙي ور،
3. ڏيليان نون ڏي نہ ڏک ججهي ٿُسان ڪون زر،
4. سٽڙيان جاڳا نهين جاڳي پون جنجل،
5. عشق ٿُساڏا ڏکيا ڏُهيلا جنهندي پيٺي نکا پر،
6. "صادق" سڪيان سهسين پتيان، عجب ٿُساڏڙي پر.

(13)

ڪوئي نہ لڳدا وس ڙي، ميان رانجها تيڏي ملڻ دا،
1. دل ڪاغذ آهون قَلَم، هنجهيا نيدي ڪيتم مَسُ،
2. پڙهيا پنبت پوٿيون ڪڙي پڇايان گس،
3. مين مئي جند گهوري آءُ پيارل پسُ،
4. مرويسي سيڪو "صادق" سڪنديان نون جَسُ.

(14)

نهين رهندي نين آٽڪي، پلپل ڏيندي جهٽڪي،
1. مرڻ ڪنون ڦرندا نهين، ڪانَ وانگوريان چٽڪي،
2. زاري زور نهين لڳندا، پاند ڳچي ڳل پٽڪي،
3. حرفُ هاٽي مون نہ وسري، ڪوھ تو مارين سٽڪي،
4. الستون اڳي هُوا، روح اسان جا سچڪي،
5. "صادق" پيتا سُون سوراندا، پر درياھ ۾ مٽڪي.

(15)

ميان رانجها جوڳن هوئي، درد نہ ڄاڻي ميرا ڪوئي،
1. سور سڳا ڪنجرين، رنگ ڏنائين روئي،
2. خاڪ سندي ڪفني، لوهيءَ رتي لوئي،
3. گوندر گبري تن تونبڙي، درد ڏيوان گهوئي،
4. سنگ سامين جي هلندي، توڙي نين توئي،
5. "صادقؔ" سيلاني جنين لئي، ماهي ميلي سوئي،

(16)

رام نام ڪهي، سرب دک سهي،
1.جسڪا نام نام نهين، ڪسپر ڍونڍ لهي،
2.اهيان جوت ماهين اونهان جوت ماهين جلپل آپ سون آپ ٻهي،
3.انحد واجا واجيا، تس سون ريجهہ ريجهہ رهي،
4.سڌ ٻڌ وسي "صادقا" ٻالڪ ٻڌ ٻهي،

(17)

هندو نهين مسلا، سانون عشق ڪيتا ڪملا،
1.رُخ جنهيدي سانوري ملو(؟)، سر تي جو ٻڌندا شملا،
2.چوڏهن طبق جنهين دي جوت جڳائي، دل تي ٻهندا دَمُلا،
3.جتان لگهندا ڪجهہ نہ چُڙيندا، ڏاڍا ڪريندا سانون غملا،
4.سر "صادق" دي ڪاهہ ڪريندا، ڏاڍا ماريندي سانون حملا.

(18)

ناحقُ ڏيندي جو دڙڪي، آيل ٻاٻل سانون،
1.رانجهن ساڏي دل وچ وسدا، لوڏ لونگياندي ڦڙڪي،
2.عشق دي ڪنڙي رهندي جو نانهين توڙي لوڏ لڪڻ مارن سڙڪي



درگاھ جي لڳ ويٺل مُريد



صوفي عطاء الله درگاھ کان ٻاهر ايندي



صوفي نبي بخش ۽ امام الدين فقير دعا گهرندي



صوفي قلندر بخش شهيد



صوفي خدا دوست فقير



صوفي عطاء الله شاھ درگاھ لڳ ويٺل



صوفي خدا دوست، نبي بخش ۽ علي بخش



شفيع فقير درگاھ تي ڳائيندي



صوفي نظام الدين عرف سهڻو سائين



استاد گلزار علي خان درگاھ تي ڳائيندي



عابده پروين درگاھ تي ڳائيندي



شفيع فقير درگاھ جهوڪ تي ڳائيندي


سندس مرشد فضل الله شاهه قلندر جي درگاهه


صوفي صادق فقير جي درگاهه جو ڏيک


صوفي صادق فقير جي مزار


سندس خاندان جي بزرگن جون مزارون


سندس خاندان جي بزرگن جون مزارون


سجاده نشين صوفي نبي بخش


درگاهه تي ٿيندڙ سماع


صادق فقير جو ڪلام فقير الحان سان پڙهندي


صوفي زبير الدين جي حاضري ۾ سماع


جهوڪ شريف ۾ سجاده نشين ويٺل


جهوڪ شريف ۾ ٿيندڙ سماع جو ڏيک


فضل الله شاهه قلندر جو تڪيو (سانگهڙ ۾)